# ابو ندال جي زندگي ۽ جدوجهد

سارنگ ماڇي

# ابوندال جي زندگي
# ۽
# جدوجهد

(فلسطين جي مختصر تاريخ)


سنڌيڪار

سارنگ ماڇي



پيغامِ سنڌ پبليڪيشن

موهن جو دڙو

1993ع

كتاب جو نالو:- ابوندال جي زندگي ۽ جدوجهد
(فلسطين جي مختصر تاريخ)
ڇپائيندڙ:- پيغام سنڌ پبليڪيشن - موهن جو دڙو - سنڌ.
ڪمپوزنگ:- **پيس ڪمپوزرس** پنجين ماڙ، رمپا پلازا بندروڊ ڪراچي
ڇاپو پهريون فيبروري 1993ع
ملهه:- هڪ سو ويهه رپيا
رابطي جي ائڊريس:- پوسٽ باڪس نمبر- 7219
جي-پي-او صدر ڪراچي. 74400

Name fo Book:- LIFE AND STRUGGLE OF ABU NIDAL.
(Concise History of Falestine)
Translater:- SARANG MACHHI.
Publisher:- PAGAM-E-SINDH PUBLICATION
MOHEN-JO-DARO. (SINDH)
Composer:- PEACE COMPOSER FIFTH FLOOR, RAMPA
PLAZA BUNDER ROAD KARACHI.
Edition:- FIRST EDITION FABARWARY 1993.
Price:- Rs. 120/-
Addrers:- P.O.Box No: 7219
G.P.O Suddar Karachi- 74400.

# ارپيان ٿو:

1- سائين جي ايم سيد جي نالي، جنهن رهبر (RAHBAR) ڏنو پر عمل
ڪمي نه ڪيو پر نه ٻاهر سيءَ منظم تحريڪ ڪيائين، اسان جا عملي ڪوشش
۽ تعاون سنڌ جي قوم جي تعمير ڪئي، پر ٻاهر انهن جا نقشا مساعي
نه ٿيو. سنڌ ۾ روحاني اثر تحريڪ مادي جو خوف ديو جيئن تحريڪ
جاگيرداري ڪلچر مان صنعتي ڇڙاڳي نه سگهيو. صنعتي راڄ جا نعرو
سنڌ ۾ جو ڪلچرل ميڙاڪن جي مٿان سياسي نظرياتي پرچار ۽ نفسياتي هند
طرف گهڻو ڌيان ڌنائين. پر گهڻن منظم باعمل تنظيم يا پارٽي جي طرف
گهٽ خيال ڪيائين ۽ بنيادي طرح جي لقمان تحريڪ بنيادي اصولن جي ابتڙ
جي سنڌ ۽ سنڌ جي نوجوان ڪي خيالي ڌيان ڏيو چاڙهيو چڙهيو. تنهن
نوڙيو ته اسان جي سائنس اوتري محبت آهي جيتري سنڌ سنڌ واسي ۽ جيڪا
مقدس ۽ احترام ۽ فخر لائق آهي.

نڪا بوءِ بازار ۾، نڪا جلر جـٽ،
جتي ڏنـرين جي، اڳي هئي آڪـٽ،
سي پڙپـسيو پـٽ، ماٺهو وجن موتيـا.

—— شاهه

٢- عطاالله انڙ جي نالي، جيڪو باشعور قومي تحريڪ جو سپاهي هيو. جنهن
آزاديءَ جي آسري، زندگيءَ جي سرجهـٽـهارڪي عـمل شـاديءَ ڪـان بـه
پنهنجو خيال متائي ڇڏيو هو. پر اچانڪ پيٽ جي پوڄارين ۽ ايجنٽن جو
اهڙو دٻاءُ ۽ گهيراءُ تيس جو، تحريڪ ۾ پندرهن سالن جي بي لوس
خدمت ۽ پورهئي کي ڇڏي وڃي وٺجارڪو ڏنڌو اختيار ڪيائين. اسان
سندس سهائتا ۾ مهيءَ مان مکڻ لاءِ ولوڙ ڪئي سين، پر آکر بـه اس تي
ڦٽي ويو ۽ مالها وڪرجي مٽيو مٽيو ٿي وئي.

گوندر ڪيو غرق، ماءُ منهنجو جندڙو،
ڏکـويـن مـرڪ، مـٿـي سڳر پـنـڌڙا.

سچ ڪ سکو ڍور، ڪـنـڌي آڪ ڦلاريا،
جُنگن ڇڏيو زور، سَرَ سُکو، سونـگـي گيا.

—— شاهه

# فهرست

# "مترجم جا پيش لفظ"

ابو ندال، عرب دنيا ۾ فلسطين جي حوالي سان انقلاب جي علامت آهي، ۽ سڄي دنيا ۾ ڄڻ گويا کان پوءِ فلسطين جي قومي آزاديءَ جو هٿيار بند سرواڻ ۽ سامراج دشمن طور سڃاتو وڃي ٿو. ابوندال جو عرب شاهن آڏو جڏهن به نالو ورتو ويندو آهي، ته سندن جسم ۾ خوف کان ڏڪڻي پيدا ٿي ويندي آهي.

اها حالت نه رڳو عرب شيخن جي آهي، پر اسرائيل ۽ يهودي دنيا جو به ساڳيو حال رهيو آهي. انهيءَ ڪري صيحوني دوست سامراجي ڪيمپ، هن آزادي جي متوالي، عرب انقلاب جي حامي ۽ عرب سماج ۾ ڀائيچاري ۽ برابريءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ محڪوم ۽ مظلومن جي ساٿيءَ کي سندس دشمن "ماسٽر آف ٽيرر ازم" جي نالي سان سڏي پنهنجي نفرت ۽ حقارت جو اظهار ڪندا آهن.

ابو ندال هڪ خوشحال خاندان جو فرد هوندي قومپرستيءَ ۽ حب الوطنيءَ جي جذبي سان سرشار ڪيئن ٿيو؟. عرب انقلاب جو حامي ڇو بڻيو؟ ۽ عرب شيخن جي شهنشاهيت جو ڪٽر دشمن بنجڻ لاءِ هن کي ڪهڙين حالتن اڪسايو؟. انهن سيني سوالن جو جواب ته ڪتاب ۾ مڪمل ملي ويندو، پر هتي ان جواب ڳولڻ کان اڳ ڪجهه فلسطين اندر اسرائيل جي مملڪت ٺهڻ، فلسطين جي غلامي ، اقتصادي استحصال ۽ سماجي ڌهڪاءُ ۽ تشدد سان گڏوگڏ فلسطين جي عوام ۽ ابو ندال جو پنهنجي وطن کان بي وطن ٿي جلاوطنيءَ ۽ دربدريءَ ڪري پناهگير ڪيمپن ۾ گذارڻ ۽ پالڪين ۾ پليل انسان جو پيٽ سان پٿر ٻڌي زندگي گذارڻ تي مجبور ٿيو. انهن حالتن ڪيس فلسطين ۽ عرب انقلاب لاءِ قومپرستيءَ جي راهه تي گامزن ڪيو، ۽ هن پنهنجي سموري زندگي فلسطين جي آزاديءَ ۽ عرب انقلاب لاءِ وقف ڪري جدوجهد شروع ڪئي.

ابو ندال جو وطن فلسطين، سموري تاريخ جي دور ۾ عرب فلسطين جي

ماتر پومي رهيو آهي.

هي علائقو شروع ۾ بائبل مطابق ڪنعان سڏبو هو. ليڪن بعد ۾ فلسطين جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. فلسطين ابتدا کان عالمِ انسان جو مرڪز بڻيل هو. هي ملڪ حضرت يقوب جي لقب اسرائيل پويان بنو اسرائيل جو سڏبو هو. حضرت يعقوب جي ٻارهن پٽن- روبن، لادي يا ابرام، شمعون ، زبولون، اشڪار، دان، جد، آشر، نفتالي، يوسف، بن يامين ۽ يهودا جي اولاد بنو اسرائيل جي نالي سان سڏي ويندي هئي.

بنو اسرائيل جي لادي قبيلي مان حضرت موسيٰ جنم ورتو، جنهن تي آسماني ڪتاب توريت لٿو. جنهن کان پوءِ يهودي مذهب ڦهليو. حضرت موسيٰ جي وفات کان پوءِ حضرت يوشع جي اڳواڻيءَ ۾ بنو اسرائيل جا رهيل قبيلا به مصر مان هجرت ڪري ڪنعان ۾ داخل ٿيا. جيڪو ملڪ اڳ ۾ بنو اسرائيل جي بن يامين ۽ يهودا قبيلي وارن جو هو. معاهدي عتيق يا بائبل جي روايت موجب يهودين فلسطين کي فتح ڪري ورتو.

حضرت سليمان جو انتقال 975ق - م ۾ ٿيو. جنهن کانپوءِ فلسطين ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هڪ حصي تي اسرائيل ۽ ٻئي حصي تي يهودا وارن جو قبضو رهيو. يهودين جي ڏهن قبيلن (Jeroboam) اتر فلسطين ۾ پنهنجي سلطنت جوڙي، جنهن جي دارالحڪومت سامره (Samaria) (نابلس) ۾ ڪئي، جنهن سان ڪجهه علائقو اردن (جد Gad قبيلي) جو به شامل هو. ڏکڻ فلسطين ۾ بن يامين ۽ يهودا قبيلي (Rehoboam) جي فلسطينين پنهنجي حڪومت قائم رکي، جنهنجي گاديءَ جو هنڌ يروشلم رهيو.

اهڙي طرح اتر فلسطين طاقتور بادشاهن جي حملن جو آماجگاهه بنجي پيو. هن تي 721 ق- م ۾ اشورين قبضو ڪيو. انڪانپوءِ بخت نصر بادشاهه انهيءَ سلطنت تي وڏا حملا ڪيا ۽ ڪيترن يهودين کي قتل ڪري، باقيءَ کي گرفتار ڪري پاڻ سان ساڻ وٺي وڃي بابل ۾ قيد ڪيو. انهيءَ حملي کان ٦٠ سال پوءِ فارس (ايران) جي شهنشاهه سائرس اعظم فرات نديءَ

يونځ سمنڊ جي وچ وارا علائقا فتح ڪري يهودين کي آزاديءَ سان فلسطين وڃڻ جي اجازت ڏني.

سڪندر مقدوني 332 ق - م ۾ اتر فلسطين تي حملو ڪري، ان جي آزادي ختم ڪئي.

320 ق - م ۾ بطليموس ۽ 66 ق - م پامپي ۾ (رومي) بادشاهن يهودين کي تنگ ڪيو ۽ 51 ق - م ۾ هڪ بلوي کان پوءِ ٽيهه هزار يهودين کي غلام بنائي ڇڏيو.

حضرت عيسىٰ جي پيدائش کانپوءِ يهودين حضرت عيسىٰ آڏو آزاديءَ لاءِ فريادون ڪيون جنهن تي حضرت عيسىٰ کين پاڻ ۾ نہ وڙهڻ ۽ اخلاق سڌارڻ جي تلقين ڪئي، ليڪن يهودين ان سان نہ صرف بدسلوڪيءَ وارو برتاءُ ڪيو پر ڪيس صليب تي بہ چاڙهيو ۽ ان کان پوءِ بني اسرائيل جي يهودين لاءِ بربادي مقدر بڻجي وئي. 70 ع ۾ قيصر روم حملو ڪري يهودين جو قتل عام ڪري سندن هيڪل کي مسمار ڪيو. 135ع ۾ شاه هيڊرسن يروشلم تي قبضو ڪري يهودين کي بي دخل ڪيو. 101ع کان وٺي 236ع تائين مختلف وقتن تي يهودين يروشلم تي ٻيهر قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ عيسائين جو قتل عام ڪيو. تڏهن بہ اقتدار حاصل نہ ڪري سگهيا.

فلسطين ، جيڪو جاگرافيائي لحاظ کان هاڻي 160 ميل ڊگهو ۽ وڌ ۾ وڌ ويڪري ايراضي 70 ميل تي مشتمل آهي، يعني 26421 چورس ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي.پهاڙن جي چوٽيءَ کان سندس سمورو ڦهلاءُ يونځ سمنڊ ۽ ميت (Moab-Deadsea) سمنڊ تائين ڏسڻ ۾ ايندو، ان جو ڏهہ هزار چورس ميل گهٽو ڪريٰ وارياسو ريگستان ۽ چوٽيدار پهاڙين سان آهي. باقي هڪ ننڍڙو حصو زرخيز زمين تي مبني ، زراعت لاءِ موزون آهي.

فلسطين جي تاريخ متعلق خوشحال طبقي جي عيسائين، خاص ڪري پروٽسٽنٽ عيسائيءَ فرقي موجب ، جنهن جي تربيت عهدنامو عتيق (old Test tament) ( قديم عهدنامو ) يا خداوندي دستور مطابق ٿيل هجي،

سي فلسطين کي يهودين جو ملڪ ڪري تسليم ڪن ٿا. جنهن جو اختتام مسيح جي اچڻ تائين چيو وڃي ٿو. ان ڪان پوءِ جا ٻه هزار سال انهيءَ ملڪ ۾ يهودين جو ناءُ نشان به ڪونه ملي ٿو.

يهودي قبيلن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو الڳ الڳ ٽولن جي شڪل ۾ مختلف وقتن تي فلسطين ۾ داخل ٿيا هئا. جيڪو انوقت ڪنعان هيو. سي ڪان پهريائين قديم هجرت ميسوپوٽاميا (عراق ) ڪان ٿي، جيڪا حضرت ابراهيم سان گڏ منسوب ڪئي وڃي ٿي. ان ڪان ڪجهه عرصو پوءِ چوڏهين صدي قبل مسيح ۾ آرميني داخل ٿيا، جنهن جو تعلق شام تي آراسيون حملي سان ٿيو. ان سمي ڪان ونی فلسطين ۾ ٻه هزار سالن تائين ڪنعاني آباد هئا، جنهن تان ان علائقي تي ڪنعان نالو مشهور ٿيو. ڪنعاني مهذب ۽ ترقي يافته هئا، ليڪن ان جي برعڪس يهودي غير مهذب ۽ غير ترقي يافته هيا. سندن سذريل مخالف کين هبرو (Habiru) چوندا هئا، هي هڪ قديم بابلي اصطلاح هو ،جنهن جو مقصد خانه بدوش اڻ آريه، اڻ سذريل يا ڦورو چيو وڃي ٿو. يهودين آهستي آهستي پهاڙي ءِميداني علائقو فتح ڪري ورتو. ميداني علائقي ۾ ڪيترا قلعيبند شهر هئا، جن ۾ ڪنعاني رهندا هئا ۽ يهودي زرخيز ساحلي علائقي تائين پهچڻ ڪان اڳ روڪيا ويا هئا. ٿوري وقت ڪانپوءِ يهودي ڪنعان ۾ داخل ٿي پهاڙين ۾ پنهنجي لاءِ محفوظ جڳهون جوڙڻ لڳا، جتي فلسطيني قوم جا اصلوڪا رهاڪو رهائش پذير هئا، هي پاڻ کي فلسطائن چوائيندا هئا. هي قبيلا ڪريٽ ۽ ايجين سمنڊ جي ننڍن ٻيٽن ۾ آباد هئا، جتي يونانين جي اچڻ ڪانپوءِ انهن کين ڪڍي ٻاهر ڪيو ۽ يونچ سمنڊ جي ڪنارن تي گهمندي ڦرندي ٻارهين صدي قبل مسيح ڪان اچي ڪنعاني ڪناري تي آباد ٿيا ۽ پنهنجو نالي پويان ان ڌرتيءَ جو نالو فلسطين رکيو ويو.

يهودي سلطنت هڪ هزار قبل مسيح جي قريب قائم ٿي. يروشلم کي حضرت دائود (1006) جبو سيون (Jebusites) ڪان فتح ڪيو هو. حضرت سليمان جي حڪومت ختم ٿيڻ تائين.، هن شهر تان اسرائيلين جو قبضو ختم ٿي چڪوهو. انهن جي خاتمي ڪانپوءِ هي سلطنت ٻن حصن ۾

ورهائجي وئي. جنهن مان هڪ ڏاکڻي حصي فلسطين (يهوڏا) ڪوٺايو. جنهن جو مرڪز يروشلم ڪيو ۽ ٻئي حصي کي اسرائيل سڏيو.

اهڙي طرح فلسطين جي علائقي تي رومي حڪمران قسطنطين بيت المقدس کي عيسائي رياست ۾ شامل ڪري ڇڏيو .

سنه 395ع ۾ بيت المقدس روم جي اڀرندي سلطنت جو صوبو بنجي ويو. يهودين ايراني بادشاهه خسرو ثاني، وٽ پناهه ورتي ۽ ان سان گڏجي بيت المقدس جو عيسائين کان قبضو ڇڏرايو. ان کان پوءِ 636 چوڏنهن سالن ۾ روم جي شاهه هرقل عيسائين جي شڪست جو بدلو چڪائڻ لاءِ حملو ڪيو ۽ خسرو بادشاه جي فوجن کي شڪست ڏيئي صليب کي يروشلم ڪٺي ويا ۽ فلسطين مان يهودين کي ڪيڍي ڇڏيو. شاهه هرقل جي ڪاميابي کان وٺي حضرت عمر فاروق جي دور خلافت ٦٣٦ع تائين عرب مسلمانن فلسطين تي قبضو ڪري ورتو ۽ مختلف مسلمان خاندانن ڊگهي عرصي تائين فلسطين تي حڪومت ڪندا رهيا.

ستين صدي عيسويءَ ۾ جيئن ئي اسلام ابريو ته خلافت جي دور ۾ عرب کان ٻاهر ٻيڻڪن وڌائڻ جي ملڪ گير حوس جي ابتدا ٿي، ان زماني ۾ فلسطين قيصر روم هرقل جي قبضي هيٺ هيو. هرقل جي ڀاءُ ٿيو ڊور (Theodosius) کي خالد بن وليد اجنادين علائقي ۾ شڪست ڏني. جيڪو غازا ۽ يروشلم جي وچ تي علائقو هيو. جڏهن عربن بيت المقدس (holy city ) کي فتح (638ع ) ڪيو ته اها مقدس جاءِ يروشلم جي مسيحن ۽ مسلمانن جو گڏيل زيارت گاهه بنجي وئي، اهڙي طرح فلسطين مسلم عرب دنيا جو حصو بنجي وئي، جيڪا لڳاتار 1981ع تائين فلسطين عربن جي هئي. انهيءَ وچ ۾ رڳو مختصر عرصو 1096ع کان 1187ع تائين صليبي (crusaders) حڪمرانيءَ هيٺ هلي وئي.

ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ يهودين فلسطين کي حاصل ڪرڻ لاءِ مسلمانن سان صليبي جنگيون وڙهيون، تڏهن به فلسطين مسلمان عربن جي هٿ هيٺ رهي، جڏهن نائين ۽ ڏهين صديءَ ۾ ترڪن مذهب اسلام اختيار ڪيو ته،

ترڪيءَ جي عثماني حڪومت جو بنياد وجهندڙ عثمان بن ارطغرل ( Ottman bin artughril) هيو. ارطغرل هڪ قبائلي سردار هيو، جيڪو 1289ع دوران رومي سلطنت جي سرحد تي حفاظتي گارڊ هيو. عثمان اول پنهنجي پيءُ جي پيروي ڪندي رومي سلطنت جا ڪافي علائقا قبضي ڪري ورتا. ليڪن عثماني ترڪن جي سلطان ارخان اول (Orkhan 1 ) کان شهنامه ايندرونيڪس جي اڳواڻيءَ ۾ مالٽيپ (Malltape ) وٽ رومين شڪست کاڌي ( 1329ع ) ان کان پوءِ آهستي آهستي سمورو مشرق وسطيٰ، جيڪو پونچ سمنڊ جي چوڌاري رياستن ، ڳاڙهي سمنڊ کان پورٽ عدن، ۽ بڊاپيسٽ ، بلغراد کان ڪريميه جي اتر ۾ بليڪ سمنڊ کان الجيريا ، لبيا، مصر، شام، عراق، بالڪن رياستون ۽ هنگري، پولينڊ ۾ رشيا سان حصيدار هيو. اهو سمورو علائقو ترڪي شهنشاهت جي ملڪي حوس گيري جي هيٺ هيو. اهڙي طرح فلسطين تي به ترڪيءَ جي سلطنت عثمانيه قبضو ڪيو. تڏهن به فلسطين مسلمانن جي دسترس ۾ رهي. عثماني دور حڪومت ۾ فلسطين عربن جو علائقو هيو. کين شهري، سياسي ۽ مذهبي حق ساڳيائي حاصل هئا، جيڪي ترڪن کي حاصل هئا. عربن جي مقامي حڪومت ۽ ميونسپالٽيون استنبول جي عثمانيه پارليامينٽ لاءِ نمائندا چونڊيا ويندا هئا. عربن کي وڏيون نوڪريون، مرڪزي حڪومت ۽ آرميءَ ۾ پورو حصو ملندو هو. جڏهن پهرين عالمي جنگ لڳي ته فلسطين برطانيه جي قبضي هيٺ اچي ويو ۽ ترڪي سلطنت جي ورهاست ۽ حصاپتيون شروع ٿيون.

يهودي هڪ مخصوص ذهنيت، تعصب ۽ احساس برتريءَ ڪري سڄي يورپ ۾ نوڪرون کائيندا رهيا، ليڪن ڪٿي به هنن جو قومي تشخص تسليم ڪونه ڪيو پيو وڃي. انهيءَ خاص ذهنيت ڪري هنن جو خفيه تحريڪون هلائڻ معمول بنجي ويو هو. صيهونيت به انهن جي هڪ مخصوص تحريڪ هئي، جنهن جو مقصد اهي يهودي آهن، جيڪي صيهون (يروشلم جو هڪ جبل ) طرف آباد ٿي فلسطين ۾ يهودي قومي حڪومت جوڙڻ جا خواهان هئا.

صيهونيت جي منظم نموني سان شروعات ٿي چڪي هئي، جنهن جو پهريون هيڊ ڪوارٽر ويانا ۾ هيو. 1854ع ۾ برطانيه هڪ يهوديءَ ڪمپني قائم ڪئي. 1886ع ۾ جارج ايبٽ " چولسائين " نالي هڪ سوسائٽي قائم ڪئي، جنهن جو مقصد فلسطين ۾ يهودين جي آبادڪاري ڪرائڻ هو. اهڙي طرح فلسطين تي 1917ع ۾ جنرل ايلنبي جي اڳواڻي ۾ انگريزن قبضو ڪري ورتو هوءِ ان وقت تائين يهودين جي آبادي فلسطين ۾ تمام ٿوري هئي. 1896ع ۾ ويانا جي هڪ يهودي صحافي ڊاڪٽر هرزل "يهودي رياست" جو نئوس تصور پيش ڪري ورتو. ان حوالي سان 17 آگسٽ 1897ع تي سئزر لينڊ جي شهر بيسل ( Basal ) ۾ صيهوني تحريڪ جي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي. ان ڪانفرنس کان پوءِ يهودين جي باقائدي منصوبا بندي سان فلسطين ڏانهن لڏپلاڻ شروع ٿي وئي. سڀ کان پهريائين روس مان يهودي لڏي فلسطين ۾ داخل ٿيا. برطانيه انهن جي تمام گهڻي مدد ڪئي. انگريزن ترڪيءَ جي سلطان عبدالحميد سان ڊاڪٽر هرزل جون ڳالهيون ڪرايون،جنهن ۾ يهودين جي خودمختياريءَ ڪي تسليم ڪرائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪرائي وئي. ليڪن سلطان صاف انڪار ڪري ڇڏيو.

1898ع ۾ يهودين سلطان عبدالحميد تي بيروني طاقتن جو دٻاءُ وجهرائڻ شروع ڪيو، ۽ ٻئي طرف ان جي اقتدار خلاف تختي اونڌي ڪرڻ جون ڪوششون ۽ سازشون ڪيون. 1902ع ۾ يهودين وري دونمه ۽ فريميسن (Freemason) نالي تحريڪن ذريعي سازشون تيز ڪيون. نيٺ 1908ع ۾ سلطان عبدالحميد جو اقتدار ختم ڪرائي، نئين حڪومت قائم ڪرائي، جنهن تي يهودي وزير بصاريه آفندي، نسيم مزلڪ ۽ جاويدبي شامل ڪيا. انهن پنهنجو اثر استعمال ڪري نيٺ 1914ع ۾ فلسطين جي ڌرتيءَ تي يهودين کي زمين جي ملڪيت خريدڻ جو حق ونرائي ڏنو.

پهرين جنگ عظيم جي هلندي ئي 16 اپريل 1916ع ۾ برطانيه، فرانس ۽ روس جو معاهدو ٿيو هو، جنهن تحت فلسطين کي ترڪيءَ کان ڇڏائي بين الاقوامي ڪميشن حوالي ڪري ڇڏيو. انڪري برطانوي ڪمانڊر ايلن بي فلسطين جي محاذ تي آڪٽوبر 1917ع ۾ خطرناڪ لڙائيءَ ڪانپوءِ قبضو

ڪري ورتو. انهيءَ لڙائيءَ ۾ اتحادين جي مدد لاءِ، ترڪن کي ٻي دخل ڪرڻ واسطي امير فيصل عرب فوج جي مدد انگريزن کي ڏني هئي. 2 نومبر 1917ع تي برطانيہ جي مدد ۽ ساڻ سان اعلان بيلفور وسيلي فلسطين کي يهودين جو قومي وطن قرار ڏنو. اهو اعلان بيلفور (Balfour Declaration) برطانيہ جي وزير خارجہ هنن لفظن ۾ ظاهر ڪيو تہ :

اسانکي فلسطين متعلق ڪو بہ فيصلو ڪرڻ واسطي اُتان جي موجوده عوام کان پڇڻ جي ضرورت ڪانهي. صيهونيت اسانجي لاءِ انهن ست لک عربن جي خواهش ۽ تعصب کان وڌيڪ اهميت رکي ٿي." اچان وڌيڪ هن پنهنجي اعلان ۾ چيو تہ: "ملڪہ معظم جي حڪومت فلسطين ۾ يهودي قوم جي لاءِ هڪ قومي وطن جي قيام کي، حمايت جي نگاهہ سان ڏسي ٿي، ۽ هو ان مقصد جي حصول ۾ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ پنهنجي بهترين جدوجهد استعمال ڪندي. اهو واضح طور تي سمجهيو ويو آهي تہ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪئي ويندي جو فلسطين جي موجوده غير يهودي قوم جي شهري ۽ مذهبي حقن کي نقصان پهچائي سگهي، يا انهن جي حقن ۽ سياسي موقف کي، جنهن سان يهودي ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ رهائش پذير آهي، تہ اهو نقصان پهچائي".

انهيءَ اعلان کان اڳ عربن جي آبادي فلسطين ۾ 93 سيڪڙو هئي، ۽ ان کان پوءِ دنيا جي يهودين جو فلسطين ڏانهن سيلاب پلتجي پيو ۽ عربن جون زمينون ڏڙاڏڙ يهودين جي نالي وڪرو ٿيڻ لڳيون، جيڪي يهودي گهٽو ڪري غير حاضر هئا.

انهيءَ وقت صيهوني اڳواڻ ڊاڪٽر ويزمين چيو هو تہ: " حالانڪہ اسان فلسطين کي خالص يهودي رياست جوڙڻ گهرون ٿا. تڏهن بہ جيڪي عرب فلسطين ۾ رهڻ گهرن ٿا، انهن کي ان جي اجازت ڏني ويندي. ليڪن جيڪي نٿا رهڻ گهرن ، انهن لاءِ مصر ، شام ۽ موآب جي پهاڙين جي هُن پار وسيع صحرا آهي. جتان هو اچي هتي آباد ٿيا هئا". انهيءَ جهڳڙي هلندي امير فيصل آڪٽوبر 1918ع ۾ برطانيہ جي اشاري تي انهن علائقن ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي، ليڪن فرانس هن جو مخالف هيو، ۽ ترڪيءَ جي عرب

علائقن کي هو خفيه معاهدن تحت ورهائڻ گهري پيو، حالانڪ ١٩١٩ع ۾ ورسيلز امن ڪانفرنس (Versailles peace conference) ۾ اقوام عالم فلسطين ، عراق، شام ، لبنان ۽ شرق اردن (Transjordon) کي آزاد رياستن طور قبول ڪيو هو. پر امن ڪانفرنس ۾ برطانيه ، فرانس جي خيال کي قبول ڪري ورتو. اهڙي نموني امير فيصل شامين جي حمايت وٺي جولاءِ 1919ع ۾ پنهنجي خود مختيار بادشاهت جو اعلان ڪيو، ليڪن فرانس قبول نه ڪيو ۽ فرانس امير فيصل کان مطالبو ڪيو ته هو جلدي شام مان نڪري وڃي. شاهه فيصل برطانيه کان مدد گهري، پر ان لاچاري ڏيکاري، آخرڪار فرانس فوجي طاقت ذريعي شاهه فيصل کي ڌڪي ٻاهر ڪڍيو.

انهيءَ کان پوءِ جولاءِ 1919ع ۾ شام ۾ هڪ ڪانفرنس عربن منقعد ڪئي، جنهن ۾ عربن اتفاق راءِسان هيءَ قرارداد پاس ڪئي ته " اسان شام جي انهيءَ ڏاکڻي حصي ۾، جيڪو فلسطين جي نالي سان مشهور آهي، اها يهودي وطن واري قيام متعلق، صيهونيت جي انهيءَ دعوا کي رد ڪريون ٿا. ۽ اسان پنهنجي ملڪ جي ڪنهن به حصي يا ٽڪري تي يهودين جي داخل ٿيڻ جا مخالف آهيون. اسان انهيءَ کي تسليم ڪونه ٿا ڪيون ته ڪو يهودين کي ڪنهن به قسم جو اهڙو حق حاصل هجي. اسان انهن جي دعوائن کي پنهنجي قومي بقا، سياسي ۽ معاشي زندگيءَ لاءِ هڪ خطرناڪ ڌمڪي خيال ڪريون ٿا. اسانجا پنهنجا يهودي شهري بدستور انهيءَ حق سان مستفيد هوندا ۽ حب الوطني جي انهن ذميدارين سان سرشار هوندا، جيڪي اسان سيني جون گڏيل ۽ ساڳيون آهن. انهيءَ شامي ڪانگريس کانپوءِ برطانيه مسلسل عرب - يهودي مسئلي جي حل لاءِ نام نهاد ڪميشنون جوڙيندي رهي، جنهن جو سلسلو صدر ولسن جي ڪنگ ڪرين ڪميشن کان شروع ٿي 1936ع تي پيل ڪميشن تي ختم ٿيو. انهن سيني هنگامن ۽ بغاوتن جي تهه ۾ وچي ساڳي قسم جي سببن جو انڪشاف ڪيو ته " قومي آزاديءَ لاءِ عربن جي خواهش" ۽ يهودي قومي وطن جي قيام کان نفرت " ظاهر ڪئي ٿي.

نيٺ برطانيه هڪ طرفو فيصلو ڪري پهرين جولاءِ 1920ع تي فلسطين

کي انگريز هاءِ ڪمشنر سر هربرٽ سوئيل جي حوالي ڪيو ويو، جنهن يهودين جي چڱي نموني حوصلي افزائي ڪئي. انهي وقت فلسطين ۾ تيرنهن ضلعا هئا، جن کي آهستي آهستي گهٽائي ست ڪيو ويو. ان کان پوءِ سموري علائقي کي ٻن ضلعن ۾ ورهايو ويو، هڪڙو ڏاکڻو ضلعو يافہ ۽ ٻيو اتريون ضلعو حيفہ بنايو ويو. يهودين کي حڪومت جي انتظام ۾ برابر شريڪ ڪيو ويو خاص ڪري تعليم ۽ زراعت جا محڪمہ مڪمل يهودين جي حوالي ڪيا ويا. تنهن ڪري يهودين کي سرڪاري زمين مفت ڏيئي ٻي انداز قرضن سان نوازيو ويو ۽ آهستي آهستي عرب فلسطينين کي ڳوٺن مان ٻي دخل ڪري يهودي ڪالونيون جوڙيون ويون.

1926ع ۾ يروشلم ۽ ان جي پسگردائي واري علائقي کي يافہ کان الڳ ڪري ، هڪ وڏيڪ خاص نئون انتظامي ضلعو جوڙيو ويو.

پهرين سيپٽمبر 1922ع جي سياسي آئين موجب ۽ 4 مئي 1923ع دوران آئين ۾ ڪيل ترميم موجب برطانيہ جو مقرر ڪيل هاءِ ڪمشنر سڀ کان وڏو فوجي ۽ ملڪي اقتدار جو مالڪ بنايو ويو. هن کي مجلس عاملا (ايگزيڪيٽو ڪائونسل )جو صدر بہ بنايو ويو. انهيءَ ٻنيرائيءَ تي مختلف ملڪن مان انگريزن جي مدد سان يهودي اچي فلسطين ۾ پنهنجيون بستيون جوڙيندا ويا. 1939ع ۾ انهن جو تعداد ڇهہ لک ٿي ويو ۽ عربن سان سندن تضاد شروع ٿي ويو. قومي اسمبليءَ ۾ 22 ميمبرن مان فلسطيني عرب فقط 11 هئا. فلسطينين اهڙي نا انصافي ۽ ٻين مسئلن خلاف احتجاج ۽ هڙتالون شروع ڪيون. فلسطين ۾ تحريڪ آزاديءَ جو رهنما مفتي اعظم سيد محمد امين الحسيني (Syed Mohummad Amin Al-Husseini) هيو. ان جي اڳواڻي ۾ 1933,1929,1928 ۽ مارچ 1936ع ۾ وڏي پيماني تي هڙتالون ٿيون جنهن کي تشدد ۽ رتوڇاڻ ذريعي دٻايو ويو. پر جڏهن هڙتالن جا نتيجا ظاهر ٿيا تہ انگريز آفيسر بہ ٻڪ مرڻ لڳا. تڏهن عرب شيخن کي وچ ۾ آڻي 16آڪٽوبر 1936ع تي هڙتال ختم ڪرائي وئي. لارڊپيل جي سرواڻيءَ ۾ هڪ شاهي ڪميشن قائم ڪئي وئي ، ليڪن فلسطينين انهيءَ جو بائڪاٽ ڪيو. ڪميشن شروع ۾ ئي پنهنجي مقرر

ڪيل پروگرام تحت فلسطين کي يهودي ۽ عرب ۾ حصن ۾ ورهائڻ ۽ بيت المقدس کي برطانيہ جي زير اثر رکڻ جي تجويز پيش ڪئي .

اهو بہ چيو ويو تہ جيڪڏهن عرب انهيءَ تجويز کي تسليم نہ ڪن تہ جلدي مارشل لا لڳائي فلسطينين کان هٿيار جمع ڪرايا ويندا . انهيءَ جي ردعمل ۾ 1937ع ۾ شام بيوزان علائقي ۾ عرب قومي ڪانفرنس ڪئي، جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ اعلان بيلفور ختم، ۽ يهودين جي آبادڪاري ۽ فلسطين جي ورهاست جي مخالفت ڪري ڪميشن جي تجويز کي رد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. جنهن کان پوءِ فلسطين جي قومي تحريڪ ابتدا ڪئي، جنهن کي سختي سان دٻائڻ شروع ڪيو ويو. جنهن سبب خونريز فسادن جنم ورتو. انهيءَ مسئلي ڪري 1939ع ۾ لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس ٿي، جتي بہ عربن ۽ يهودين جو ناهم نہ ٿي سگهيو. 1936ع کان 1939ع تائين فلسطين ۾ برطانيہ جا هڪ لک کان وڌيڪ فوجي هئا ۽ پوري طاقت سان ايمرجنسي قانون تحت عرب آباديءَ خلاف سخت قدم کنيا.

انهيءَ وقت پندرهن 15 هزارن کان وڌيڪ فلسطينين کي شهيد ڪيو ويو، ۽ 30 هزارن کان وڌيڪ زخمي ٿيا ۽ هڪ ئي وقت يا ٻن پيرن ۾ هڪ لک فلسطينين کي برطانوي قيدن يا بيگار ڪئمپن ۾ رکيو ويو. فلسطين ۾ ڪيترن برطانوي ڪميشن کي اتان جي حالات جي جاچ ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو، جيڪي سڀ ان نتيجي تي پهتا هئا تہ هتي برطانوي راڄ جاري رکڻ ناممڪن آهي. جنهن جا بہ نہ ختم ٿيندڙ ڪارڻ هئا. هڪ تہ فلسطين جي اصل آبادي ۽ ٻي يهوديت.

1939ع ۾ برطانوي حڪومت هڪ وائيٽ پيپر جاري ڪيو، جنهن ۾ اقرار ڪيو ويو هو تہ برطانوي حڪومت عربن کي پنهنجي انتظام سنڀالڻ جو موقعو ڏيندي ۽ يهودين جي هجرت جي روڪٿام ڪندي. جنهن جي نتيجي ۾ يهودي عالمي ايجنسيءَ (International jewish agency) کي ڪاوڙ لڳي ۽ هن دهشت گرد تنظيم (Terrorist gangs of jews) ناهي برطانوي حڪومت . فلسطيني حڪومت ۽ عرب فلسطيني رهواسين جي خلاف دهشت گرد ڪاروايون شروع ڪيون. نيٺ يهودين جي دهشت

گردي ايتري وڌي وئي جو 10 آڪٽوبر 1944ع تي برطانيه حڪومت پنهنجي هڪ بيان ۾ صيهونيت جي مذمت ڪئي.

تنهن هوندي به برطانيه ۽ آمريڪه جي هڪ گڏيل ڪاميٽي " اينگلو آمريڪن " هڪ لک يهودين کي فلسطين ۾ آباد ٿيڻ جي اجازت ڏني، وڌيڪ اهو به چيو ويو ته فلسطين کي بين الاقوامي علائقو قرار ڏنو وڃي. انهيءَ لاءِ آمريڪا فوجي ۽ سياسي خدمتون پيش ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو.

1947ع ۾ برطانيه حڪومت فيصلو ڪيو ته هو وڌيڪ پنهنجي حڪومت فلسطين ۾ جاري نٿي رکي سگهي ۽ يو . اين . او کي پنهنجيون ذميواريون سنڀالڻ لاءِ چيو ويو. جڏهن اپريل 1947ع ۾ يو . اين .او جي جنرل اسمبليءَ هن مسئلي تي بحث جو آغاز ڪيو ته، ان وقت فلسطين ۾ 1350000 عرب فلسطيني رهندڙ هئا ۽ به لک اصل يهودي ۽ چار لک پنجاهه هزار يهودي هجرت ڪري اچي آباد ٿيا هئا. 15 مئي 1947ع تي هڪ خاص ڪميٽي فلسطين لاءِ قائم ڪئي وئي، ان يارنهن رڪني ڪميٽي ۾ ڪئناڊا، ۽ چيڪو سلواڪيه، گوئٽي مالا، نيڌرلينڊ، پيرو، سوئڊن، يورا گوئي وغيره فلسطين جي تقسيم جو حل پيش ڪيو. هندوستان، ايران ۽ يوگوسلوايه وفاقي نظام تجويز ڪيو. جڏهن ته آسٽريا غير جانبدار رهي. انڪري 31 آگسٽ 1947ع تي به نيون ڪميٽيون مقرر ڪيو ويون. پهرين ڪميٽيءَ ۾ ورهاست جا تفصيل طئي ڪرڻ لاءِ چيو ويو، ۽ ٻي ڪميٽيءَ کي ورهاست واري تجويز تي پابند نه رهڻ واريون پنهنجون سفارشون پيش ڪرڻ لاءِ چيو ويو. پر اولهه وارن ملڪن جي دٻاءَ ڪري اقوام متحده 29 نومبر 1947ع تي هڪ قرارداد ذريعي فلسطين کي ٻن رياستن ۾ ورهائڻ جو فيصلو ڏنو. جنهن ۾ هڪ عرب فلسطين رياست ۽ ٻي اسرائيل فلسطين رياست ۽ يروشلم کي بين الاقوامي علائقو قرار ڏنو ويو، انهيءَ قرارداد جي فيصلي ۾ 23 ملڪن ورهاست جي حق ۾ ووٽ ڏنو جڏهن ته 13 ووٽ مخالفت ۾ ويا ۽ ڏهه غير حاضر رهيا. آمريڪا ۽ روس ورهاست جي مڪمل حمايت ڪئي.

ورهاست واري ريزوليوشن پاس ٿيڻ کان پوءِ جلدئي ٻنهي ڌرين ۾ لڙائي

شروع ٿي وئي. برطانوي حڪومت جي انتظامي پاليسيءَ تحت جيئن تہ عربن کي ملٽريءَ ۾ شامل نہ ڪيو ويو هو، انڪري ڪين ڪنهن بہ قسم جي لڙائي جي تربيت حاصل ڪو نہ هئي ۽ نہ وري جديد هٿيارن جي استعمال جي ڄاڻ هئي. ان جي برعڪس يهودي سٺي تربيت ۽ جديد هٿيارن سان مسلح هئا. پر انهن سيني حالتن جي باوجود عرب سموري آباديءَ جو 82 سيڪڙو کان وڌيڪ هئا ۽ انهن هر محاذ تي يهوديت کي شڪست ڏني هئي ۽ فتح تي فتح حاصل ڪري رهيا هئا. ان وقت اولهہ وارا ملڪ وچ ۾ ڪاهجي پيا ۽ اقوام متحده جي جنرل اسمبلي پهرين اپريل 1948ع تي هڪ حڪم پاس ڪري يڪدم لڙائي بند ڪرڻ لاءِ چيو ۽ اسمبليءَ کي پنهنجي خاص اجلاس ۾ فلسطيني حڪومت جي مستقبل جو فيصلو ڪرڻ ڏنو وڃي، لاءِ چيو.

مارچ 1948ع ۾ يهوديءَ ايجنسيءَ ۽ سندس مسلح گروپن فيصلو ڪيو هو، جنهن ۾ هگانا (Hagana) ديرياسين جي تباهيءَجو منصوبو جوڙيو هو ۽ ان تي ارگن (Irgun ) انتقامي عمل ڪيو هو. جنهن ۾ 350 عرب مرد عورتون ۽ ٻار زنده دفن ڪيا هئا، سترنهن هزار عربن کي شهيد ڪيو ۽ هڪ لک فلسطينين کي بي گهر ڪري ڇڏيو. سندن اهو قدم نازي جرمن، چنگيز ۽ هلاڪو کان بہ وڌيڪ دهشت وارو هو. هڪ طرف اقوام متحده جي سيڪيورٽي ڪائونسل عهدنامو مڙهي رهي هئي ۽ ٻئي طرف يهودي فوجون عربن جي شهرن ۽ ڳوٺن کي نابود ڪري رهيون هيون. برطانوي فوجون جديد هٿيارن ۽ سنچورين ٽئنڪن سان يهودين جو عربن خلاف پورو پورو ساٿ ڏيئي رهيون هيون، جنهن ڪري عربن کي ديرياسين ( Deryasin) ۾ 10 اپريل 1948ع تي، تبيرياس (Tiberias) مان 18 اپريل تي، حيفہ (Haifa) مان 21 اپريل تي، سماخ (Samakh) مان 27 اپريل تي، سملامہ (Salameh ) يازور (Yazur)، بيت داجن (Beit Dajun) ، جافہ (Jaffa) جي پسگردائي مان 28 اپريل تي، نيو ڪوارٽرس آف يروشلم (New Quarters of jerusalam) مان 30 اپريل تي، صافاد (Safad) مان 10 مئي تي ۽ جافا (Jaffa) مان 13 مئي 1948ع تي

سيني عربن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. برطانوي فوجون جيڪي 14 مئي 1948ع تي امن قائم ڪرڻ لاءِ جوابدار هيون، انهن هڪ مڪمل رٿيل منصوبي تحت فلسطينيءَ آباديءَ کي سندن شهرن ۽ ڳوٺن مان يهودين جي ظلم ۽ بربريت کان بچائڻ لاءِ پنهنجيون بسون ، ٽرڪون فلسطينين کي ٻين عرب ملڪن ڏانهن موڪلڻ لاءِ پيش ڪيون هيون ۽ مذڪوره شهرن ۽ ڳوٺن مان عرب آباديءَ کي ٻاهر ڪڍي اسرائيل جي پوري مدد ڪئي. اهڙي طرح فلسطينين جي ڏهه لک عرب آباديءَ کي پاڙيسريءَ عرب رياستن ۾ پهچايو ويو ۽ سندن گهرن ، مال ملڪيت کي ڦريو لٽيو ويو. جيڪي اجتائين تنبوئن ۽ ڪئمپن ۾ رهي رب پاڪ ۾ يقين رکي ان اميد تي ويٺا آهن ته هو هڪ نه هڪ ڏينهن پنهنجي مادر وطن فلسطين ڏانهن ضرور واپس ويندا. ابو ندال جو خاندان به ان وقت پناهگير بنيو هيو، ۽ پاڻ اجان ننڍو هيو، ليڪن انهن حالتن جو سندس تي اثر يقيني اٿر هيو.

جڏهن اقوام متحده جي سيڪيورٽي ڪائونسل اجان ان سوال تي غور ڪري رهي هئي ته ڪنهن کي اعتبار جوڳو سمجهيو وڃي، ته برطانوي حڪومت 14 مئي 1948ع تي فلسطين تي پنهنجي راڄ جي خاتمي ۽ ان سان گڏ يهودي عالمي ايجنسيءَ (World Zionist organisation) طرفان اسرائيل جي خودمختيار رياست جو اعلان ڪيو ويو. جنهن کي آمريڪا جي صدر ٽرومين (Truman ) ڊاڪٽر ويز مين (Dr: weizam) سان مخفي طور ڪيل اقرار موجب اسرائيل جي خودمختيار رياست جي قيام واري اعلان کان صرف به منٽ پوءِ اسرائيل جي خودمختيار رياست کي تسليم ڪيو، اهڙي طرح سڀ کان اول اسرائيل کي سوويت روس به تسليم ڪري ورتو هو.

اسرائيل جي حڪومت قائم ٿيندي ئي اڌ بيت المقدس تي قبضو ڪري ورتو ۽ عرب علائقن تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا . فلسطين جي پاڙيسري عرب ملڪن فلسطين کي يهودين جي ظلم ۽ خونريزيءَ کان بچائڻ واسطي پنهنجون پنهنجون فوجون فلسطين ۾ داخل ڪيون. عرب فوجون تل ابيت تي پهچڻ واريون هيون ته وڏن طاقتن اقوام متحده وسيلي جنگ بندي ڪرائي

ورتي. عرب ليگ بارنهن جون 1948ع تي عالمي راءِ عامہ جو احترام ڪندي عارضي صلح ضور حتئ هفتن لاءِ جنگ بندي ڪئي. 17 سيپٽمبر تي اسرائيل ٻيهر جنگ شروع ڪئي. جڏهن هو شڪست جي ويجهو پهتو تہ اقوام متحده ذريعي مارچ 1949ع ۾ جنگ بندي ڪرائي ڇڏي،ان جنگ ۾ اسرائيل 75 سيڪڙو علائقي تي قبضو ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪانپوءِ اسرائيل مسلسل جارحيت جو مظاهرو ڪندو رهيو، ليڪن اقوام متحده وڏين طاقتن جي چڪر ۾ ڪوڙڪي ڪري ڪجهہ نہ ڪري سگهيو. 5 جون 1967ع ڪان وري عرب اسرائيل جنگ ڇڙي پئي، جنهن ۾ پاڙيسري عرب ملڪن جي ڪيترن علائقن تي اسرائيل قبضو ڪري ورتو.

جن ۾ مصر جي غزه جي پٽي ۽ سيناءِ جو علائقو، اردن جا اردن نديءَ جي ويجهو وارا علائقا ۽ يروشلم ۽ شام کي قنوطره ۽ جولان جي پهاڙين ڪان محروم ڪري ڇڏيو.

اهو سڀ ڪجهہ ڊاڪٽر عاري الڪمان جي چوڻ جو نتيجو هو، جنهن 13مارچ 1952ع ۾ يهودي رياست جي حدن جو تعين ڪندي چيو هو تہ "عظيم تر اسرائيل عراق ڪان سويز تائين ڦهليل آهي " جنهن جو ساڳي طرح اسرائيل جي ليڊر ڊيوڊبن گوريان پڌايو هو.

تنهن ڪري 1956ع ۾ اسرائيل مصر تي حملو ڪيو هو، جنهن ڪري نهر سوئيز (سويز ڪئنال) تان اسرائيلي جهازن جي راهداريءَ تي بندش وڌي وئي انڪري ئي متي چاٿايل 1967ع واري چوٿين عرب اسرائيل جنگ لڳي، ان سبب اسرائيل کي آمريڪا طرفان گهڻي تعداد ۾ فوجي امداد ملي ۽ عرب علائقہ اسرائيل جي قبضي هيٺ اچي ويا، ۽ ان بعد 1969ع ۾ مسجد اقصيٰ کي باهہ ڏني وئي.

اسرائيل جي پهرين وزيراعظم ڊيوڊبن گوريان جي موت ڪانپوءِ مسز گولڊ اميئر وزيراعظم چوندجي آئي، جنهن عربن سان وري لڙائي شروع ڪئي. 1970ع ۾ نئين چونڊيل وزيراعظم بيگن ۽ آمريڪا جي صدر جمي ڪارٽر جي وچ ۾ ڳالهيون ٿيون، جنهن جي نتيجي ۾ مصر ۽ اسرائيل وچ ۾ "ڪيمپ ڊيوڊ" معاهدو طئي ٿيو. جنهن ڪري اسرائيل مصر جا علائقہ خالي

ڪيا. 1981ع ۾ اسرائيل اوچتو عراق تي حملو ڪري بغداد ۾ سندس ايتمي ري ايڪٽر کي تباهه ڪري ورتو ۽ 1982ع ۾ جارحيت جو بيو مظاهرو ڪري ڏکڻ لبنان ۽ بيروت تي زميني ، بحري ۽ هوائي فوجن جو حملو ڪري فلسطيني گوريلن کي الجزائر ڏانهن هجرت ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

انهيءَ سموري مختصر تاريخي سياسي پس منظر مان اسرائيلي ڏاڍ، جارحيت ۽ تشدد وارين موتمار ڪارواين ڪري فلسطينين جو فلسطين کان جلاوطن ٿي بک ۽ بدحاليءَ ۾ گذارڻ وارين حالتن فلسطين ۾ قومپرستيءَ جو انقلابي جذبو جاڳايو. ساڳي وقت عرب دنيا وٽ به اسرائيل جو خوف تلوار وانگر مٿان لٽڪندو رهيو.

جنهن ڪري 1967ع کانپوءِ عرب ملڪن ۾ انقلابي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ هڪ متحده سياسي طاقت ذريعي فلسطيني قومي تحريڪ کي زور وٺرائڻ ضروري سمجهيو ويو. ۽ تمام ٿوري وقت اندر، اهڙي دٻاءُ تحت تنظيم لاءِ اڳواڻن جو هڪ جٿو تيار ڪيو ويو. جيڪي فلسطيني ليڊر برطانيه جي دور حڪومت ۾ پنهنجي عملي ڪردارن سان مشهوري حاصل ڪري چڪا هئا، عرب دنيا ۾ بين سياسي قوتن جي بنسبت سچا محبوطن ظاهر ٿي چڪا هئا. انهن وچولي درجي جي هڪ فوجي طاقت تيار ڪري ورتي، جيڪا پڻ اسرائيل جي سياسي نظرين تحت سندس برداشت جوڳي نه هئي. ان کان به وڌيڪ کين عرب دنيا ۾ وڌيڪ شهرت حاصل ٿي هئي، جاڪاڻ ته هنن شروع کان وٺي عرب رياستن جي حڪومتن جي رواجي طريقن خلاف پنهنجو محاذ قائم ڪيو هو، جيڪي اسرائيلي جهڳڙي ۾ شامل هئا ۽ سندن مجموعي شڪست هر ڪنهن لاءِ اهو سوال پيدا ڪيو هو ته ڇا اهي حڪمران اهڙي طاقت رکن ٿا جو فلسطين جي آزادي ۽ سلامتي لاءِ اسرائيل سان مقابلو ڪري سگهن ۽ ان جو جواب کين 1970-71ع جي وچ ۾ ملي چڪو هو.

نيٺ عرب حڪومتن ۽ فلسطيني تحريڪ اندر اختلافن جنم ورتو، ۽ اسرائيل جي تخليق کانپوءِ فلسطيني عوام ۾ انقلابي تحريڪ اهڙو سازگار ماحول پيدا ڪيو جو اهڙو موقعو عرب دنيا کي اڳ ڪڏهن به نه مليو هو. فلسطين جي روايتي رسمن ۾ رخنو پيو ۽ پنهنجي پنهنجي اقتدار واري بچاءُ

واري پاليسي جي خلاف عرب مدايست ۾ انقلابي تحريڪ زور ورتو. ان ڪان علاوه فلسطيني عام رواجي حالتن کان ٻاهر نڪري ذهين، چست ۽ تعليمي معيار وارن شاگردن ۾ وڏيڪ سجاڳي پيدا ٿي. ڇاڪاڻ ته هنن ظلم، نا انصافين ۽ تڪليفن کي محسوس ڪيو ۽ 1967ع واري لڙائي جي شڪست به فلسطيني عوام کي اهڙو تاثر ڏنو جو رواجي اڳواڻيءَ مان عوام جو اعتماد کڄي ويو ۽ نئين قيادت پيدا ڪئي وئي.

1948ع کان اسرائيل جي ظلم ۾ رتو ڇاڻ وارين حالتن تحريڪ ۾ طاقتور عنصر واري ضرورت کي اڀاريو. ساڳئي وقت مصر، شام ۽ اردن جي علائقن تي اسرائيل جي قبضي، عرب دنيا کي فلسطيني مسئلي کي اوليت ڏيڻ کانسواءِ ٻيو ڪوبه رستو ۽ مقصد نه رهيو هو. ان ڪري فلسطينين پنهنجي نئين سياسي طاقت کي جوڙڻ شروع ڪيو.

سياسي پارٽيون جهڙوڪ استقلال (Istiqlal) ۽ ٻيون علاقائي وچولي طبقي جون تنظيمون قوميت جي اظهار ۾ گڏجي ويون. ان کانسواءِ سياسي ميدان ۾ طاقتور خاندان جهڙوڪ حسيني (Husseinis) ۽ نشاشبي (Nashashibis) پنهنجو پراڻو سياسي بنياد بحال رکڻ شروع ڪيو. حسينين عرب فلسطيني پارٽي (Arab Palestine Party) (الحزب العربي الفلسطيني) (Al Hizb al Arbi Al Fiastini) قائم ڪئي ۽ نشاشبين قومي بچاءَ واري پارٽي (National Defence Party) يعني الحزب الدفاء الوطني (Al Hizbal Difa al watani) قائم ڪئي. پر فلسطيني اڳواڻن مغربي طرز واري سياست جي پويان رواجي بنيادن تي حمايت حاصل ڪرڻ کي ترجيح ڏني. مفتي اعظم حاجي امين الحسينيءَ (Mufti Haji Amin Al Hussaini) سپريم مسلم ڪائونسل (Supreme Muslim council) کي طاقتور بنائڻ جي مهم تيز ڪئي. ان لاءِ ته قومي تحريڪ کي بحال ڪجي ۽ ننڍين بورزوائي پارٽين ۽ گروپن کي ملائي حاجي امين الحسينيءَ هڪ عرب هاير ڪيمٽي قائم ڪئي، جنهن ۾

ڇهه پارٽيون شامل هيون. سندس ڪوشش هئي ته 39-1936ع واري ناڪامي جي بجاءِ گڏيل سهڪار سان نئين فلسطيني تنظيم قائم ڪئي وڃي. جيڪا پنهنجي عليحده حيثيت ۾ يا هاير ڪميٽي جي هڪ حصي طور ترقي ڪري ۽ وچولي طبقي ۾ اهم مقام حاصل ڪري. حالانڪ اڪواڻي ڪندڙ خاندانن جو مطلب تنظيم ۾ وڏيڪ نمائندگي حاصل ڪرڻ هو. جڏهن ته وڏي اڪثريت انهن کي تنظيم ۾ شامل ڪرڻ جي سخت مخالف هئي.

39-1936ع واري بغاوت، جيڪا وڏي پيماني تي پکڙي هئي، ۽ هزارن جي تعداد ۾ برطانوي فوج کي بيوس بڻايو هو. سا اها بنيادي انفرادي، بغير ڪنهن رابطي جي رد عمل طور وڏي هئي ان روايتي رد عمل ۽ سياست ۾ انقلابي تبديلي آڻڻ لاءِ حاجي امين کي هڪ شخص عزيز الدين القاسم (Izzedin Al Qassemi) عرض ڪيو هو ته ڪيس انقلاب جو رستو جوڙڻ لاءِ اجازت ڏني وڃي ته هو تنظيم کي منظم ڪري ۽ فلسطيني عوام جي خواهش موجب پنهنجي آزاديءَ لاءِ ڪو سياسي عمل اختيار ڪن. جنهن اڳتي وڏي غريب پورهيتن ۾ اهڙا خفيه مرڪز قائم ڪيا ۽ 14 نومبر 1935ع تي هن برطانوي فوجين جي خلاف ڀهرين جنگ لڙي ۽ شهيد ٿي ويو. اها بغاوت ٽن سالن تائين هلي، ليڪن نتيجو حاصل نه ٿيو. ليڪن اهو ثابت ڪيو ته اها انقلابي بغاوت ڪنهن عالي مرتب خاندان طرفان نه ڪئي وئي هئي، پر اها فلسطيني قوميت کي قبول ڪرائڻ لاءِ سڌي قوم پرستي جي جنگ سمجهي وئي ۽ هئي. 39-1936 واري بغاوت جي اهم گهٽتائي اها هئي ته ڪا به اهڙي شخصيت ميدان ۾ ڪون هئي جيڪا بغاوت کي منظم صورت ۾ هلائي ۽ ڪار آمد هدايتون ڏئي.

جڏهن ته روايتي اڳواڻي ۾ اهڙو ڪردار ادا ڪرڻ ناممڪن هو ۽ ڪيترا ميمبر ان بغاوت کان ٻاهر هئا. ان بغاوت ۾ ڪيترن ميمبرن برطانيه حڪومت جو ساٿ ڏنو جن ۾ امير طبقي جا اڳواڻ به شامل هئا. هنن بغاوت واري ڪاروائي جي مخالفت ڪئي ۽ شامل فردن جي مذمت ڪئي. نيٺ طاقتور هٿيارن جي گهٽتائي ۽ رابطي جي ڪمزوري سبب بغاوت ڪمزور ٿيندي ٻي عالمي جنگ جي خاتمي سان گڏوگڏ هي بغاوت به ختم ٿي وئي.

انهيءَ ڪانپوءِ جڏهن اسرائيل جو وجود پيو تہ سندس عرب رياستن اردن، شام، مصر ۽ لبنان سان لڙائي ٿي، جنهن جي شڪست سان روايتي قومي تنظيم مڪمل تباهہ ٿي وئي. 1952ع تائين قومي تحريڪ ڪي شڪست جي ڏک ۽ پنهنجي وطن ڪي اسرائيل جي قبضي ۾ ڏسي حيرت ۽ مايوسي ڪري پنجو اچي ويو. 1949ع ۾ اقوام متحده جي قرار داد جي باوجود تہ فلسطيني پنهنجي وطن ڏانهن موٽي وڃن، ليڪن اسرائيل سختيءَ سان ڪنهن ڪي بہ اندر داخل ٿيڻ نہ ڏنو ۽ ان اصول تحت واپسيءَ جي مخالفت ڪئي تہ هو جيئن يهودي رياست ۾ پنهنجي اڪثريت ڪي بحال رکي سگهن.

فلسطين جي روايتي تنظيم جي بربادي‌ءَ فلسطيني مهاجرن ۾ سياسي خلا پيدا ڪيو ۽ هو عرب رياستن ڪي ناڪافي ۽ ناقابل سمجهڻ لڳا. فلسطين جي سياسي طاقتن جي رابطي وارن پٺن- عرب پارٽين جهڙوڪ بعث پارٽي ۽ عرب قومي تحريڪ (ANM) تي زور ڏنو تہ هو عرب قوم جي سيني قوتن ڪي متحد ڪري اهڙو رستو اختيار ڪن، جيئن پوري طاقت سان اسرائيل جي فتني ڪي هميشہ لاءِ ختم ڪري سگهجي.

1956ع ۾ سئيز جنگ تائين فلسطين جي قومي تنظيم جو ڪوبہ نالو نشان ڪونہ هو، پر غازا پٽيءَ تي قبضي ڪانپوءِ مستقبل جي پهرين تنظيم الفتح هئي، جنهن جو بنيادي نالو ”حرڪت التحريڪ الفلسطين“ (Harakat al Tahrir al Filastine) جنهن جي شروع جي لفظن جي ابتڙ بناوٽ سان الفتح جو نالو نهي ٿو تنهن ڪي 31 ڊسمبر 1964ع تي رات جو پئلستائين لبريشن مومينٽ (PLM) جي نالي پنيان ناهيو. اهڙي عمل لاءِ شاگرد ۽ سماجي حلقا ان نتيجي تي پهتا هئا تہ فلسطينين ڪي پنهنجو مسئلو پنهنجي هٿن ۾ ڪٹڻ ڪانسواءِ ڪڏهن بہ حل نہ ٿيندو. تنظيم آهستي آهستي ترقي ڪري پنهنجي سچاٽپ ناصر ازم سان لاڳاپي ۾ ڪرائي. جنهن جو نعرو هو تہ عرب اتحاد سان پين عرب طاقتور ٿيندي، عرب دنيا جي يڪ جهتي 1967ع جي لڙائي کان اڳ ڪڏهن بہ مشهوري حاصل نہ ڪئي هئي ۽ نہ وري عرب رياستن پنهنجي مضبوطيءَ لاءِ هڪ ٻئي سان ويجها ناتا

جوڙيا هئا. جيڪڏهن عرب دنيا هڪ رسيءَ ۾ سلهاڙجي پنهنجي طاقت بعث وارن، ناصر وارن ۽ عرب قوميت (Ba'athists, Nasserities and Arab Nationalists) جي حوالي ڪري ته فلسطين جو قومي مسئلو ۽ اسرائيل کي ڪيڏي ٻاهر ڪرڻ نهايت آسان ٿيندو ۽ عرب حڪومتون ٻاهرين دنيا ۾ پنهنجو مقام بلند ڪنديون ۽ ٻاهرين دشمن تي حاوي رهنديون.

فلسطين جي نئين قومي تنظيم جو عرب رياستن تمام گهڻو آڌر ڀاءُ نه ڪيو. ساڳي وقت الفتح کي ڪن عرب حڪومتن سينٽو (CENTO) جو ايجنٽ سڏيو. 1967ع تائين سڀني فلسطيني تنظيمن ۾، جيڪي چوڌاري پکڙيل هيون، تن ۾ ڪابه سيڪريسي يا رازداري نه هئي ۽ اسرائيل کي سندن منصوبه بنديءَ جي مڪمل ڄاڻ حاصل ٿيندي رهي ٿي، ڄاڪاڻ ته عرب حڪومتن جو رويو درست نه هئڻ ڪري تحريڪ جي اڳواڻن جي نظر بندي، سزائون ۽ خراب برتاءُ جي ڪري اسرائيل کي معلومات ملندي رهي هئي.

1960جي ڏهاڪي جي شروعات ۾ واقعن سان ٿي جنهن فلسطين جي سياسي سوچ تي گهڻو اثر ڇڏيو. سيپٽمبر 1961ع ۾ شام مصر سان يونائيٽيڊ عرب ريپبلڪ اتحاد کان علحدگي اختيار ڪئي. جيڪو ناصر ازم ۾ عرب اتحاد جو مرڪزي نڪتو هو. جڏهن ته اهڙي عملي مظاهري جي ڪري فلسطينين ۾ پنهنجي قومي مسئلي کي ناصر ازم ۾ حل ٿيڻ جي اميد پيدا ٿي هئي، ان جي نتيجي ۾ ٿيهن کان وڌيڪ فلسطيني تنظيمون قائم ٿيون، جن ۾ ڪيتريون ته صرف پنهنجي اڳواڻن تائين محدود هيون. جن ۾ هر هڪ جو پنهنجو پنهنجو نظريو هو، جيڪو سندن خيال ۾ مسئلي جو واحد حل هئو. جنهن ڪري هڪ طاقتور ۽ مؤثر عمل جي رستي ۾ وڏي رڪاوٽ ٿي. ٻئي طرف 1962ع ۾ جڏهن الجزائر جو انقلاب آيو، جنهن عملي ڪاروائي جي نتيجي ۾ ڪين ڪاميابي ٿي هئي، فلسطينين کي به ساڳي عمل ڪرڻ سان پنهنجي منزل ويجهي نظر آئي. الجيريا کي ٻين عرب رياستن فوجي ڀرتي، هٿيارن جي حصول ۽ مسلح جدوجهد ۾ پوري مدد ڪئي هئي. جنهن جي نتيجي ۾ انهن آزادي حاصل ڪئي هئي. انڪري ڪيترن نوجوان

فلسطيني مليشائن انهي نظريي کي تسليم ڪيو. پوري نظريي تحت الفتح بہ پنهنجو نقطہ نظر تبديل ڪري عملي قدمن کڻڻ لاءِ پنهنجي ملٽري تنظيم بندي ڪئي.

جڏهن تہ هنن 1958ع کان 1961ع تائين ڪجھہ سال سياسي عمل ۾ ضايع ڪيا هئا. انڪري 1962ع کان تنظيم پنهنجي سڄي طاقت مسلحہ جدو جهد تي ڏني ۽ فوجي تنظيم العاصفہ قائم ڪئي. الفتح سياسي جدوجهد ڇڏي مسلحہ جدوجهد کي ان ڪري اپنايو تہ هنن کي يقين ويهجي ويو هو تہ هو سياسي جدو جهد ذريعي ايتري طاقت حاصل ڪري نہ سگهندا جو پاڻ کي مستحڪم ڪري اسرائيل سان مقابلو ڪن.

نيٺ العاصفہ (Al Assifa) مان ڪجھہ ماڻهن اسرائيل جي اندر حملو ڪيو ۽ انهيءَ آپريشن جو فوجي ڪميونڪي (communique) پهرين جنوري 1965ع تي جاري ڪيو ويو. جيڪو هيئن هو تہ "رب پاڪ تي ڀروسو رکي، پنهنجي عوام جي ۽ پنهنجي وطن کي ڀيهر حاصل ڪرڻ لاءِ عملي جدو جهد تي يقين کي قبول ڪندي، جهاد جي فرض کي قبول ڪندي، ايٽلانٽڪ سمنڊ کان گلف (نار) تائين عرب انقلاب ۾ يقين رکي ۽ دنيا جي آزاد ۽ ايماندار ماڻهن جي حمايت تي ڀروسو ڪري 31 ڊسمبر 1964 جمعي جي رات اسان جي حملا آور فورس جي گروپن حرڪت ڪئي ۽ پنهنجي فرض ادائگي سان غذب ڪيل علائقي جي اندر سيئي آپريشن سر انجام ڏئي سلامتيءَ سان پنهنجي مرڪز ۾ واپس پهچي ويا. اسان پنهنجي دشمن کي خبردار ڪيون ٿا تہ عرب شهرين جي خلاف دشمني وارو قدم نہ کڻي. جيڪڏهن هن اهڙو قدم کنيو تہ سندس حملي جو جواب ساڳي حملي سان ڏنو ويندو ۽ سندس ڪاروائي کي جنگي جرم طور تصور ڪيو ويندو. اسان انهن ملڪن کي بہ خبردار ڪيون ٿا تہ جيڪو ملڪ دشمن جي طرف کان مداخلت جي ڪهڙي بہ طريقي سان ڪوشش ڪندو تہ اسان جون فوجون انهي رستي کي صاف رکڻ لاءِ انهن رياستن جي مفادن کي جتي بہ هجن سبوتاژ ۽ ڊاهڻ جي پوري ڪاروائي ڪنديون. اسان جي عوام جو اتحاد ۽ پنهنجي اقتدار ۽ وطن جي واپسي جون ڪوششون زنده رهن".

جنرل ڪمانڊ العاصفہ فورس (General Command Assifa Force)

الفتح وانگر فلسطيني قيام لاءِ پاپولر فرنٽ، ڪي ٽن پراڻن آزاد گروپن گڏجي جوڙيو. انهيءَ جو بنياد 11 ڊسمبر 1967ع ۾ رکيو ويو. انهيءَ PFLP کي مارٽر (Martyr) عبدالطيف شرور (Abdul Latif Shraur) مارٽر عزيز الدين قاسم ۽ مارٽر عبداقادر حسينيءَ جي گروپن جنم ڏنو، جنهن جو اڳوڻ جارج حباش کي ڪيو ويو. جارج حباش 1926 ۾ لڏا (Lydda) ۾ ڄائو ۽ يوناني برادريءَ جو فلسطيني آهي. ۽ آمريڪن يونيورسٽي بيروت مان ميڊيسن ۾ ڊاڪٽري ڪئي آهي. انهن گروپن جي پهرين سياسي بيان مان مراد اُها هئي ته "قدرت انهن جي مدد ڪندي آهي جيڪي پنهنجي مدد پاڻ ڪندا آهن" ان تي عمل ڪندي پنهنجي عوام جي سيني انقلابي قوتن کي شامل ڪري پنهنجون پوريون ڪوششون ۽ وسيلا دشمن سان هڪ ڊگهي ۽ ڪڙي جنگ لاءِ استعمال ڪجن. اهڙي اسٽيٽ مينٽ سيني فلسطيني طاقتن ۽ گروپن لاءِ هڪ مرڪزي دروازو کوليو ته ان قومي انقلابي جدو جهد ۾ شامل ٿي هڪ مضبوط قومي اتحاد قائم ڪري فلسطين جي آزاديءَ لاءِ مسلح جدو جهد شروع ڪن. اهي مٿيان ٽي گروپ هي هئا، (The Heroes of the Return organizers) ۽ (The National Front for the libration of Palestine young men of Revenge) ۽ ٽيون گروپ پئلستائين لبريشن فرنٽ هيو، هي سمورا عرب قومي تحريڪ سان ڳنڍيل هئا. انهن ۾ جارج حباش مشهور اڳوڻ هيو، جن گڏجي پاپولر فرنٽ لبريسن آف فلسطين (PFLP) (The Popular Front for the libcration Of palestine) کي تخليق ڪيو، جنهن جا پنهنجا ڇهہ اصول بيان ڪيا، جن تي يقين رکي پنهنجي راهہ عمل جو بنياد فراهم ڪيو.

(١) تہ صرف اها ٻولي جيڪا دشمن کي سمجهہ ۾ ايندي، سا آهي انقلابي بغاوت يا جدو جهد.

(٢) دشمن سان انهن علائقن ۾ مسلح جنگ ڪبي جيڪي سندن فوجن فتح ڪيا آهن. تاريخ اسان تي فرض عائد ڪيو آهي تہ اسان پنهنجي ڪاروائين جي شروعات اتان ڪريون. جيستائين اسان کي اهڙي طاقت حاصل ٿئي جو اسان دشمن جو کلي عام مقابلو ڪيون ۽ پنهنجو وطن آزاد ڪرائي بي دخل ڪيل هم وطنن کي پسايون.

(٣) مسلح دباءُ کي صرف وڙهندڙن تائين محدود نہ ڪيو وڃي، پر هر فلسطيني هر سطح تي دشمن تي دباءُ وجهڻ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ۽ نہ وري دشمن سان ڪنهن بہ قسم جا لاڳاپا رکيا وڃن. مڪمل طور سندن معاشي، شهري، سياسي تنظيمن جو بائيڪاٽ ڪيو وڃي.

(۴) مسلح جدوجهد ئي صرف هڪ مؤثر طريقو موجود حالتن ۾ حاصل آهي، جنهن سان صيهونيت جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو.

(۵) تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ گهربل سامان جو دارومدار عوام تي ڇڏيو ويو آهي. جنهن ۾ سندن ڀرپور شموليت سان هڪ پاپولر انقلابي تنظيم پنهنجي ڪاميابي حاصل ڪري سگهي ٿي.

(٦) مفتوح علائقن ۾ فلسطيني عوامي جدو جهد عرب انقلاب ۾ هڪ مؤثر شراڪت ڏئي سگهي ٿي ۽ دنيا جي سرمائيداري ۽ شهنشاهي نظام ۽ ان جي حوارين جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو. اها گهرج فلسطين جي عوامي جدوجهد ۾ اهڙو جسماني تعلق پيدا ڪري ڇڏيندي جو عرب عوام هر ڪنهن خوف جو، هر ڪنهن دشمن جو مقابلو ڪري سگهندو. فلسطينين جون مسلحہ ڪاروايون عرب دنيا ۾ اهڙو مقام حاصل ڪري سگهنديون، جيڪو فلسطيني عوام ۽ سندس دشمن لاءِ ضروري آهي.

پاپولر فرنٽ پنهنجو پهريون فوجي پڌرنامو 17 ڊسمبر 1967ع تي جاري ڪيو. جنهن ۾ ال زارا (Alzara) جي ويجهو هڪ ڪاروائي جو فيصلو ڏنو هو. ان کان بہ ڏينهن پوءِ هن پنهنجي پهرين سياسي قدم سان پي ايل او جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي جي ميمورنڊم جي حمايت ڪئي، جنهن ۾ احمد شڪوريءَ (Ahmad Shukairi) جي، جيڪو پي ايل او جو چيف هيو، ان جي برطرفي جو مطالبو ڪيو.

پاپولر فرنٽ جي بناوٽ ڪي آءِ. اين. ايم- (Arab National A.N.M Movement) جي سوچ ۾ بنيادي تبديلي واري قدم جي ضرورت تحت ڏسڻ ضروري آهي. جنهن 1966ع ۾ عرب قومي تحريڪ جي ڪانفرنس دوران ٻن اهم فيصلن تي پهچڻ سان فلسطيني انقلابي تحريڪ تي شاندار اثر ڇڏيو. ڪانفرنس فيصلو ڪيو ته فلسطيني تنظيمن کي عرب قومي تحريڪ A.N.M ۾ اهڙي طرح بدلايو وڃي، جيئن ان کي فلسطيني علائقي ۾ هڪ خاص حيثيت سان سڃاتو وڃي. انهي گروپ کي جارج حباش جي اڳواڻي ڏني وئي. جڪو عرب قومي تحريڪ جو خالق هو، ۽ سائنس احمد يماني (ابو مهر) (Ahmad Yamani-Abu Maher) عبدالڪريم حمد (Abdul Karim Hamad) ابو عدنان، ۽ وديع حداد (Wadih Haddad) جي شراڪت ڏني وئي. ياد رهي ته وديع حداد پڻ آمريڪن يونيورسٽي بيروت مان ميڊيسن ۾ ڊاڪٽري ڪئي. ڪانفرنس ان اصول کي قبول ڪيو ته اسرائيل سان مسلح جدوجهد شروع ڪئي وڃي، پر انهيءَ ۾ ڪجهه وقت رکڻ لاءِ چيو ويو، جيئن تربيت ۽ داخلي لاڳاپن ۽ تيارين کي مضبوط ڪيو وڃي. جارج حباش سرڪاري طور پنهنجو نظريو مارڪس ازم ۽ لينن ازم کي قرار ڏنو.

جڏهن PFLP بين الاقوامي پبلسٽيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ ٻاهرين ملڪن ۾ ڪارروايون ڪرڻ شروع ڪيون ته روسين اهڙن عملن جي مخالفت ڪئي. سويت روس جو موقف هو ته اهڙين ڪاروائن ڪري فلسطين جي مسئلي کي انصاف جوڳو بنائڻ ۾ سخت رنڊڪون وجهن ٿيون، سوويت حڪومت پي. ايل. او جي پاليسيءَ جي حمايت ڪئي ته جينوا ڪانفرنس ۾ کين خود مختيار حيثيت ڏني وڃي. حباش پنهنجي طرفان روسين تي دٻاءُ وڌو ۽ مخالفت ڪئي ته هو اهڙي رستي جي طرفداري ڪري رهيا آهن، جن سان فلسطين جي تحريڪ کي ٽاٽي ٽاٽي ڪري رکيو ويندو ۽ سندن امن سمجهوتي لاءِ سهڪار سندس خيال ۾ اسرائيلي صيهونيت کي جاري رکڻ

جي منظوري ٿيندي.

روسين جوابي پريس ڪانفرنس ۾ حباش جي خيالن کي ٺڪرائي ڇڏيو تہ هو سندن ڪارروايون عرب قوم کي سندن مقصد ۾ ڪاميابيءَ بجاءِ سندس دشمن جون مدد ڪنديون. هي اُهي ڪارروايون هيون جنهن ۾ 1973ع لفتانسا (Lufthansa) جو هوائي جهاز عدن ۾ اغوا ڪيو ويو، جنهن ۾ پنج ملين ڊالر هٿ ڪين ۽ ٻيو جپاني هوائي جهاز دبئيءَ ڏانهن پرواز ڪندي اغوا ڪيو ويو. انهيءَ سال PFLP سينگاپور ۾ هڪ آئل ريفائينري جي حملي ۾ ملوث ٿي جنهن کان پوءِ ڪويت ۾ جپاني سفارتخاني تي قبضو ڪري سنگاپور جي ڪمانڊوز کي آزاد ڪرايو ويو جن ۾ ٻہ فلسطيني ۽ ٻہ جپاني ريڊ آرمي ڪمانڊو شامل هئا. اهڙي طرح جڏهن فرنٽ جو هڪ اڳواڻ جنهن کي اسرائيلين کي قتل ڪرڻو هو تنهن کي گويرا غازا (Guevera Gaza) سڏيو ويندو هو. هو 1973ع جي بهار ۾ گذاري ويو. جنهن کان پوءِ الفتح سان ڪاروائن ڪرڻ ۾ سهڪار ڪيو ويو. هنن جا عرب رياستن سان سٺا تعلقات نہ رهيا، ان ڪري ئي حباش شام ۾ گرفتار ٿيو هو. PFLP جي ڪمانڊوز حباش کي جيل مان زوريءَ آزاد ڪرايو. تہ ان وقت هنن جا صرف ڏکڻ يمن سان سٺا تعلقات هئا. پوءِ جڏهن رجيڪشنٽ کي هنن قبول ڪيو تہ ڪرنل قذافيءَ فرنٽ کي چڱو سهڪار ڏنو ۽ عراق سان بہ تعلقات سڌريا.

اڳتي هلي PFLP ۾ داخلي انتشار پيدا ٿيو، جنهن ڪري آگسٽ 1968ع ۾ ڪونايل ڪانگريس ۾ ڪابي ڏرواري پروگرام جي بحالي ۽ فرنٽ ۾ پهريون ڀيرو احمدني بسيادن تي "پاپولر ڊيموڪريٽڪ فرنٽ فارلبريشن آف فلسطين" (The popular democratic front for the liberation of palestine) - PDFLP جو بنياد عمل ۾ آيو. ڪانگريس جي دؤران جارج حباش اجان تائين شام جي جيل ۾ هيو، پر کيس ڪابي ڏر واري لاڙي جو مخالف ۽ ئوس مارڪسي سمجهيو ويندو هو ۽ سندس موقف جي حمايت ۾ واديح حداد (Wadih Haddad) ۽ حماد

فرحان (Hamad Farhan) پيش رفت ڪئي ۽ ڪاٻي ڌر جي اڳواڻي نائف حواتمہ، (Nayef hawatmeh) عبدالڪريم حماد (ابوعد نان) ۽ قيس سمرائي رَابو ليلي (Qais Samarrai) - (Abu Leila) ڪئي. سندن پروگرام جيڪو ڪانگريس قبول ڪيو ان کي خاص طرح سان اهڙي طرح تيار ڪيو ويو هو، جيئن PFLP کي هڪ پاپولر ترقي پسند تحريڪ ۾ تبديل ڪيو وڃي. جيئن تہ قومي تحريڪ اندر پيٽي بورزوائي گروپ ۾ سياسي توڙي تاريخي انصاف جوڳو نظريو موجود ڪونہ هو. سندس پروگرام جا مکيہ اصول هيٺ ڏجن ٿا:

(۱) مزدور طبقي جي نظريي سان مڪمل طور سهڪار

(۲) داخلي توڙي خارجي تعلقات کي پنهنجي مرڪزي نظريي ۽ جمهوري سياست جي بنيادن تي استوار ڪيو ويندو.

(۳) الهندي ڪناري غازا پٽيءَ ۾ سياسي ۽ فوجي ڪاروايون جاري ڪرڻ ۽ اردن واديءَ کي پنهنجي سپلاءِ روٽ بحال رکڻ خاطر آزاد رکڻ.

(۴) وڏي پيماني تي قومي فرنٽ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ. سيني اهڙين طاقتن کي جيڪي سياسي ۽ سماجي قوتون سرمائيداري ۽ صيهونيت جي خلاف آهن، پاڻ سان شامل ڪري هڪ گڏيل ڪمان ۾ پروگريسو لڙائيءَ جا مرڪز قائم ڪري. ڪاروائي ڪرڻ.

(۵) اسرائيل سان پنهنجي پوري جدوجهد ذريعي جنگ جاري رکڻ، جنهن ۾ صيهوني رياست ۽ سندس پٺيان حواري بہ شامل آهن.

تنظيمي طور ڪانگريس قبول ڪيو هو تہ PFLP جي سيني گروپن جي اڳواڻن کي، سيني اقدامي ڪاروائين ۽ خود مختيار قوتن جي مرڪزن ۽ عوام ۾ اثر وڌائڻ جي نظر داري ڪرڻ ۾ پورو سهڪار ڪيو وڃي. ڪانگريس پوءِ نئين ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي جوڙي، جنهن ۾ ڏهہ سيٽون ڪاٻي ڌر کي ڏنيون ويون ۽ پورو اختيار سندن حوالي ڪيو ويو. پنج سيٽون ساڄي ڌر کي ڏنيون ويون. جيتوڻيڪ ساڄي ڌر تبديليءَ کي رد ڪيو هو، پر انهن سندن نظريي ۽ سياسي پليٽ فارم کي قبول ڪيو هو. نائف حواتما جي چوڻ

موجب ساڄي ڌر بنيادي طرح سان کاٻي ڌر تي زور رکيو هو تہ نئين اڳواڻيءَ ۾ پنهنجي نمائندگيءَ تي ٻيهر نظر ثاني ڪري، جنهن کي ساڄي ڌرتي گهڻي فوقيت حاصل هئي. جيڪا صرف هڪ ميمبر جي هجڻ گهرجي. جنهن تي ٻنهي ڌرين ۾ گهڻو عرصو تڪرار رهيو. جيتوڻيڪ ڪيترن کاٻي ڌر وارن کي گرفتار ڪيو ويو هو. هڪ نقطي تي الفتح بہ مداخلت ڪئي هئي تہ جيئن کاٻي ڌر وارن کي قتل ٿيڻ کان بچائي.جنهن جو مثبت نتيجو نڪتو ۽ کاٻي ڌر جي اڳواڻن کي قتل ٿيڻ کان بچايو ويو. PDFLP ان کانپوءِ فرنٽ ۾ هڪ ترقي پسند انقلابي گروپ جو درجو حاصل ڪيو. ۽ محسوس ڪيو تہ هو عرب قومي تحريڪ ANM ۾ ساڄي ڌر سان گڏجي پنهنجي جدوجهد جاري نٿي رکي سگهي. جيڪي فرنٽ ۾ ساڄي ڌرجي اڳواڻي ڪن ٿا، جنهن کانپوءِ کاٻي ڌر وارن ساڄي ڌروارن کي صلاح ڏني هئي تہ ڪانگريس جو اجلاس سڏائجي ان ۾ مڪمل ضمانت ڏني وڃي تہ اقليت طرفان اڪثريت جي فيصلي مطابق عمل ڪيو ويندو.

تنهن کانپوءِ سيني فلسطيني تنظيمن جي راءِ سان پاپولر فرنٽ ۾ شموليت اختيار ڪئي وئي، جنهن جي اوپر توڙي اولهہ ڪناري جي سيني برانچن کان علاوه عراق، شام ۽ ڪويت جي برانچن بہ حمايت جو اعلان ڪيو. ان کاسواءِ لبنان جي اڏمرڪزن ۽ شاگردن جي يورپ ۽ آمريڪا وارن گروپن بہ حمايت ڪئي. جنهن ڪري PDFLP ان قابل ٿي تہ پنهنجي الحده سڃاڻپ ڪرائي. ۽ ٻين ڪمانڊو گروپن تي زور رکي تہ ڪين قبول ڪيو وڃي. نئين تنظيم شروع کان کاٻي طرف رخ ڪيو هو. هن سبب پيش ڪيو هو تہ ترقي پسند حڪومتون قومي ۽ سماجي اقتدار حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ويون آهن، جنهن جي نتيجي ۾ اهي ساڳيءَ ڪشتيءَ ۾ سوار آهن. جهڙي طرح انقلابي حڪومتون پوري طاقت سان وڙهيون آهن، پوءِ فرنٽ جا جيڪي ضروري ٽارگيٽ هئا انهن ۾ عراق، مصر ۽ الجيريا بہ شامل هئا. جن سان گڏو گڏ بنياد پرست ۽ قدامت پسند حڪومتون بہ هيون.

PDFLP پنهنجا ويجها تعلقات انهن تنظيمن سان رکيا. جيڪي

تحريڪ سان لاڳاپيل حڪومتن جي زير اثر هيون، جن ۾ عراق جي ڪميونسٽ پارٽي جي زير اثر ۽ تنظيم شامل هئي. جيڪا عراق جي فوجي ڪمان جي نگراني هيٺ هئي. هن جو گلف ايريا ۽ عمان جي انقلابي تحريڪن سان به رستو رکيو ويو هو ۽ لبنان جي سوشلسٽ آرگنائيزيشن سان پڻ، جيڪا عرب نيشنل موومينٽ هئي، ۽ مارڪس ازم اپنايو هو. اهو PDFLP جو موقف هيو ته صرف تحريڪ سان فلسطيني رياست جو قيام ناممڪن آهي جيستائين عرب رياستون پاڻ ۾ گڏجي اسرائيل ۽ سرمائيداري نظام سان لڙائي نٿيون ڪن. جڏهن ته عرب ملڪ انقلابي رياستن سان گڏ جي هن جهيڙي ۾ شامل ٿيڻ جي لائق ئي نه آهن. جنهن ڪري فلسطيني رياست جو قيام خود عرب انقلاب جو متقاضي هيو ۽ جڏهن عرب انقلاب درجي به درجي پوري دنيا جي انقلاب جو هڪ حصو بڻيو. انهيءَ ڪري PDFLP تڪڙ ۾ بين القوامي انقلابي تحريڪن سان رابطو قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جهڙوڪ ٽراٽسڪائيٽ (Trotskyists) ، جڏهن ته اهي پاڻ ڪجهه به نه ڪري سگهيا هئا جنهن جي وضاحت اڳتي ڪندس. PDFLP انهن سوالن کي به اڀاريو ته پورهيتن جي سماجي حالتن سڌارڻ لاءِ انتظامي مرڪز ٺاهي جدو جهد ڪري ۽ هڙتالون ڪرائي. ۽ اهو به چيو ته فلسطيني قيام جي تحريڪ يهودي، دشمني تي تيستائين ڪاميابي حاصل نه ڪندي جيستائين عرب شهنشاهيتن تي فتح حاصل نٿي ڪجي. انهيءَ ڪري قومي دشمن سان جنگ شهنشاهتن جي خلاف جدوجهد سان شامل هجي.

PDFLP مسلح ۽ سياسي جدو جهد ۾ فرق ڳولڻ ۾، فلسطيني عوام ۾ تعليم جي تنظيم ڪاري کان انڪار ڪيو. ڇاڪاڻ ته کين يقين هو ته تاريخي تجربو ڏيکاري ٿو ته انقلابي تحريڪ انقلابي ماحول تي دارومدار رکي ٿي، سندن اڳواڻن جي چوڻ ووٽ جي ذريعي هڪ مثالي ڪردار رهيو هو. اڳتي هلي اردن جي لڙائي کي سبب بڻائي هنن پنهنجي تنظيم جي بنيادي نظرين تي ٻيهر غور ويچار ڪرڻ تي مجبور ٿيا. نيٺ ڪانگريس سڏائي اقتدار جي جنگ ختم ڪرڻ تي زور ڏئي، پنهنجي ڪمانڊوز کي لڙائي ۾ انهي

ڪري شامل ڪيو تہ جيئن الفتح بہ هن ۾ شامل ٿي وڃي، ۽ ڪمانڊوز جي
گڏيل طاقت ڪري صورتحال پنهنجي فائدي ۾ ڪري وٺندا. جڏهن اردن
لڙائي هارائي تہ PDFLP ساڄي ڏروارن عربن تي الزام هنيو تہ تحريڪ
الفتح ۾ ساڄي ڌر جي خيالن واري اڪثريت جي رد عمل ۾ وڏي قيمت ادا
ڪئي آهي. عرب حڪومتن اردن جي حڪومت کي، تحريڪ کي ميدان فراهم
ڪرڻ لاء چوندڙيو هو، پر اسرائيل سان فيصلو ڪرڻ کان اڳير ئي ناڪامي
ڏسڻي پئي. 1971ع جي آخر تائين PDFLP جو چوڻ هو تہ تحريڪ کي
ساڄي ڌر جي ڪوتاهين سبب وڏو نقصان پهتو آهي. جن جي بورزوائي
قيادت تحريڪ جي سيني گروپن کي مشڪلات ۾ وڌو آهي. پر 1972ع
کانپوء PDFLP پنهنجون غلطيون تسليم ڪيون تہ هن ڪاهي سوچ تي
هلڻ ڪري جيڪي غلطيون ڪيون آهن انهن جو اعتراف ڪيو. فرنٽ پنهنجا
عراق ۽ شام سان لاڳاپا تبديل ڪيا ۽ ڪمانڊو تنظيمن کي ٻڌي ڪرڻ تي
زور ڏنو، ۽ تحريڪ ۾ اختلاف ختم ڪرڻ لاء فرنٽ جيڪو اهم ڪردار ادا
ڪيو انهي ڪيس الفتح جي نزديڪ ڪري ڇڏيو. ۽ PDFLP انهي تي زور
ڏنو تہ اتحاد ئي آزمايل جواب آهي، جيڪو شاهہ حسين جي يونائيٽيڊ عرب
بادشاهت جي منصوبي جو آهي.

PDFLP لڙائي ڪانپوء الفتح سان پي. ايل.ا و جي تحت اتحاد ڪيو
جنهن ۾ هن ثابت ڪيو تہ سندس سهڪار فلسطيني قومي اسيمبلي جي جون
1974 واري سيشن جي ٺهراءَ موجب رهيو آهي، جنهن قومي طاقت جي
بحالي جي تائيد ڪئي. جنهن جي فلسطين کي شديد ضرورت هئي، ان ڪري
تہ اسرائيل کان پنهنجا علائقا واپس ڪرائي. هن اهو چيو تہ سياست سان
گڏ فوجي ڪاروائي بہ ضروري آهي، اهو چئي پنهنجون اسرائيل جي اندر
ڪمانڊو ڪاروايون شروع ڪيون هيون. تحريڪ ۾ سندن اختلاف جي
باوجود PDFLP اڳتي وڌي انهي ڪم ڪرڻ تي زور ڏنو تہ اردن جي ٻنهي
ڪنارن کي قومي ۽ جمهوري بنياد تي ملايو وڃي، جنهن جي آڪٽوبر لڙائيءَ
کانپوءِ ڪيس سٺي موٽ ملي. فرنٽ روس، سوشلسٽ ۽ عرب ڪميونسٽ

پارٽين سان پنهنجا تعلقات بدلايا هئا. جنهن ڪري روس ۽ لوڪل ڪميونسٽ پارٽين کي ڏوهي ٺهرايو هو تہ هو عرب قوم پرستيءَ جي بنيادي مسئلي کي سمجهڻ ۾ ناڪام ويون هيون. اردن جي لڙائي کانپوءِ روسي حڪومت کي ايترو خراب نظرن سان ڏٺو پئي ويو جيئن پنهنجي مخالف کي ڏسبو آهي. جولاءِ 1971 ۾ صدر نميريءَ (Numeiri) طرفان سوڊاني ڪميونسٽ پارٽي کي ختم ڪرڻ کانپوءِ (جنهن ڪري عرب دنيا جي ترقي پسند تحريڪن کي وڏو صدمو رسيو هو) لبنان جي ڪميونسٽ پارٽي سان تعلقات درست ٿيا. ۽ روس طرفان سامان جي شڪل ۾ وڏي مدد ملي هئي. اهڙي طرح نائف حواتما جي اڳواڻيءَ ۾ PDFLP جو هڪ وفد ماسڪو پهتو جنهن کي پهريون ڀيرو پي. ايل. او. جي هڪ حصي بدران سندن پنهنجي ڪردار تحت دعوت ڏني وئي هئي. ساڳي وقت هن چين سان بہ پنهنجا تعلقات بحال ڪيا هئا ۽ سندن هڪ وڏي جماعت چين جو دورو ڪيو هو، جنهن جي اڳواڻي تاثير خالد (Tayssirkhaled) ڪئي هئي. جيڪو پوليٽيڪل بيورو جو ميمبر هو، اهو جولاءِ 1973ع جو دؤر هو. ان کانپوءِ بہ ٻيو ڀيرو حواتما جي اڳواڻي ۾ 1974ع جي آڪٽوبر ۾ ماسڪو ۽ نومبر ۾ چين ڏانهن هڪ وفد ويو.

اهڙي طرح احمد جبرائيل (Ahmad Jibril) جيڪو هڪ فلسطيني آفيسر طور شام جي فوج مان ڪئپٽن جي عهدي کي ڇڏي اچي پاپولر فرنٽ فار دي لبريشن آف پئلستائين جنرل ڪمانڊ (The popular Front For the Liberation of Plestine General Command) جي نالي سان فلسطيني نوجوانن مان تيار ڪيو. جن مان ڪجهہ شام جي فوج ۾ رهيا هئا. انهي کان اڳ ۾ هن فلسطين لبريشن فرنٽ (PLF) جي نالي سان ڪم ڪيو هو. جڏهن الفتح اسرائيل جي خلاف فوجي ڪاروايون 1965ع ۾ شروع ڪيون هيون تہ هي ان ۾ شامل هئا. پر آڪٽوبر 1967ع ۾ جبرائيل PFLP ۾ شامل ٿيو هو، جيڪو اتحاد صرف هڪ سال رهيو. جنهن کانپوءِ آڪٽوبر 1968ع ۾ عليحدگي اختيار ڪري پنهنجو الڳ

گروپ PFLP- General Command ناهيو. جبرائيل 1935 ۾ رملهہ (Ramleh) ۾ ڄائو هو.

جبرائيل جي ڇڏڻ جا بنيادي اختلاف ان ڳالهہ تي هئا تہ سندس خيال ۾ سياسي نظرين تحت تمام گهڻو وقت وڃايو ويو آهي. ان ڪري تحريڪ ۾ ڪمانڊو ڪاروائين کي خاص ضرورت ۽ اهميت ڏني وڃي ٿي. ڪاهي ڏر جي لاڙي کي PFLP نائف حواتمہ جي پريشر تحت فرنٽ جي 1968ع جي آگسٽ ۾ ڪونايل ڪانگريس ۾ منظور ڪيو ويو ۽ ڪانگريس جبرائيل تي زور ڀريو تہ اهو بهتر ٿيندو تہ هو پنهنجي مرضي مطابق پنهنجي گروپ ۾ PFLP جي جنرل ڪمانڊ حيثيت سان فوجي ڪاروائيون شروع ڪري ۽ گڏيل PFLP جي هڪ ملٽري اڳوڻ جي حيثيت ۾ جبرائيل جو پراڻو ڪردار جاري رکي. پر 1968ع ڪانپوءِ جبرائيل اڪيلي سر ڪم ڪيو ۽ ان ڪنهن بہ تحريڪ سان شامل ٿيڻ کان انڪار ڪيو ۽ ائين 1974ع ۾ ان وقت تائين رهيو. جڏهن سندس PFLP- GC کي پي ايل او ۾ شرڪت ملي. تيستائين هن پاڻ کي ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي ڪنهن بہ فيصلي سان متفق نہ هجڻ جو اعلان ڪيو هو. ۽ 1972ع ۾ پي ايل او جي پاليسي خلاف ڏکڻ لبناني بارڊر جي پار فوجي ڪاروائيون ڪيون. ان کان علاوه نيشنل ڪانفرنس جي ان فيصلي کي رد ڪيو جنهن ۾ قومي اتحاد قائم ڪرڻ تي زور ڏنو ويو هو. هن پنهنجي گروپ کي سيني تنظيمن سان فوجي، اطلاعاتي ۽ سياسي ميدان ۾ اتحاد کان عليحده رکيو هو.

جنرل ڪمانڊ خاص ڪري عرب حڪومتن سان لاڳاپي وارن گروپن ۾ تنازع جو باعث هئي. انقلابي تحريڪ جي اڳواڻن لاءِ سندس شڪايتون روز جو معمول هيون، تنهن هوندي بہ 1973ع ۾ جنرل ڪمانڊ پنهنجي روايتي عمل ۾ بريڪ لڳائي. جڏهن اهو پروپوزل ڏنو ويو تہ الصاعقہ، پاپولر رووليوشنري فرنٽ ۽ جنرل ڪمانڊ گڏجي ٽنهي گروپن کي ملائي ڪو گڏيل پروگرام ناهن، تي سگهي ٿو تہ اتحاد لاءِ جنرل ڪمانڊ تي پريشر پيو هجي. ڇاڪاڻ تہ ڪيس شام ۽ لبيا کان مالي ۽ فوجي امداد ملي هئي. جنهن

جو اظهار ڪرنل قذافي هڪ اخبار کي انٽرويو دوران ڪيو هو. جنهن ۾ هن قبول ڪيو هو ته سندس طرفان جنرل ڪمانڊ جي مدد ڪئي ويندي آهي.

اِڪتي هلي جبرائيل وچ اوڀر جي جهڳڙي متعلق ظاهر ڪيو ته هو پنهنجي گروپ طرفان امن سمجهوتي جي مڪمل خلاف هجڻ کي پيهر ورجائي ٿو. ۽ اعلان ٿو ڪري ته هو ڪنهن به سياسي سمجهوتي تي پهچڻ کان اڳ ڪنهن نه ڪنهن خاص ڪاروائي جي ذريعي ان کي روڪڻ جي پوري ڪوشش ڪندو. ڪيس اميد آهي ته هو اهڙي صورتحال پيدا ڪندو، جنهن ۾ اسرائيل کي مجبور ڪيو ويندو ته هو پنهنجي ظالمانه دهشتگردي جوحساب ڏئي. اهڙي طرح هو نرم دل فلسطينن کي به مجبور ڪندو ته هو رجيڪشن فرنٽ جو ساٿ ڏين، ان وڏيڪ چيو ته سندس جنرل ڪمانڊ ان کي فوقيت ڏيندي ته هو فلسطين رياست جو علائقو 180 ميلن تي مشتمل ڏسي. جنهن مان هو پنهنجي مسلح جدو جهد جاري رکي ۽ اسرائيل کي هڪ جي پيٽ ۾، (ڏهه دفعا) ڏهوڻي طاقت سان جواب ڏئي.

پي ايل او ۾ شموليت ڪانپوءِ طلا ل ناجي (ابوجهاد طلال) کي تنظيم جي ايگزيڪيٽوڪميٽي جو ميمبر چونڊيو ويو. جڏهن قومي اسيمبليءَ جو اجلاس قاهره ۾ ٿيو هو. جيتوڻيڪ گروپ جو سهڪار رجيڪشن گروپ سان هيو. جنهن جي اڳواڻي PFLP ڪري رهي هئي. اهڙو مثال پوين تنظيمن ڪڏهن به قائم نه ڪيو هو، جو سندن ميمبرن کي ايگزيڪيٽو ڪميٽيءَ مان خارج نه ڪيو ويو هجي، تنهن هوندي به طلال ناجيءَ کي PLO جي وفد ۾ شامل ڪيو ويو. جنهن ۾ هن ياسر عرفات سان گڏ 1974ع ۾ ماسڪو جو دؤرو ڪيو هو. جنرل ڪمانڊ ۾ اندازي مطابق 300 کان 400 ڪمانڊو گوريلا شامل آهن.

فلسطني ويڙهو گروپن ۾ هڪ گروپ صائقه (Saeqa) به آهي. جيڪو پاپولر وار آف لبريشن آرگنائيزيشن جي فوجي ڌڙي جو هڪ مهرو آهي. هي گروپ 1967ع جي لڙائي کان پوءِ شام جي بعث پارٽيءَ جي فلسطيني گروپ وجود ۾ آندو هو. جنهن لڙائي دوران گولان جي پهاڙين ۾ جنگ ۾ حصو ورتو. بعث پارٽيءَ جي نئين ڪانگريس دوران هن کي تجرباتي طور

قائم ڪيو. مئي 1968ع فلسطيني بعث تنظيم، اولهه ڪناري، غازا پٽي، اردن ۽ اوڀر ڪناري ، شام ۽ ڪويت تي مشتمل هڪ ڪانگريس ٺاهي ويئي. جنهن ڪي فلسطين جي تياري لاءِ پريپيريٽري (Preparatory) ڪانگريس سڏيو ويو. جنهن مان يونائيٽڊ فلسطيني تنظيم، (UPO) وجود ۾ آئي. اها تنظيم فوجي مهرن جي گروپ لاءِ ريڙهه جي هڏي طور عمل ڪندي هئي. فوجي مهرن ۽ صائقہ جو پروگرام بغير ڪنهن تعجب جي ساڳين اصولن تي، جيڪي فلسطيني بعث پارٽيءَ جا هئا، مشتمل هو.اهي هيٺ ڏجن ٿا.

(١) تہ فلسطيني انقلاب عرب انقلاب جو اندروني حصو آهي.

(٢) فلسطين جون حدون جيڪي اصل هيون ۽ تواريخي حالتن تحت پاڙي سري ملڪن سان فيصل ڪيون ويندڀون.

(٣) فلسطين ۽ اردن جي بورزوائن جي ناڪامي پنهنجو قومي نظريو نہ بحال ڪرڻ ڪري سڏو سنئون ڪين بينڪي راڄ ۽ سرمائيداري جو مخالف بڻايو آهي ۽ جنهن ڪري پڻ صيهوني تحريڪ جو بہ بڻايو.

(۴) لڙائيءَ جي گهرائي ۽ ڦهلاءَ انقلابي قدرن کي ٺاهيندو جنهن سان عرب اتحاد تحريڪ ازخود جنم وٺندي جيڪا عرب دنيا کي انقلابي جدو جهد سان همڪنار ڪري نئين عرب ۽ سوشلسٽ عرب سوسائٽيءَ جي قيام جو باعث بڻبي.

(۵) سڀ سرمائيداري نظام ۽ فلسطين مسئلي جي سمجهوتي جي خاتمي کي سختيءَ سان ننديو ويندو. جيتوڻيڪ سموريون قوتون قبول ڪرڻ جو سڏ ڏينديون ۽ فلسطيني ۾ يهودي رياست جي قيام کي قبول ڪنديون.

صائقہ جو قيام شام جي بعث پارٽيءَ جي ڪيترن معاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ عمل ۾ آيو هو. دمشق جي حڪومت هڪ چست ڪمانڊو گروپ جي ضرورتمند هئي. جيڪو 1967 جي لڙائي ۾ شامي فوجين جي شڪست سبب عوامي غير مقبوليت کي پنهنجي ڪارڪردگي سان بهتر ڪري. نئون گروپ ان لاءِ بہ ذميوار هو تہ 1968ع دؤران مصر ۾ جيڪي شاگرد ۽ مزدورن ايجيٽيشن شروع ڪئي هئي ان جو موثر دفاع ڪري. ازان سواءِ پارٽي

اڳواڻن کي ان قابل بڻائي ته هو ملڪ ۾ نوجوان طبقي ۾ نئون ريڊيڪل نظريو مقبول بڻائي. جڏهن ته پارٽيءَ 1965ع جو پنهنجو نظريو سائنٽيفڪ سوشلزم اختيار ڪيو هو.

صائقه الفتح جو پي. ايل. او. مٿان وڌندڙ ڪنٽرول سان مقابلو ڪرڻ لاءِ هن ٻين ٻن ننڍڙن ڪمانڊو گروپن سان سهڪار ۾ شراڪت ڪئي. جيڪي پئلسٽائين پاپولر لبريشن فرنٽ ۽ گيليلي تنظيم هيون. جن سان اتحاد ڪري هن الفتح جي خلاف هڪ محاذ تيار ڪيو. جنهن ۾ ڪين وڏي همٿ افزائي فوجي آفيسرن ۽ فلسطيني لبريشن آرميءَ جي ماڻهن کان ملي. جن سيني طاقتن جو اتحادي ميلاپ شام ۾ رکيل هو ۽ پريشر جو مرڪز الفتح هئي. 1969ع جي آڪٽوبر ۾ جهڳڙي صائقه جي ڪردار کي واضع ڪيو. صائقه جي ڪمانڊوز ڪيترن لبناني چوڪين تي بارڊر جي نزديڪ قبضو ڄمايو ۽ دمشق پي. ايل. او. يونٽن کي صائقه جي ڪنانڊوز جي مدد لاءِ موڪليو. شام جي صائقه سان مدد ڪرڻ ۾، انهيءَ سال قاهره سان ناهه ڪرڻ ۾ مکيه پارٽ ادا ڪيو جنهن ۾ صائقه کي اجازت ملي ته هو سرڪاري طور ڏکڻ لبنان کي پنهنجو مرڪز بڻائي. اردن ۾ سيپٽمبر 1970ع جي لڙائيءَ دوران شام ۾ بعث پارٽي جي شهري ميمبرن فوج کي مداخلت ڪرڻ لاءِ وڏو پريشر رکيو. انهن شهرين جن جي اڳواڻي صلاح جديد (Salah Jadid) ۽ فوجي گروپ، جنهنجي اڳواڻي حافظ اسد ڪئي، جي وچ ۾ سخت جهڳڙو ٿيو. صلاح جديد مصلح افواج موڪلڻ جو پورو بندوبست ڪيو هو، پر حافظ اسد هوائي سهڪار ڪرڻ کان بلڪل انڪار ڪيو هو، جيڪو ان وقت هوائي فوج جو سربراه هو. حافظ اسد اهو سبب ڏنو ته شامي فوج جي مداخلت آمريڪا ۽ روسي مداخلت جو سبب پيدا ڪندي ۽ امريڪي ۽ اسرائيلي فوجون واپس اردن پهچي وينديون. حافظ اسد طرفان فوجي مداخلت کان انڪار بعث پارٽيءَ ۾ جهيڙي کي وڌايو. جنهن ڪري حافظ اسد کي موقعو مليو ۽ هن نومبر 1970ع ۾ حڪومت تي قبضو ڪيو. بغير رتو ڇاڻ جي فوجي انقلاب دوران حافظ اسد شام ۾ صائقه جي مرڪزن کي گهيري ۾ آندو هو ۽ جڏهن هن پنهنجو اقتدار مضبوط ڪيو ته هن تنظيم

مان صلاح جديد جي هواري عنصر کي عليحده ڪري ڇڏيو.

بعث پارٽيءَ جي فلسطيني برانچ جي ڪانگريس ۾ تبديلي گھٽو گھربل نتيجو ڪونه ڏنو. تنهن هوندي به اهڙن اڳواڻن جي روڪ ٿام ڪري، صائقه جي ڪيترن ليڊرن کي جون 1971ع ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ قطر ۾ هڪ اڳوڻي استاد زهير محسن (Zuhair Mohsen) کي اياري تنظيم جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. هي 1936ع ۾ الهندي ڪناري تلڪار ۾ (Tulkarm) ۾ ڄائو. صائقه ۾ اختلافن ڪيس ڪمزور ڪري ڇڏيو، ۽ لبنان ۾ سندس پوزيشن کي چڱو ڌڪ لڳو. جتي سوال پيدا ٿيا ته ڇا هوءَ شام سان سندس خلاف جنگ شروع ڪرڻ جو ارادو رکي ٿي؟ جون ۾ بيروت ۾ پريس ڪانفرنس دوران محسن اقرار ڪيو ته گھٽ ۾ گھٽ ٽن صائقه اڳواڻن کي دمشق حڪومت گرفتار ڪيو آهي. حڪومت ۽ تنظيم جي وچ ۾ وڏو اختلاف پيدا ٿيو آهي. محسن وڌيڪ ٻڌايو ته الجيريا پاران الفتح کي موڪليل هٿيار حڪومت روڪي ڇڏيا آهن. صائقه ۽ بعث پارٽيءَ جي اڳواڻن وچ ۾ گھٽي عرصي تائين تعلقات خراب رهيا. آرمي چيف آف اسٽاف مصطفيٰ تلاس کي جولاءِ 1971ع ۾ اردن موڪليو ويو ته هو اردن جي حڪومت سان سندن فوجين ۽ فلسطيني ڪمانڊوز وچ ۾ لڙائي جي آخري رائونڊ بابت مذاڪرات ڪري. ازان سواءِ شام محسن تي زور ڏنو ته هو ان سلسلي ۾ جده به وڃي. جتي اردن جي حڪومت سان ڳالهين ۾ شرڪت ڪري، پر هن سان گڏ الفتح جو خالد حسن پڻ گڏ هو ۽ اها ميٽنگ ناڪام وئي. صائقه جو اهم مسئلو اهو هو ته هو تحريڪ ۾ الفتح جي مقابلي ۾ ڪمزور هئي. جڏهن ته الفتح کي فلسطيني عوام ۾ وڏي مقبوليت حاصل هئي. جنهنڪري پنهنجي شهريت وڌائڻ لاءِ P.F.L.P ۽ -P.F.L.P GC سان شامل ٿي اتحادي فرنٽ قائم ڪيو. جنرل ڪمانڊ جلدئي علحدگي اختيار ڪئي. ٻئي طرف الفتح کي صائقه جي ضرورت هئي ڇاڪاڻ ته صائقه جو شامي حڪومت سان واسطو هجڻ ڪري الفتح صائقه کي نظر انداز نه ٿي ڪري سگھيو.

صائقہ کي ھاٿي ٿي پي ايل او جي پاليسي تي گامزن سمجهيو ويجي تو ۽ الفتح ۾ شامل ٿي رجيڪشن فرنٽ جي برخلاف ٿي آهي. جون 1971ع کان پوءِ فلسطين قومي اسيمبليءَ زهير محسن کي پي. ايل. او. جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر ڪري تنظيم جي ملٽري ونگ جو سربراه مقرر ڪيو ويو پي.ايل.او جي انهن وفدن ۾ شريڪ رهيو جن جولاءِ ۽ نومبر 1974 ۾ ماسڪو جو دورو ڪيو.

عرب لبريشن فرنٽ (Arab Libration Front) :-

هي اپريل 1969ع ۾ پرو- عراقي عرب بعث پارٽيءَ جي تعاون سان قائم ٿيو. هن فرنٽ کي شامي بعث پارٽيءَ جي الصائقہ جي جواب ۾ ٺاهيو هيو. جنهن کي فلسطين مسئلي کي پهريون ڀيرو عربائيز (Arbize) ڪرڻ لاءِ ڪوشش هئي. جهڙي طرح سندن نالي مان ظاهر آهي تہ تنظيم کي فلسطين جي بجاءِ عرب لبريشن جو نالو ڏنو ويو هو. عرب لبريشن فرنٽ جي پهرين سياسي اسٽيٽمينٽ ۾ هڪ ئي ڪمانڊ تنظيم جي قيام جا سبب بيان ڪيا ويا سي هي آهن.

شڪست کي ٻہ سال گذري ويا آهن اسان کي اهڙي هڪ ڪمانڊ تحريڪ جي ضرورت محسوس ٿيندي رهي آهي جيڪا نئين سر اڳتي وڌي هن قوم جي بهادرن سان شاندار جدو جهد ڪري، جيڪي مسلح جدو جهد جو رستو اختيار ڪن. قومي تحريڪ هن عمل سان طاقتور ٿيندي ۽ ان خطري کي منهن ڏيندي جنهن فلسطين ۾ عرب انقلاب کي بگاڙيو ۽ ڏڪاريو آهي. اهو خطرو حملي ڪرڻ جهڙو آهي انهيءَ لاءِ تہ پنهنجي حدن اندر (فلسطين ۾) انقلاب برپا ڪرڻ کان روڪي ۽ انهيءَ رگ کي سخت نقصان رسائي، جيڪا کين ڳنڍي ٿي، جيڪا عرب عوام جي طاقت کي تقويت فراهم ڪري ٿي. "انهيءَ طاقت کي اميد آهي تہ ڪو ڏينهن ايندو جڏهن فلسطين جي انقلاب* کي ڪٽي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويندو."

بعث پارٽيءَ عرب دنيا ۾ هر عرب ملڪ جي ڪمان سان لاڳاپيل علائقن ۾ ورهائيل آهي ۽ قومي پڻ عرب ڪمانڊ محسوس ٿي ڪري جيئن سندس

اسٽيٽمينٽ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي تہ فلسطيني جدوجهد جو طريقو اسرائيلن سان علائقائي بنيادن تي رکڻ تي وڏيڪ زور ڏنو تہ جيئن سمجهي سگهي تہ اهو ڪهڙن عربن جو مسئلو آهي. عراقي بعث پارٽي علائقائي مسئلن کان وڌيڪ اهم ڏيان عام عرب مسئلي تي ڏيڻ گهري ٿي. ALF جي اسٽيٽمينٽ وڌيڪ اهو گهري ٿي تہ عرب عوام پنهنجي عددي اڪثريت کي (نالي واري خصوصيت) استعمال ڪري. اسرائيل جي ٽيڪنيڪل برتري خلاف پنهنجي مفاد جي جنگ لڙي. انهيء قومي لڙائي جو مقصد هي آهي تہ سيني عربن کي شامل ڪري آزاديء سان ۽ پنهنجي مرضيء سان لڙائيء ۾ عرب فوجن سان پاسوپاسي ۾ ملائي ALF ۽ ٻين قومي تنظيمن جي درميان واضح ڪارڪردگي. تحريڪ جو لاڙو اهڙو ڏيک نہ ٿو رکي جو جدو جهد ۾ عرب عوام جي شموليت پوري طرح حڪومت سان ابري اچي ۽ سوچي تہ فلسطيني عوام جي چر پر. گڏجي هلڻ سان اهڙيون اڳوٺيون حالتون پيدا ٿين جيئن ٻين ملڪن جو عرب عوام بہ تحريڪ ۾ شامل ٿئي. ڪمانڊو تحريڪن جي اڪثريت هاڻوڪي حالت تحت عربن جي شموليت کي پيا ڏسن تہ هو ڪهڙو قدم کڻن ٿا ۽ پوء پنهنجي تحريڪ کي اهڙي حڪومت جي حوالي ڪن ۽ اندازو لڳائن تہ فلسطين جو مستقبل سندن مفاد وٽان آهي. ALF پنهنجي حصي طور شروع کان وٺي پنهنجي فرض ادائيگي جي ڪوشش ۾ ٻين عرب رياستن مان پنهنجا ميمبر ڪري اڪثريت حاصل ڪئي آهي. خاص ڪري عراق، لبنان ۽ اردن مان ۽ گهٽ ۾ گهٽ تعداد فلسطين جو رهيو آهي. جيڪي سبب پيش ڪن ٿا تہ هو اڳ ۾ ئي ڪمزور پوزيشن ۾ رفيوجي ڪئمپن ۾ گذارين ٿا.

عرب لبريشن فرنٽ، ان ڪان علاوه ٻي وڏي مشڪالت کي منهن پئي ڏنو آهي. چاڪاڻ تہ شامي ۽ عراقي بعث پارٽين ۾ مسلسل اختلافات رهيا آهن. جولاء 1969ع ۾ شامي حڪومت عرب لبريشن فرنٽ جا 300 ميميبر گرفتار ڪيا ۽ بعد ۾ کين اردن موڪليو ويو. جڏهن تہ اهو واقعو انهن سان تعلق نہ رکي پيو. ان ڪانسواء ALF جا هٿيار گهٽي قدر ڦريا ويندا هئا ۽

آليندڙن کي بند ڪيو ويندو هو. هر دفعي پي ايل او وچ ۾ پئي سندن ماڻهو آزاد ڪرائيندو هو ۽ هٿيار واپس ڪرائيندو هو.

سيپٽمبر 1970ع جي لڙائي تائين ALF سان اردن ۾ يونائيٽڊ ايسٽرن فرنٽ (UEF) جي حصي طور اسرائيل جي خلاف جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ اردن جو بچاءُ ڪرڻ لاءِ هميشه موجود رهندا هئا. مگر انهن فوجن جي لڙائي ۾ ناڪامي کانپوءِ ALF ڪمزور ٿي ويئي ۽ سندس ڪيترا ميمبر ختم ٿي ويا. فرنٽ جي مشڪل سان يا ته ڊاڪٽر منيف رزاز (Razzaz Mun-if) جي سهڪار سان سندن مدد ڪئي ويندي هئي. جيڪو سندن اڳواڻ هو ۽ شاه حسين سان ٽڪراءُ ختم ڪري ڇڏيو هو. تحريڪ جي اردن ۾ ناڪاميءَ کان پوءِ ALF کي شام واپس موٽائي کين هڪ اهم مرڪز حوالي ڪيو ويو، مگر جيئن ته اهو مرڪز عارضي رهيو. جڏهن شامي ۽ عراقي بعث پارٽين ۾ ڪشيدگي سبب تحريڪ لاءِ مرڪزي سبب (Base) فراهم ڪرڻ هو. ناهه ختم ڪيو ويو. انهن پڻ ڏکن ALF کي ساٿو ڪري ڇڏيو، آخرڪار 1972ع ۾ جڏهن عراقي حڪومت فلسطيني مفادن لاءِ پاڻ کي وڌيڪ همدرد چاتو، تڏهن کان ALF پاڻ کي درست ڪرڻ شروع ڪيو. آڪٽوبر 1972ع ۾ ALF کي شاندار موقعو فراهم ٿيو. جڏهن بيروت ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ نمائندگي ڏني وئي، جيڪا فلسطيني انقلاب لاءِ هڪ عرب فرنٽ جي قيام جي بندوبست ڪرڻ لاءِ منعقد ڪئي وئي. تڏهن کان ALF پاڻ کي هڪ ننڍڙي گروپ مان نڪري مشهوري ڏيڻ جو بندوبست ڪيو. عراقي حڪومت مئي 1973ع ۾ لبناني حڪومت سان فلسطيني ڪمانڊوز جي لڙائي ۾ ڀرپور مدد ڪئي ۽ ALF کي فلسطين ۾ متعارف ڪرايو. پر جيئن ته تنظيم جو مستقبل عراقي حڪومت جي بعث پارٽيءَ سان واڳيل هيو جنهن ڪري بعث پارٽيءَ جي پنهنجي اقتدار جي جدو جهد تنظيم کي نقصان پهچڻ جو انديشو پيدا ڪيو ۽ ائين ثابت ٿيو ته سندن خاص مددگار عبدالخالق مصرائيءَ کي 1973ع لاٿو ويو.

هاڻي عرب لبريشن فرنٽ ۾ 400 کان پنج 500 سو تائين لڙاڪو شامل آهن، جن ۾ گهڻي اڪثريت ڏکڻ لبنان ۾ مقرر آهي، جن کي لبنان ۾ عراقي بعث پارٽيءَ جي هدايتن تحت ڪارروايون ڪرڻيون آهن. جيتوڻيڪ گوريلا پنهنجو پاڻ فوجي اڳواڻي کي بحال رکڻ ۾ آزاد هئا. پر آڪٽوبر لڙائي کان پوءِ عرب لبريشن فرنٽ جو قدر وري ڪمزور ٿي ويو. ڇڪاڻ ته ALF پاڻ کي رجيڪشن فرنٽ ۾ شامل رکيو، جنهن ۾ ابوندال به هيو، ۽ الفتح سان تڪرار کي بغداد ۾ الفتح جي سزا يافته ليڊر ابوندال کي بچاءُ ڏيڻ واري پاليسيءَ پوئتي ڌڪيو، نه ته فرنٽ پاڻ کي ملٽري ڪاروائين ۾ بلنديءَ تي پهچايو هو ۽ نه وري بارڊر تي ايڊيون اثرائيتون ڪارروايون ڪيون.

اهڙي طرح بليڪ سيپٽمبر (Black September) تنظيم کي به الفتح جنم ڏنو، جيڪا تحريڪ ۾ اردن جي اندر 1970-71 ۾ جي حالتن جي نتيجي ۾ جهيڙي کي منهن ڏيڻ لاءِ ٺاهي وئي. مصر ۽ عمان ۾ سمجهوتي مطابق انهيءَ سال عارضي طور جنگ بندي ٿي هئي ۽ ڪمانڊوز کي اردن ۾ پنهنجا مرڪز ڇڏڻا پيا. تحريڪ کي وڏي پشماني تي پنهنجي ماڻهن جون حياتيون بچائڻ لاءِ اهو سمجهوتو قبول ڪرڻو پيو هو، پر شاه حسين جا خيال مختلف هيا، جيڪي صدر جمال عبدالناصر جي اچانڪ موت سبب پيدا ٿيا هئا. سندس خيال مطابق ڪمانڊوز کي جيرش اجلان (Jeresh Ajloun) جي علائقي ۾ تي نقصان پهچائي، ان کان اڳ جو هو پاڻ ۾ گڏجي وڏو خطرو پيدا ڪن ۽ جولاءِ 1971ع تائين لڙائي جي ڪجهه چڪرين ۾ تحريڪ جي ڪمانڊوز کي اردني فوج شڪست ڏيئي اردن خالي ڪرايو. جيڪي ڪمانڊوز اتان پڄي نڪتا هئا تن کي اردني حادثي وڏي تعجب ۽ گهري تلخي ۾ وڌو هو، ته ڇا جي ڪري ۽ ڪهڙي طرح تحريڪ کي فاسائي اهڙي حالت پيدا ڪئي، جنهن کي گهڻي عرصي تائين شام ۽ لبنان ۾ انهيءَ موضوع کي بحث بڻايو. ڪجهه اڳواڻن تجويز ڏني ته اسان انهيءَ پراڻي اصول تي واپس ٿيون، جنهن کي الفتح پنهنجي شروعات ۾ راهه عمل بڻايو هو، ٻين اعتراض ڪيو ته ان طريقي سان تحريڪ کي وڏو نقصان

ڀچندو ۽ جيڪو سياسي فائدو حاصل ڪيو آهي تنهن کي وچائي ڇڏبو ۽ تحريڪ کي صرف سادي ۽ خالص گوريلا گروپ ۾ تبديل ڪرڻو پوندو. جنهن جا سياسي فائده حاصل ڪرڻ اهڙن حالتن ۾ نا ممڪن آهن. ان اڻ وڻندڙ ماحول ۾ الفتح پنهنجون دمشق ۾ آگسٽ ۽ سيپٽمبر 1971ع ۾ جنرل ڪانفرنسون ڪيون، جنهن ۾ ٻه اهم گروپ شامل ٿيا. ڪانفرنس ۾ شامل اهي نوجوان ڪمانڊوز جيڪي اردن مان فرار ٿي نڪتا هئا، ۽ ٻيا تجربيڪار ماڊريٽ شريڪ ٿيا، جنهن ۾ نوجوان ڪمانڊوز زور ڏنو ته تنظيم کي عرب حڪومتن سان گڏجي شراڪت ڪرڻ کي ختم ڪرڻ گهرجي ۽ اها پاليسي 1965ع کان هلائي ويئي آهي. آخرڪار هڪ ڪليل جهيڙي وڌائڻ کي ڇڏي الفتح جي پراڻن ميمبرن سان صلح ڪيو ويو. جنهن ۾ ڏسجي پيو ته ٻئي ڌريون پنهنجن پنهنجن گهرجن تحت راضي هيون ۽ الفتح کي اجازت ڏني وئي ته پنهنجي ڇاڻايل تحريڪ شروع ڪري. ڪانفرنس ختم ٿيڻ کانپوءِ جلدئي بليڪ سيپٽمبر جو نالو 1970ع جي اردن واري لڙائي کانپوءِ پهريو ڀيرو منظر عام تي پڌرو ٿيو. ڪجهه ماڻهن اظهار ڪيو ته هي اها اڪوٽي بي نام تنظيم آهي جنهن کي اردن جي وزير اعظم واصفي تال (Wasfi Tal) قاهره ۾ 28 نومبر 1971 تي اعلان ڪيو هو.

تڪڙ ۾ پوءِ اهو سوال اڀريو ته الفتح ۽ بليڪ سيپٽمبر ۾ ڪهڙو تعلق آهي. فتح سرڪاري طور اعلان ڪيو ته ان نئين تنظيم سان سندن ڪوبه تعلق ڪونهي ۽ اڄ تائين اهو ظاهر ڪيو آهي ته جيڪي ڪارروايون ان تنظيم ڪيون آهن تن جي منصوبي ۽ عملي ڪاروائي جي ڪيس ڪنهن به قسم جي ڄاڻ ڪونه رهي آهي. لنڊن ٽائيمز کي هڪ خط ۾ سيپٽمبر 1971ع ۾ پي ايل او جي لنڊن شاخ جي اڳواڻ سعد حماميءَ انڪار ڪيو هو ته بليڪ سيپٽمبر جو ڪو پي ايل او سان واسطو آهي، نه وري پي ايل او ۾ ڪا ڪمانڊو تنظيم شامل آهي. ۽ نه وري سندن قومي اسيمبليءَ ۾ ڪنهن اهڙي تنظيم کي نمائندگي حاصل آهي. اها ڳالهه وڏي مشڪل سان هڪ ٻئي بيان مان ظاهر ٿي، جيڪو فتح جي هڪ ٻئي اڳواڻ خالد حسن ان وقت اعلان

ڪيو هو تہ بليڪ سيپٽمبر ڪنهن هنڌ ٻيهر حملو ڪندي، جيتوڻيڪ هن انڪار ڪيو تہ ان گروپ جو ڪو پي ايل او سان لاڳاپو آهي، پر هن وڌيڪ چيو تہ پي ايل او دنيا جي عوام ڪي پنهنجو خيال ٻڌائڻ چاهي ٿي تہ انهن سببن تي بحث ٿيڻ گهرجي تہ ڇاجي ڪري بليڪ سيپٽمبر جي پيدائش ضروري هئي.

الفتح جا ڪجھہ ميڄڻ گهري ٿي، اهو آهي تہ بليڪ سيپٽمبر جا گهڻي قدر ميمبر فتح جا پراڻا ڇڏي ويل ماڻهو آهن. فتح جا ڪيترا اڳواڻ ڪيس ڇڏي سندن برخلاف ٿيا آهن. خاص ڪري سيپٽمبر واري لڙائي جي ڪري. جڏهن تہ هنن اسرائيل جي خلاف قدم نہ کنيو آهي. پر عام طرح سان الفتح جي نظرئي خلاف اهي حالتون پيدا ڪيون آهن، جن ۾ بليڪ سيپٽمبر جنم ورتو هو ۽ موجودہ حالتون سندس ميمبرن جي ڪاروائن ڪي انصاف جو ڪو ٻڌائن ٿيون.

سندن سرڪاري نظريو خاص طرح سان سچ کان گهڻو پري بہ نہ آهي، عام نظر ۾ اهو گهڻو اڻوڻندڙ بہ ڪونهي، تہ ڪوبہ گروپ جيڪو الفتح سان ويجهو تعلق رکي ٿو. تنهن ڪي اجازت ڏني ويندي تہ هو سعودي عرب جي سفارتخاني تي خرطوم ۾ 1973ع واري حملي جو انتظام ڪري. جنهن ۾ ٽي سياستدان قتل ٿيا. فتح جي اڳواڻن انوقت وڏي ڏک جو اظهار ڪيو. جيڪو سندن تنظيم ڪي بليڪ سيپٽمبر جي ان آپريشن کان الڳ ڪري ٿو. ڪڏهن بہ اهڙيون ثابتيءَ واريون رپورٽون نہ مليون آهن. جن ۾ بليڪ سيپٽمبر جي ڪاروائن جو الفتح سان تعلق ملائي سگهجي. صلاح خلف (ابواياد) جو نالو اڪثر ڪري بليڪ سيپٽمبر سان لاڳاپن ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ۽ ابودائود. فتح جو سرڪاري اڳواڻ جنهن ڪي اردن ۾ گرفتار ڪيو ويو هو. فيبروري 1973ع ۾ فتح جي ڪجھہ اڳواڻن تي الزام لڳو هو تہ هو بليڪ سيپٽمبر وارن جي ڪاروائن جي منصوبہ بندي ڪندا هئا.

بليڪ سيپٽمبر ڪيتريون ڪاروايون ڪيون، جنهن ۾ 15 سيپٽمبر 1971ع تي لنڊن ۾ اردن جي سفير زيد رفاعي (Zaaed Rafai) ڪي گولي هڻي زخمي ڪيو. ڇهين ڊسمبر 1972ع تي راونسٽن (Rawinston)

هالنڊ ۾ هڪ گئس پلانٽ کي باهه ڏني، جنهن جي مالڪ هڪ اسرائيلي ڪمپني هئي. ساڳي ڏينهن تي بنج اردني بروهل ۾ ڪولو جن (In Bing Jordan Brohel near Colojen) پرسان قتل ڪيا ويا. جن تي الزام هيو تہ هو اردني حڪومت پاران مغربي جرمنيءَ ۾ فلسطيني پورهيتن جي جاسوسي ڪري رهيا هئا. جنهن ڪانپوءِ ٽريسٽ (Trest) ۾ تيل جي پائيپ لائين تباهہ ڪئي وئي. ان ڪانپوءِ اٺين مئي تي هڪ سبينا هوائي جهاز هائيجيڪ ڪري زبردستيءَ ليڊا (Leda) هوائي اڏي تي لاٿو ويو ۽ مطالبو ڪيو ويو تہ اسرائيل سندن هڪ سو ڪمانڊوز کي آزاد ڪري نہ تہ جهاز مسافرن سميت تباهہ ڪيو ويندو. پر انهيءَ ڪاروائي ۾ گوريلن سان فراڊ ڪيو ويو ۽ اسرائيلي ڪمانڊوز عالمي ريڊ ڪراس جي وردين ۾ جهاز تي قبضو ڪيو، جنهن ۾ ٻہ گوريلا قتل ٿيا ۽ ٻن کي گرفتار ڪيو ويو. انهيءَ آپريشن کي وڏي بين الاقوامي اهميت ملي. اسرائيل ۽ عالمي ريڊ ڪراس جي وچ ۾ تلخ ڪلاميءَ جو تبادلو ٿيو، جنهن ۾ اسرائيل طرفان عالمي ريڊ ڪراس جون ورديون استعمال ڪرڻ تي سندن مذمت ڪئي وئي. ٻيو ليڊا آپريشن 30 مئي تي ڪيو ويو، جنهن ۾ جپاني ڪمانڊوز ايئر پورٽ جي هال ۾ فائرنگ ڪئي، جتي ڇويهہ ماڻهو قتل ٿيا ۽ اسي (٨٠) ٻيا زخمي ٿيا. انهيءَ ٻي ڪاروائي کي پهرين ناڪاميءَ جو بدلو قرار ڏنو ويو.

بليڪ سيپٽمبر سيني ڪان مشهور ڪاروائي 5 سيپٽمبر 1972ع تي ڪئي، ۽ ميونخ اولمپڪ گيمس ۾ اسرائيل جي يارنهن اٿيلينٽ کي اغوا ڪري جهاز ۾ ڪنهن طرف ڪئي وڃڻ لاءِ مطالبو ڪيو. جنهن ۾ جرمن پوليس مداخلت ڪئي پر حملي ۾ سڀ يرغمالي پنجن ڪمانڊوز ۽ جرمن پوليس مئن قتل ٿي ويا. جڏهن تہ ٽن گوريلن کي گرفتار ڪيو ويو. جن کي پوءِ 29 آڪٽوبر تي لفٿانسا (Lifthansa) هوائي جهاز بيروت فرينڪفرٽ اڏام دوران اغوا ڪري ٽن گوريلن کي آزاد ڪرايو.

ميونخ جي ڪاروائيءَ تي بين الاقوامي رد عمل تمام گهڻو ٿيو، پر بليڪ سيپٽمبر ڪابہ پرواهہ ڪونہ ڪئي ۽ 19 سيپٽمبر تي هڪ ٻيو بم ليٽر

اسرائيل جي ٻين سفارتخانن ۾ خود اسرائيل ۾ پهچايا ويا. 28 ڊسمبر 1972ع تي بليڪ سيپٽمبر جي ڪمانڊوز بئنڪاڪ جي اسرئيلي سفارتخاني جا ڇهه ميزبان اغوا ڪري ورتا، پر اهو آپريشن بغير ڪنهن نقصان جي پرنس سهانوڪ جي مداخلت تي ختم ٿيو. يرغمالي واپس ٿيا ۽ ڪمانڊوز قاهره پرواز ڪري ويا. جنهن کان هڪ مهينو پوءِ 26 جنوري 1973ع تي هڪ اسرائيلي انٽيليجنس آفيسر باروچ کي مئڊرڊ جي روڊ تي قتل ڪيو ويو. پندرهين فيبروري تي اردني حڪومت هڪ ڪمانڊو گروپ کي گرفتار ڪيو، جنهن جي اڳواڻي محمد دائود اوده (ابودائود) ڪري رهيو هو. جيڪو الفتح جي انقلابي ڪائونسل جو ميمبر هيو. گروپ لڪي ڇپي اردن ۾ داخل ٿيو هو ۽ سندن ارادو هو ته اردن جي وزارت جي ڪجهه ميمبرن کي اغوا ڪري اهو ثابت ڪيو وڃي ته اردن ۾ فتح جون ڪارروايون اڃان جاري آهن. انهيءَ منصوبي ۾ ناڪاميءَ فتح جي لاءِ سندس ناموس تي وڏو ڌڪ هنيو. پر پهرين مارچ تي هڪ ٻئي گروپ خرطوم ۾ سعودي عرب جي سفارتخاني کي يرغمالي بڻائي ڇهن سياستدانن (Diplomate) کي اغوا ڪيو، جن ۾ ٻه آمريڪي، هڪ بيلجمي، ٻه سعودي ۽ هڪ اردني شامل هئا. ڪمانڊوز گهر ڪئي ته ابودائود ۽ ٻين گرفتار ڪمانڊوز کي آزاد ڪيو وڃي، پر ڳالهين کان پوءِ ٻن آمريڪي ۽ هڪ بيلجميءَ کي ڇڏيو ويو ۽ ڪمانڊوز پاڻ کي سوڊاني حڪومت جي حوالي ڪيو. اهڙين ٻين ڪيترين ڪاروائن کانپوءِ بليڪ سيپٽمبر جي ڪاروائن، منصوبا بندي ۽ عمل ۾ هڪ نئين ٽيڪنڪ متعارف ڪرائي. ازا نسواءِ فلسطيني مسئلي کي هڪ ٻئي رخ ۾ سامهون آندو.

بليڪ سيپٽمبر پاڻ کي مخفي رکڻ جو پورو پورو بندوبست ڪيو. جنهن ڪري سندس جوڙجڪ ۽ طريقڪار بابت سموريون رپورٽون حقيقت کان گهٽ پري آهن. سندس نه ته ڪو اڳواڻ ظاهر ٿيو ۽ نه وري ڪو آفيسر ڳالهائڻ لاءِ تيار هو. ۽ نه ڪا ڪاغذي ڪاروائي ٿي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته بليڪ سيپٽمبر صرف ان عرصي لاءِ تيار ڪئي هئي، جنهن ۾ هن ڪارروايون ڪيون. ان کانپوءِ سندس ميمبرن واپس وڃي پنهنجو ريگيولر فرنٽ اختيار ڪيو. جيستائين ڪو ٻيو آپريشن ٿئي، تيستائين پنهنجي تنظيم

کي ميساري ڇڏيندا هئا. سيني نتيجن ڪانپوءِ هاڻي اهو سمجهجي ٿو تہ بليڪ سيپٽمبر سرڪاري طور برف تي وئي آهي. خرطوم آپريشن ڪانپوءِ جيڪو فيصلو ڪيو ويو، جيڪا سندن آخري ڪاروائي هئي. جنهن ۾ سندن تنظيم جو نالو ظاهر ٿيو. ڇا بليڪ سيپٽمبر جون بين الاقوامي ڪمانڊوز ڪاروايون انهيءَ لاءِ هيون تہ اسرائيلي جهيڙن جي بنياد کي ٻاهر ڏيکارجي؟ صيهوني رياست ڌهڪائيندڙ تنظيمن ۾ شامل ٿي پنهنجي مفاد لاءِ فلسطيني رفيوجي (مهاجر) ڪئمپن تي حملن ڪرڻ سان ۽ ان پاليسيءَ سان تہ فلسطين کي اسرائيلي رياست ۽ مفتوح علائقن مان ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪري. دنيا وڏ ۾ وڏ متاثر ٿي هئي تہ اسرائيل جي دهشتگرد ڪاروائن کي وساري ڇڏي. مگر متس وڌيڪ زور رکي تہ هو هڪ دفعو وڌيڪ فلسطين جي خلاف دهشتگرد هٿيار بڻجي. بليڪ سيپٽمبر اسرائيل جي دهشتگرد رياست کي صاف روشنيءَ ۾ آڻي ڏيکاريو.

جنهن ڪانپوءِ اسرائيلي ايجنٽن کي جوابدار ٺهرايو تہ انهن ڪار بم ذريعي PFLP جي پريس اڳواڻ غاڻن ڪانافانيءَ (Gasan KanaFanni) کي قتل ڪيو. جنهن ڪانپوءِ سندس جاءِ پريندڙ باسم ابوشريف کي ليٽر بم ذريعي زخمي ڪيو. ٻئي ليٽر بم ڊاڪٽر انيس سيگهہ (Sayegh) کي زخمي ڪيو، جيڪو پي ايل او جو بيروت ۾ ريسرچ هيڊ هيو. ان ڪاسواءِ اسرائيلي ايجنٽن وئل زوئيٽر (Weal Zuaiter) فتح جي انٽلي شاخ جي آفيسر کي قتل ڪيو. محمود همشاري (Hamshari) پي ايل او جو عيوضي ۽ باسل قباسي (Bassil Qubaisi) جيڪو بہ پئرس ۾ هو، ٻنهي کي قتل ڪيو ويو. اهڙي طرح اسرائيل جي تشدد ۾ ٽن فلسطيني اڳواڻن کي بيروت ۾ فوجي اسڪواڊ ذريعي قتل ڪيو ويو. انهن مان ہہ فتح جا اڳواڻ ابو يوسف (محمد يوسف ناجر) ۽ ڪمال ادوان هئا. ۽ ٽيون ڪمال ناصر پي ايل او جو سرڪاري پريس ترجمان هيو، جن کي 10 اپريل 1973ع تي رات جوقتل ڪيو ويو. اهو آپريشن انهن هڪ بمبار جهاز وسيلي لبناني هوائي جهاز کي زبردستيءَ اسرائيل ۾ لاهي ڪيو، جنهن ۾

اسرائيل کي شڪ هو تہ انهن مسافرن ۾ جارج حباش بہ شامل آهي، حالانڪ هو ڪونہ هو.

مون مٿي ٻڌايو آهي تہ بليڪ سيپٽمبر کان اڳ الفتح جي ملٽري آپريشن لاءِ العاصفہ ونگ بہ هئي. جنهن آپريشن لاءِ هڪ فوجي ٻڌرائي ذريعي اعلان ڪيو هو. ان ڪانپوءِ اسرائيلن ڪاروائي ڪئي، جنهن جي ردعمل ۾ سيني فلسطني گروپن جو ڌيان ان طرف وڌي ويو. اسرائيل ان ڪاروائيءَ جو جواب 14 جنوريءَ 1965ع تي اسرائيلي ملٽري طرفان ٻڌايو ويو تہ عربن جي هڪ ٽوليءَ کي گرفتار ڪيو ويو آهي، جيڪي اسرائيل جي هئڊرالڪ پلانٽ کي تباهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. اهو منصوبو اسرائيل جي ان پروجيڪٽ جو حصو هو، جيڪو اردن جي ماٿريءَ واري پاڻيءَ کي موڙڻ لاءِ شروع ڪيو ويو هو. انهيءَ پاڻيءَ جي منصوبي کي ٽارگيٽ بنايو. اسرائيلي اخبارن ان اعلان کي گهڻي اهميت ڏني هئي. مارِو (Maarv) چيو تہ ان نئين تنظيم کي فلسطين جو هلال اختياراتي فورس (Command of palestine Crescent Forces) سڏيو ويو هو. پنج ڏينهن پوءِ وزير اعظم ليوي اشڪول (Levi Eshkol) پنهنجي تبيرياز ۾ تقرير ڪندي اسرائلين کي خبردار ڪيو هو تہ هو هر وقت هوشيار ۽ تيار رهن. هڪ هفتو پوءِ اشڪول جي تقرير، جنهن ۾ هن اعلان ڪيو تہ سمورن قديم يهودين (Haganah) کي، اسرائيل کي سبوتاز جي بچاءَ لاءِ واپس گهرايو ويندو. جنهن سان جهڳڙي واري صورتحال وڌيڪ خراب ٿي وئي.

الفتح پنهنجو آپريشن جاري رکيو. ۽ ٻهرين مارچ 1965 تي اشڪول ، جيڪو وزيراعظم سان گڏ وزير بچاءُ بہ هيو، تنهن عرب رياستن کي الٽيميٽم ڏنو ۽ اردن حڪومت کي وارننگ ڏني تہ هو پنهنجون ڪمانڊوز ڪاروايون بند ڪرائين، نہ تہ، ان جو کين ذميوار سمجهيو ويندو. ان وقت اقوام متحده جي سڪيورٽي ڪائونسل ۾ شڪايت درج ڪرائي وئي، جنهن ۾ الفتح آخر ۾ شرڪت ڪئي. انهيءَ وضاحت ۾ تحريڪ بابت ٻڌايو تہ الفتح جو بنياد گهڻو اڳ 1959ع ۾ پيو هو. جنهن ۾ فلسطين جي نوجوانن جي ڪجهہ

گروپن، جن مان ڪجهہ ميمبر غازا ۾ 1956ع ۾ ڪمانڊو ڪاروائن ۾ حصو ورتو هو، تن پاڻ ۾ گڏجي سياسي ۽ پرچارڪ تحريڪن ۾ ڪاروايون ڪيون. جيتوڻيڪ هنن الفتح جو نالو ڪونہ ظاهر ڪيو هو. هنن "پنهنجي فلسطين ڪي پنهنجي اظهار جو نالو ڏنو ۽ فلسطين معتلق سياسي مناظر شايع ڪرايا. جيڪي مختصر هيٺ ڏجن ٿا.

(١) فلسطين ڪي ٻيهر حاصل ڪرڻ جو صرف اهو رستو آهي تہ فوجي ويڙهہ جي ذريعي فلسطين جي پوري طاقت گڏجي لڙائيءَ جي سامهون بيهاري وڃي.

(٢) لڙائي فلسطين ڪي آخري منزل ڏيکاريندي. جنهن جي نتيجي ۾ اسانکي پراڻيون رسمون رواج ڇڏي هڪ طاقت ۾ بدلجڻو پوندو. ٻين لفظن ۾ فلسطين ڪي ڪو وقت نہ رهيو آهي تہ هو خيالي پلاءُ پچائن.

(٣) عرب حڪومتن ڪي پنهنجي علائقن جا مفاد وڌيڪ عزيز آهن، بنسبت انجي تہ هو دشمن جو گڏجي مقابلو ڪن. اهو سڀ ڪجهہ عرب حڪومتن لاءِ انهيءَ ڪري چيو وڃي ٿو تہ هو پنهنجي پنهنجي حدن ڪي بچائن ۽ فلسطيني ڪاروائن جي فتح ڪيل علائقن جي اندر ڪرڻ جي مدد ڪن ۽ اجازت ڏين.

(۴) لبريشن آف فلسطين جو نعرو ٻڌيءَ جو رستو آهي. ٻين نعرن ڪي تبديل ڪري ٻڌيءَ جورستو اختيار ڪيو وڃي ۽ نعرو لڳايو وڃي ۽فلسطين جي آزاديءَ جو نعرو لڳايو وڃي.

انهن اصولن تحت الفتح پنهنجو پاڻ ڪي هڪ ڪئمپ ۾ رکيو آهي. ٻين فلسطيني ڪمانڊو تنظيمن ظاهر ۾ هڪ ٻئي ڪي هڪ رستي تي ملايو آهي. يا ٻئي طرف عرب رياستن جهڙوڪ: مصر، شام يا عراق سان تعلق قائم ڪيو آهي. ايران جي انقلاب ڪانپوءِ ڪيترن ايران سان لاڳاپو وڌايو آهي. انهن گروپن اجا تائين پڻ- عرب نظرئي ڪي ذهن ۾ رکيو آهي. جنهن ڪري پروگريسو عرب حڪومتن ٻڌيءَ ڪي فلسطين جي لبريشن (آزاديءَ) جو واحد ذريعو سمجهيو آهي. سڀئي قبول ڪن ٿا تہ فلسطيني آزاديءَ جي تحريڪ جا اڳواڻ ان نظرئي تحت جدو جهد ڪن، جهڙي طرح هو اڳ

ڪري رهيا هئا. الفتح انجي ابتڙ سوچي ٿي، ۽ عرب اتحاد کي ان ڏس ۾ ڏٺو آهي تہ اهو صرف هڪ ڍوڪو آهي، جيڪو موجود رياستن جي قائم حڪومتن جي مفادن لاءِ آهي. جنهن ڪري فتح لڳاتار ڪنهن بہ هڪ حڪومت سان لاڳاپو رکڻ کان انڪاري آهي. جيڪا پاليسي گروپ جي ڪاروائن کي سبوتاز ڪندي.

الفتح سوشلسٽ بنيادن کان بہ پاسو ڪيو، جيڪي 1950ع ۽ 1960 جي ڏهاڪن ۾ وڏيڪ مقبول هئا. ڇاڪاڻ تہ اهي ناصر ۽ بعث پارٽيءَ جا خيال هئا. ابونڊال بہ ابتدا سعودي عرب ۾ بعث پارٽيءَ جي ميمبر ٿيڻ سان ڪئي هئي. اهو سندس سياست ۾ پهريون قدم هيو، جنهن ڪري سوشلسٽ آدرشن سان سرشار ٿيو هو ۽ بعد ۾ هو الفتح ۾ داخل ٿيو. الفتح کي سوشلزم کي رد ڪرڻ ڪري قدامت پسند حڪومتن طرفان مدد ملي، جيڪي اڳير ٿي فلسطيني ڪاروائن تي متفق نہ هئا. مارچ 1973ع جي هڪ پريس ڪانفرنس ۾ سعودي عرب ۾ الفتح جي نمائندي ابوحشام ٻڌايو هو تہ: ” اسان اهڙو ڪو بہ ڳجهو منصوبو ڪونہ ٺاهنداسين، جڏهن تہ اسان عوام آڏو ظاهر ڪيون ٿا تہ سعودي عرب پهرين جنوري 1965ع کان وٺي اسان سان فلسطين جا پنهنجا علائقا واپس وٺي ۽ مقدس جايون آزاد ڪرائڻ ۾ واعدو ڪيو آهي تہ اسانجي ڀرپور مدد ڪندو ۽ اڄ تائين تنظيم جي پوري همت افزائي ڪئي آهي. هڪ ميٽنگ جنهن ۾ شاهہ فيصل تنظيم جي نمائندي سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي آهي ۽ عرب حڪومت طرفان پنهنجي پاليسي برقرار رکڻ جي واعدي کي دهرايو آهي.“

اهو سچ آهي تہ شروع کان وٺي الفتح عوام جي نظرن ۾ اهڙا آثار ڇڏيندي هئي تہ الفتح کي ناصر ازم جو مخالف سمجهيو وڃي. عرب دنيا ٻن واضح ڌڙن پروگريسو ۽ ڪنزرويٽو (ترقي پسند ۽ قدامت پسند) بلاڪن ۾ ورهايل هئي، ۽ شاهہ فيصل جي ڪوشش هئي تہ ناصر جي سوشلزم جي ڀيٽ ۾ اسلامي ليگ کي زور وٺرايو وڃي. الفتح سمجهيو هو تہ سندن انهن حڪومتن جي جهيڙن ۾ ملوث ٿيڻ جي ڪري ڪجهہ نہ ڪجهہ فائدو حاصل ٿيندو، پر هن ڪڏهن بہ پاڻ کي ترقي پسندن جي باهہ ۾ نہ اڇلايو.

عرب حڪومتون به اسرائيل وانگر الفتح جي ڪاروائن جون مخالف هيون. اشڪول جي ان پڌرائيءَ ڪانپوءِ ته عرب حڪومتن ڪي اهڙين ڪاروائن جو مجرم سمجهيو ويندو ته جلدي عرب ڪمانڊ طرفان الفتح جي ميمبرن کي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڪيو. عربن جي نشرياتي ۽ اطلاعاتي ميڊيا تحريڪ جي خلاف مهم هلائي ۽ الفتح تي الزام هنيو ته هو سينٽو (CENTO) جي ايجنٽ جي حيثيت ۾ اهڙيون ڪاروايون ڪري رهي آهي ته جيئن اسرائيل انجي برعڪس عرب رياستن تي حملو ڪري. الفتح جي ميمرن کي مسلم برادرس جو لقب ڏيئي درجن جي انداز ۾ مصر، لبنان ۽ شام اندر گهيري ۾ آندو ويو، ۽ خود ياسر عرفات کي دمشق ۾ ايڪونجاهه ڏينهن مازا جيل ۾ رکيو ويو، اهڙيون رپورٽون به مليون ته ڪيترا ميمبر جيل ۾ مري ويا آهن. ۽ لبنان ۾ جلال ڪائوش لاءِ ظاهر ڪيو ويو ته ڪيس فوجي انٽيليجنس ماري ڇڏيو. جڏهن ته سرڪاري رپورٽ ظاهر ڪيو هو-ته قدرتي سببن ڪري مري ويو آهي.

ان ڪانپوءِ ڪانگريس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ به ڪردار شامل ٿيا، هڪڙن ووٽ ذريعي چيو ته جلدي دشمن خلاف لڙائي شروع ڪئي وڃي، ٻين انجي مخالفت ڪئي ۽ چيو ته انهيءَ طريقي سان اسرائيل کي جواز ملندو ته هو فلسطين جي عوام تي ظلم ڪري. جنهن جي نتيجي ۾ فيصلو ڪيو ويو ته في الحال جدو جهد کي روڪيو وڃي ۽ اينڊڙ پروگرام جون تياريون ڪيو وڃن.

ياسر عرفات، ابو صابري (جيڪو پوءِ دمشق ۾ گذاري ويو) ۽ مازن ابوغزالي واپس مفتوح علائقن ۾ وڃي پنهنجا مرڪز قائم ڪرڻ شروع ڪيا. ۽ آگسٽ 1967 کان جدوجهد شروع ڪرڻ جو عزم ڪيو ۽ پوءِ هڪ آپريشن سيريز پلان ڪئي. انهن حملن جا اڳ اڪر پوءِ اسرائيلي ڊفينس منسٽر موشي دايان ڏنا هئا. جنهن ۾ سندن ڪيترا سولجر قتل ۽ زخمي ٿيا هئا. ۽ ڪيترا سبوتاز جا واقعا ڪيا هئا. ڪارامح جي لڙائي وقت جنگ پوري جوبن ۾ هئي. تحريڪ محسوس ڪيو ته عرب دنيا سندن واحد طاقت آهي جيڪا اسرائيل جي هار نه قبوليندي. پر اچانڪ اسرائيل جي

وڏي ٽاسڪ فورس (Task Force) هيليڪاپٽرن جو جٿو لاٿو ۽ تحريڪ جي گوريلن پاڻ کي هڪ طرف اسرائيلي فوجن ۽ ٻئي طرف اردن جي فوجن جي گهيري ۾ محسوس ڪيو ۽ هڪ ڏينهن جي زبردست لڙائيءَ کانپوءِ هنن پسپائي اختيار ڪئي. جنهن ۾ الفتح جا ايڪانوي ۽ پاپولر لبريشن آرميءَ جا ٽيٽيهه ماڻهو شهيد ٿيا هئا. ۽ اهڙي طرح ڪارامح جي شڪست ڪانپوءِ غرب دنيا 1967ع جي شڪست ۽ اسرائيل وڏي فتح ۾ ڪامياب ٿيو ۽ اردن مان (فلسطيني تحريڪ) جو گهر ڇڏايو ويو.

وري تحريڪ پاڻ کي لبنان ۾ منظم ڪرڻ شروع ڪيو، پر لبنان جي حڪومت گوريلن کي هن علائقي مان ٻاهر ڪڍڻ ٿي گهريو. جنهن ڪري نومبر 1968ع ۾ حڪومت ۽ تنظيم جي وچ ۾ وڏي ڇڪتاڻ ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ اپريل ۽ آڪٽوبر 1969ع ۾ ڇڪريون لڳيون، جيڪي آخرڪار قاهره معاهدي تحت صلح واري عمل ۾ تبديل ٿيون. جنهن ۾ تنظيم کي اختيار ڏنو ويو هو ته هو ڏکڻ واري علائقي ۾ پاڻ کي متحد ۽ مستحڪم ڪري ۽ ڪمانڊو تحريڪ کي آزاد حيثيت ۾ قبول ڪيو. انهيءَ عهدنامي تحت تنظيم کي ٻيهر موقعو مليو ته هو لبنان ۽ اردن ۾ پنهنجا ٻه وڏا مرڪز تيار ڪري.

سياسي ميدان ۾ الفتح پي ايل او تي غلبو حاصل ڪيو ۽ ياسر عرفات کي چيئرمن چونڊيو ويو، جڏهن 1970ع ۾ ياسر عرفات روس، چين ۽ اتر ويتنام جو دورو ڪيو. پر فلسطين ۽ عرب حڪومتن ۾ مفادن جو جهڳڙو رڪجي نه ويو، پر انجي برعڪس 1970ع ۾ گوريلن ۽ اردن جي فوجن ۾ ٽڪراءُ هر روز جو معمول بڻجي ويو. نيٺ سيپٽمبر 1970ع ۾ الفتح ۽ اردن جو هڪ ٻيو عهدنامو ٿيو، تڏهن به هنن ٻنهي جي وچ ۾ صلح برقرار نه ٿي سگهي، جولاءِ 1970ع ۾ تحريڪ جي گوريلن جيرش (Jairsh) ۽ اجلان جي لڙاين ۾ شڪست کانپوءِ هنن وري عهدنامو ڪيو، جنهن سيني مليشيا فوجن جي ڪمزورين کي ظاهر ڪيو. سيپٽمبر جي لڙائيءَ ۽ جولاءِ 1971ع ۾ تحريڪ جي گڏيل طاقت جي اردن ۾ موجودگيءَ دوران الفتح جو خاص مقصد اهو هو ته پنهنجا داخلي اختلاف ختم ڪري اردن ۾ پنهنجو

مضبوط مرڪز قائم ڪجي. پر ان شڪست ڪانپوءِ سندن پهرين اجلاس ۾ وڏو تضاد ظاهر ٿيو ۽ تحريڪ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. هڪ گروپ پنهنجي طريقي ۾ ريڊيڪل بنيادن تي تبديلي آڻڻ تي زور ڏنو ۽ زير زمين رهي مسلح جدو جهد ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. جڏهن ته سندن مخالف گروپ سياسي جدوجهد جي ضرورت ۽ مسلح جدو جهد ذريعي شڪست جي سببن کان خبردار ڪيو. ڪانگريس ان تضادن کي حل نہ ڪري سگهي. وڏيڪ شدت ان سوال تي پيدا ٿي تہ اردن جي امن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ ضروري آهي يا نہ؟ جيئن تہ اڪثريت سخت موقف اختيار ڪيو. پر تنهن هوندي بہ الفتح اعتدال کي نہ ڇڏيو ۽ سندن ماڊريٽ ونگ جي نمائندي خالد حسن کي جدي موڪليو ويو تہ هو اردن جي نمائندن سان بحث ڪري، مگر جدہ ڪانفرنس ناڪام ٿي وئي.

جون 1972ع ۾ الفتح جي مرڪزي ڪميٽيءَ ۽ لبنان مرڪز جي ڪمانڊ ۾ وڏو جهيڙو ٿيو. جيڪي اردن حڪومت سان امن ڳالهيون ڪرڻ جا سخت مخالف هئا..ان جهيڙي تال الزاتر ڪئمپ ۾ لڙائي جي شڪل اختيار ڪئي.

انهن داخلي تضادن ڪري اردن سان لڙائي جو الزام ڪاہي ڏرتي لڳايو، جن جي ڪمانڊوز گروپن جي نعرن ۽ الزامن اردن حڪومت کي اهڙي قدم کڻڻ تي مجبور ڪيو. انهن اهو بہ الزام لڳايو تہ ڪاہي ڏرجي ڪمانڊوز جي الفتح ۾ شموليت ڪري عرب دنيا ۾ فتح جي سهائتا کي وڏو ڌڪ لڳايو آهي. خالد حسن گروپ مطالبو ڪيو تہ فتح کي نئين سر ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ جيئن تحريڪ جون سڀ تنظيمون سندس نظر داريءَ هيٺ متحد رهن. فتح ۾ ڪاہي ڏر جي اڳواٽي صالح خلف ڪري رهيو هو. جنهن جو موقف هو تہ ڪنهن بہ طرف کان حملو سموري تحريڪ تي سمجهڻ گهرجي. ڪاہي ڏر کي يقين هو تہ اردن حڪومت جي حملي الفتح جي اندر سندن موقف کي هٿي ڏني آهي ۽ ڪاہي ڏر کي جاڳايو آهي تہ هو فتح جي موقف خلاف هڙتال ڪن. انهن هن ڳالهہ تي زور ڏنو تہ مزاحمتي تحريڪ عرب لبريشن تحريڪ جو هڪ حصو آهي، سندن نظرن ۾ فتح کي سيني ڪمانڊوز گروپن سان لاڳاپا رکڻ گهرجن ۽ پوري دنيا جي سوشلسٽ بلاڪ جي ڪاہي ڏر وارين تنظيمن سان ويجهاه تعلقات قائم ڪرڻ گهرجن.

هاڻي فتح کي ڪابي ڌر بنايو ويو، 1971ع ڪانپوءِ فتح ۽ سوشلسٽ ملڪن جا پاڻ ۾ تعلقات وڌي ويا. جڏهن ياسر عرفات روس، چين ۽ اتر ويٽنام جو دورو ڪيو. ياسر جڏهن جولاءِ 1972ع ۾ روس جو دورو ڪيو، تڏهن سادات قاهره مان روس جي فوجي ماهرن کي مصر مان نڪري وڃڻ جو اعلان ڪيو. جنهن ڪانپوءِ سوويت يونين جي فلسطيني مسئلي سان همدردي وڌي وئي.

سوويت يونين جي درخواست تي اسرائيل ۾ فتح جي ڪاروائن جو تعداد گهٽجي ويو هو، جتوڻيڪ آڪٽوبر لڙائيءَ ڪانپوءِ فتح تي ريڊيڪل ۽ رجيڪشن گروپن جو مسلح جدو جهد لاءِ وڏو دٻاءُ رهيو هو. فتح ۽ سوويت يونين جي وچ ۾ سهڪار هڪ عهدنامي تي ٻڌل هو. جنهن تحت روس جو صدر نڪولائي پوڊگورني (Nicolai Podo Gorni) وچ ۾ پئي شاه حسين کي منع ڪئي ته هو فتح جي ڪمانڊو اڳواڻ ابودائود کي ڦاسي ڏيڻ کان باز اچي.

سوويت يونين سان تعلقات ڪري الفتح ان قابل ٿي ته هو عالمي ڪابي ڌر جي تنظيمن سان پنهنجا ويجها ناتا قائم ڪيا ۽ سوشلسٽ عرب حڪومتن سان سهڪار کي وڌايو. حالانڪ انهن ۾ بنيادي اختلاف هئا. ۽ انهن ڪميونسٽ پارٽين پنهنجا ڪمانڊو گروپ ختم ڪيا، جن کي العنصر (Al Anser) نالي سان سڏيو ويندو هو، ۽ ميمبرن کي فتح ۾ شامل ڪيو.

عرب دنيا جي سيني عرب فلسطني انقلابي تنظيمن گڏجي فلسطيني انقلاب ۾ شامل ٿيڻ لاءِ عرب فرنٽ قائم ڪيو. جنهن جي اڳواڻي الفتح ۽ عرب فرنٽ جي وچ ۾ سهڪار کي وڌايو. جڏهن ته هن کان اڳ سندن تعلق تمام ٿورو هيو، جهڙوڪ پاپولر فرنٽ فار لبريشن آف عمان. فتح پنهنجا تعلقات ترڪيءَ، ايران ۽ ايريٽيريا جي ڪابي ڌر وارن گروپن سان پڻ قائم ڪيا. ۽ پنهنجي ماڻهن جي وڏي تعداد ۾ تربيت ڪرائي هئي.

الفتح جي پاليسين هميشه اختلافن کي جنم ڏنو هو ۽ ڪيس وڏين مشڪلاتن ۾ وڌو هو. خاص ڪري رجيڪشن فرنٽ کي سمجهڻ ۾ الفتح جو اڳوڻو اڳواڻ بغداد ۾ الفتح جو عيوضي صابري البانا (ابوندال) جنهن جي

الفتح مان ميمبرشپ ختم ڪئي هئي. سو بغداد ۾ قائم ٿيل سياسي ڪميٽيءَ جو سربراهه هيو. تنهن الديار کي انٽرويو ڏينديءَ چيو هو تہ سندس گروپ الفتح جي مخالف ميمبرن ۽ رجيڪشن فرنٽ جي اڳواڻن تي مشتمل آهي ۽ سندن لاڳاپا پوري عرب دنيا سان قائم آهن. جنهن جي ڪري هو پي ايل او جو نعمالبدل بنجڻ جي لائق آهي. هن عرفات تي الزام لڳايو هو تہ هو تنظيم ۾ سيئي پاور پاڻ وٽ رکي ويٺو آهي. جنهن ڪري تحريڪ ۾ گهرو لڙائي ٿيڻ جو وڏو امڪان ۽ خطرو رهندو.

ابوندال جو احمد عبدالغفور (ابو محمود) سان ساٿ رهيو هو، جيڪو فتح سان اختلاف ڪري نڪري ويو هو ۽ کيس سيپٽمبر 1974ع ۾ بيروت ۾ گولي سان قتل ڪيو ويو هو. جڏهن فتح ڪورٽ ابو محمود کي موت جي سزا ڏني هئي، ان ڪانپوءِ وڏي پڻماني تي قبول ڪيو ويو هو تہ هو لبيا سان تعلقات رکي ٿو ۽ ڪنهن پاڇي واري گروپ جي سربراهي ڪري رهيو آهي. جنهن کي "عرب نيشنلسٽ يوٿ فار لبريشن آف پئلستائين" سڏيو ويجي ٿو. انهيءَ گروپ ڪيترين مشهور ڪارروايون ڪيون هيون. جنهن ۾ روم جي فيوميسينو (Fiumicino) ايئرپورٽ تي حملو بہ شامل هيو، جنهن ۾ موراڪو جي ڪيترن سرڪاري آفيسرن سميت ٽيهہ ماڻهو قتل ٿيا هئا. جولاءِ 1974ع ۾ ابو محمود هڪ بيان جاري ڪري فتح جي اڳواڻن جي مذمت ڪئي هئي ۽ الزام هنيو هو تہ هو انقلاب کي نقصان پهچائي رهيا آهن ۽ العاصفہ فورس کي بدنام ڪري رهيا آهن. هن مرڻ کان اڳ عراق جو سفر ڪري ابوندال سان ملاقات ڪئي هئي.

ابوندال، جيڪو هڪ سو کان وڌيڪ بين الاقوامي ڪمانڊو آپريشن جو سرواڻ آهي. تنهنجو نندپڻ کان وٺي انقلابي زندگيءَ تائين سڀ ڪجهہ پس پرده آهي، ايتري قدر جو، جن اسڪولن ۾ هن تعليم ورتي آهي، اهي بہ سهي معلومات فراهم ڪرڻ کان اٽڪاڻائي ڏيکارن ٿا. انڪري سندس ذاتي زندگيءَ جي ڄاڻ گهٽ ميسر ٿي آهي. هن اکواڻ 1937ع ۾ جافا (Jaffa) ۾ هڪ خوشحال خاندان جي گهر ۾ جنم ورتو، سندس خاندان جو اصلي پيشو زميندارِي هيو، ليڪن بعد ۾ هنن وٽ ميوي جا وڏا باغ هئڻ ڪري، هو

آهستي آهستي واپاري طبقي ۾ شامل ٿي تجارت ڪرڻ لڳا. هن خاندان ڪي جافا ۾ تجارتي رشتن ڪري وڏي ڄاڻ سڃاڻ ۽ پهچ ميسر ٿي هئي. البانا خاندان جي انهيءَ ٽي منزل عمارت واري گهر ۾ هاڻي اسرائيل جي فوجي ڪورٽ آهي. اڄ ڪلهه سندس هڪ رشتيدار محمد خليل البانا نابلس ۾ فروٽ جو واپار ڪري ٿو ۽ سندن زرعي زمينون يهودين جي قبضي ۾ آهن، ۽ محمد خليل نابلس ۾ ئي رهائش پذير آهي. ابوندال جڏهن چوٿين درجي ۾ هيو ته اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ فسلطين کي ٻن رياستن ۾ ورهائڻ جو اعلان ڪيو. 29 نومبر 1947ع جي ان پڌرائيءَ کانپوءِ فلسطيني علائقن ۾ لڙائي ڇڙي پئي. ان وقت کان هنن جي ڏکن ۽ دربدريءَ جي شروعات ٿئي ٿي. البانا خاندان پنهنجي ٻين فلسطيني ڀائرن سان گڏ بک ۽ بدحاليءَ جي حالت ڪري رفيوجي ڪيمپن ۾ ڀٽڪندو رهيو ۽ قطارن ۾ بيهي اقوام متحده جي رليف ويلفيئر ايجنسيءَ کان پنهنجي لاءِ روزانه کاڌ خوراڪ وٺي گذارو ڪرڻو پيو. اباڻي علائقي مان هجرت کانپوءِ هن جي تعليم رڪجي وئي، ۽ سندس خاندان ۾ ظلم، بربريت ۽ لڏ پلاڻ ڪري هنن جي سماجي زندگي مفلسي ۽ غربت ۾ تبديل ٿي وئي. تنهن ڪري سندن ۾ اها طاقت نه رهي ۽ وسائل نه هئڻ ڪري ابوندال کي پرائيويٽ اسڪولن ۾ تعليم ڏيارڻ جو امڪان نه رهيو هو. تنهن هوندي به هن ڪوشش وٺي 1955ع ۾ گريجوئيشن ڪئي. قاهره يونيورسٽي مصر کان فارغ ٿي، هن واپس اچي نابلس ۾ ڪجهه وقت اسڪول ماستري ڪئي. ان کانپوءِ سندس ڀاءُ ذڪريا، جڪو سعودي عرب ۾ عرب-آمريڪن آئل ڪمپني آرمڪو ۾ انجينر هيو، تنهن ابوندال ڏي پيغام موڪليو ته سعودي عرب ۾ تيل جي اهم پيداوار ڪري ملازمت جا بهترين موقعا اهن. تنهنڪري ابوندال 1960ع ۾ سعودي عرب جي هڪ تعميراتي ڪمپنيءَ ۾ اسسٽنٽ اليڪٽرشن طور سروس شروع ڪئي. انهيءَ نوڪريءَ جي عرصي دوران هن سياست ۾ پنهنجو پهريون قدم رکيو، ۽ ڪن دوستن سان گڏجي بعث پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو، جيڪا سعودي عرب ۾ خفيه نموني سان جدو جهد پئي ڪري. بعث پارٽي، جيڪا پئن-عربزم لاءِ ڪم ڪندي هئي، انهيءَ جي پروگرام ۾ هيو

تہ ”قومپرستيءَ کي اسان پنهنجو اول ۽ آخر مقصد سمجهون ٿا“ ”هيءَ شعور جي اها منزل آهي، جيڪا فردن کي هڪ اجتماعيت ۾ ڳنڍي ٿي ۽ پنهنجي وطن کي هڪ وڏو خاندان سمجهن ٿا“ ”قومپرستيءَ سان ڪنهن بہ نموني محبت ۽ پيار ڪرڻ سان دل کي آسيس اچي ٿي ۽ خوشين سان تمتار ٿي وڃي ٿي ۽ روحاني جذبن جون اميدون ۽ ڌرتيءَ جي شڪتي يقين ۾ ڦهلجي وڃن ٿيون.“ بعث پارٽيءَ جي قومپرستيءَ جو مقصد عربن کي متحد ڪرڻ هيو، انهيءَ لاءِ تہ هو پنهنجون تاريخي ذميواريون پوريون ڪري ۽ انسان کي مهذب ڪرڻ ۾ شرڪت ڪري. انهيءَ جي اتحاد جو سبب سماجي ۽ روحاني انقلاب جو ذريعو بنجڻ هيو. اهڙو انقلاب جيڪو سامراجي ۽ فيوڊل طاقتن کي ٽڪرائي هڪ آزاد سوشلسٽ سماج جو اقتدار وجود ۾ آڻڻ مقصد هيو.“

ان ڪانپوءِ هو الفتح ۾ داخل ٿيو. سعودي عرب ۾ هنجي سياسي تحرڪ ڪري آرمڪو ڪمپنيءَ جي عملدارن جو ڌيان ڇڪايو، تہ ٻئي طرف سعودي عرب جي جاسوسي ادارن هن تي نظر رکي. ابوندال تي سعودي عرب ۾ حملو بہ ٿيو هو ۽ پوءِ هنکي گرفتار ڪري وڏو تشدد ڪيو ۽ جيل موڪلي ڇڏيو ۽ آخرڪار سعودي حڪومت کيس ملڪ نيڪالي ڏني. جنهن ڪري کين شيخن ۽ بادشاهت کان ۽ خاص ڪري سعودي حڪومت کان سخت نفرت پيدا ٿي. ان ڪانسواءِ اهڙي شاهوڪار ملڪ ۾ هڪ پورهيت کي انهن جي ڏانچي ۾ شودر يا هريجن يا ڏاڪڻ جو ترو شمار ڪن ٿا، اهو سندس ملازمت جو تجربو هيو.

جڏهن هن کي ملڪ نيڪالي ڏني تہ هو اردن جي گاديءَ واري شهر عمان هليو آيو. اتان وري 1967ع واري لڙائي دوران پنهنجي زال ۽ ٻارن سميت نابلس پهتو، تہ سندس زندگيءَ جا ڏينهن معاشي طور ڏاڍا ڏکيا، ڪوفت ۽ پريشانيءَ ۾ گذري رهيا هئا. انوقت اسرائيلي فوجن نابلس کي سخت برباد ڪيو. اهڙي اسرائيلي قبضي ڪانپوءِ هو زير زمين ڪاروائن ۾ ڀرپور حصو وٺڻ لڳو. جڏهن اسرائيلي جاسوسن الهندي ڪناري الفتح جي ميمبرن جي ڳولا شروع ڪئي تہ هن نابلس کي ڇڏي عمان جو رخ ڪيو. عمان ۾ صابري

البانا کي الفتح تنظيم طرفان چيو ويو تہ هو پنهنجو نالو عرفيت (Alies)
وارو پيش ڪري ۽ پوءِ هن ابوندال پسند ڪيو.

ابوندال کي 1969ع ۾ سوڊان جي تخت گاهہ خرطوم ۾ بنيادي مرڪز کولڻ لاءِ الفتح جي قيادت طرفان عيوضي ڪري اوڏانهن موڪليو ويو. جتان سوڊاني حڪومت سان فلسطيني شاگردن ۾ انقلابي پرچار ڪرڻ تي اختلاف سبب هن کي واپس گهرايو ويو. اهڙي طرح سوڊان کان واپس ٿيڻ ڪري، هنکي ڪيترن صلاح مشورن کانپوءِ عراق لاءِ تنظيم جو اڳواڻ نمائندو ڪري موڪليو ويو.

الفتح قيادت، ابوندال جو سعودي عرب ۾ بعث پارٽيءَ ۾ ميمبر ٿي رهڻ واري خيال کي نظر ۾ رکيو تہ هاڻي بہ عراق ۾ ساڳي بعث پارٽي اقتدار ۾ آهي، ۽ هي انجي زير زمين عملن جو واسطيدار هيو. انڪري ياسر عرفات ۽ ٻين اڳواڻن جو خيال هيو تہ ابوندال جا ان پارٽيءَ سان بنيادي لاڳاپا تنظيم لاءِ عراقي حڪومت تي اثر انداز ٿيندا ۽ عراقي حڪومت ۽ الفتح تنظيم جي رشتن کي مضبوط ڪندو. ابوندال 1970ع ۾ عراق ۾ پهچي پنهنجي ڪم جي سرانجاميءَ ۾ مشغول ٿي ويو ۽ الفتح جون ڪيتريون برانچون منظم ڪيائين.

جڏهن ياسر عرفات الفتح کي ٻيهر منظم ڪرڻ طرف توجهہ ڏنو تہ هن پنهنجي تنظيم جي اڳواڻي لاءِ اهڙا فرد چونڊيا، جيڪي سندس خاص حمايتي هئا. جڏهن تہ ابوندال کي عرفات پنهنجي خاص ماڻهن ۾ ڪڏهن بہ نہ سمجهيو هو. ابوندال، ابو اياد جي سفارش ڪري تنظيم ۾ ان مرتبي تائين پهتو هو. پر تنهن هوندي بہ ابوندال بغداد ۾ تنظيم جي اڳواڻن کي پنهنجي قابليت ۽ وفاداريءَ جا اهڙا عمل ڏيکاريا، جنهن ڪري هو تنظيم جو ڀهريون ميمبر هيو جنهن کي اتر ڪوريا ۽ چين ۾ وڌيڪ فوجي تربيت لاءِ موڪليو ويو هو. جتي هن گوريلا ويڙهہ جا طريقا، هٿيارن ۽ بمن جي استعمال جي عملي تربيت حاصل ڪئي، ان سان گڏ مارڪسزم ۽ مائوازم جي نظرين بابت بہ تعليم حاصل ڪئي. اتي چار مهينا رهڻ کانپوءِ هن چواين لاءِ جي انتظامي ۽ تنظيمي صلاحتن کي بهتر سمجهيو ۽ انهن جي ساراهہ ۽ پرچار ڪرڻ لڳو، جنهن ڪري قومپرستيءَ ۽ وطن جي آزاديءَ ۾

وڏيڪ يقين ٿيس.

ابوندال جڏهن عراق پهتو ته هن پاڻ تي سونپيل فرض واري ڪم ۾ سهمت آڻڻ لاءِ عراقي حڪومت ۽ انجي انٽيليجنس ادارن سان تعلق کي وڌايو هو. جنهن ڪري ياسرعرفات ۽ انجي حواري شخصن کي شڪ پيدا ٿيڻ لڳا. جيڪو پهريون ئي ابوندال جي سوشلسٽ خيالن کان مرعوب ۽ متشڪي هئا. تنهن تي ابوندال ۽ تنظيم جي اڳواڻ ياسر عرفات جا شڪ گمان ۽ اختلاف ايترا گهرا ٿيندا ويا، جو نيٺ ابوندال کي عراق مان واپس گهرائڻ جو حڪم ڪيو. حالانڪ الفتح جو هي پهريون فلسطيني عيوضي هيو. جنهن تنظيم کي وڏو مرتبو، طاقت، وسيلا ۽ مختلف گهرجن وارو اقتدار فراهم ڪيو. تنهن هوندي به هن کي گهرائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ليڪن ايستائين تضاد ۽ شڪ ايترا وڌي ويا هئا، جو ابوندال واپس اچڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. الفتح جو چوڻ هو ته سندن ڪنهن به ميمبر جي ٿوري غلطيءَ جي ڪري به سندن تنظيم جي بدنامي ٿئي ٿي، پوءِ چاهي اهو هڪ فرد هجي يا پورو گروپ ان ۾ ملوس هجي، اهو سندن غير مقبوليت جو سبب بنجي ٿو. هنن جي هميشه اها ڪوشش رهي آهي ته تحريڪ کي منظم رکجي، جنهن جي چوڻ ڪيڏي به قيمت ادا ڪرڻي پوي. انڪري هنن عراق ڏانهن ڪيترئيون سفارتون موڪليون ته ابوندال کي واپس آڻين، پر هو هميشه خالي هٿين واپس ويا ٿي، ڇاڪاڻ ته سندن نيت ۽ ارادي جي معلومات هو اڳ ئي سمجهي چڪو هو.

ابوندال جو چوڻ هيو ته الفتح ۽ پي ايل او جي اڳواڻن جون 1970ع جي وچم ڪانوني جيڪي سياسي ڪوششون هيون، سي انتها تي پهچي ويون هيون. نيٺ آخر ياسرعرفات نومبر 1974ع تي اقوام متحده ۾ وڃي ظاهر ٿيو. جيڪو قدم مسلح جدو جهد واري اصول جي ڀيڪڙي هيو. اهو عمل ابوندال جي سامهه اعتدال پسندي ۽ بين الاقوامي ڪنجوڙ هيو، جيڪو تنظيم لاءِ ففت ڪالم ڪان ڪنهن طرح به گهٽ ڪونه هيو. يعني اندر ئي اندر تحريڪ جا ترا ڪڍڻ هيو. ابوندال جو چوڻ هيو ته ياسر عرفات ۽ سندس حواري فلسطيني انقلاب جي نفي ڪري رهيا آهن. هو يهودين سان صلح صفائي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهن. تنهن ڪري سندن قسمت ۾ اهو ڪجهه

لڪيل آهي، جيڪو سادات سان ٿيو هو. انهيءَ ڪان اڳ 5 سيپٽمبر 1973ع تي گروپ جي پنجن ميمبرن پئرس ۾ سعودي عرب جي سفارتخاني تي قبضو ڪري انجي يارنهن اسٽاف ميمبرن کي اغوا ڪري هوائي جهاز رستي پهريائين ڪويت آندو ۽ پوءِ لبيا ڪٺي ويا، اهو ابوندال جو پهريون خود مختيار عمل هيو ۽ اهو عمل سعودي عرب ۾ ابو حشام جي پريس ڪانفرنس جي ردعمل ۾ ياسر عرفات کي ٻڌائڻ هيو تہ هو اهڙن عملن کان باز اچي. ان کان هڪ سال پوءِ ساڳي مهيني مارچ 1974ع ۾ ابوندال کي الفتح تنظيم مان هڪ سرڪاري اعلان ذريعي خارج ڪري هن جي غير موجودگيءَ ۾ ڪيس هلايو ويو.

ساڳي سال 26 جولاءِ 1974ع تي ٻيهر فلسطيني نيوز ايجنسيءَ طرفان اعلان ڪيو ويو تہ صابري البانا، جڪو ابوندال جي عرفيت سان مشهور آهي، تنهن کي پنهنجي مرتبي ۽ عهدي ۽ بغداد ۾ الفتح تنظيم واري سفارتي عيوضيءَ واري حيثيت کان برخواست ڪيو ويو ٿو، ڇاڪاڻ تہ هي ان معاملي ۾ ملوث آهي، جنهن ۾ شام جي حڪومت الفتح جا ٽيهہ ماڻهو گرفتار ڪيا آهن. اسان ڪيس ان ڏوهہ ۾ ملزم ٺهرايو آهي. ان ڪانپوءِ انهيءَ ئي سال ۾ نومبر 1974ع جي شروعات ۾ بيروت جي يو پي آءِ (UPI) ، خبرون نشر ڪندڙ ايجنسيءَ رپورٽ ڏني تہ الفتح جي ڪورٽ صابري البانا کي ڏوهي ٺهرايو آهي تہ هو ياسر عرفات جي تنظيم خلاف هٿيار بند بغاوت ڀڙڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. تنهن ڪري سندس غير حاضريءَ ۾ ڪيس موت جي سزا ڏئي الفتح اڳواٽن عراق حڪومت کان ان جي گهر ڪئي تہ پنشمينٽ تي عمل ڪرايو وڃي. انهيءَ نتيجي ۾ الفتح جي مرڪزي قيادت ۽ عراقي برانچ جي ڇڪتاڻ وڌي وئي. ساڳي طرح ابوندال گروپ طرفان بہ ريڊيو وائيس آف فلسطين تان هڪ خبر ۾ ظاهر ڪيو ويو تہ فلسطيني ڪورٽ بہ ياسر عرفات کي ساڳي قسم جي سزا ٻڌائي ۽ اهڙي طرح هي ٻئي فلسطيني هڪ ٻئي جا جاني دشمن بڻجي ويا آهن.

جنهن وقت ابوندال جا الفتح تنظيم سان تضاد گهرا ٿيندا پئي ويا، تہ ابوندال پنهنجي گروپ جو بنياد قائم ڪرڻ طرف توجهہ ڏيڻ شروع ڪيو

هو. جڪو گروپ ابونڊال جي خيال ۾ ياسر عرفات ۽ سندس الفتح جي ساٿين جي وچولي راهه واري پاليسي ۽ پرامن ناهه وارن خيالن ڪي رد ڪندو رهي. ابونڊال 1973ع ۾ الفتح تنظيم ڪي ڇڏڻ کان اڳ پنهنجي ان خيال ڪي ظاهر ڪرڻ لاءِ ته الفتح تنظيم پنهنجي بنيادي مقصد کان هٽي وئي آهي، تنهن ڪري هو پنهنجي هڪ اداري جو بنياد وجهي رهيو آهي، جنهن جو به ساڳيو نالو هوندو، جيڪو الفتح جو آهي. جنهن ۾ اهي ساڳيا انقلابي اصول هوندا، جيڪي الفتح جا آهن. اهي خيال هن تنظيم جي جنرل باڊيءَ جي اجلاس ۾ پنهنجي راءِ ڏيندي ٻڌايا هئا. مثال طور هن ريڊيو براڊ ڪاسٽنگ ۽ نيوز ايجنسيءَ جو نالو به اهو الفتح وارو رکيو هو " ريڊيو فلسطين جو آواز" ۽ "وفا" خبرون نشر ڪندڙ ادارو، ۽ اخبار جو به ساڳيو نالو "فلسطيني انقلاب" رکيو ويو. سندس گهڻو زور پروپيگنڊا تي، تعلقات پيدا ڪرڻ تي، عمل تي ۽ فلسطين جي ذهين شاگردن جي سيلڪيشن تي هو، جيڪي انقلابي سرگرمين ۽ عملي جدو جهد لاءِ سنگ بنياد هئا.

ابونڊال جو نظريو ۽ راءِ هئي ته عرب عوام هڪ قوم آهي، سندن وطن ۽ ڪلچر هڪڙو آهي. جنهن ڪي سياسي، اقتصادي ۽ جاگرافيائي مفادن تحت ڪن شاهه پسندن ورهائي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو آهي، جيڪو سڀ ڪجهه جڙتو آهي. اسان فلسطيني ۽ عرب دنيا جي خود مختياري واري بنيادي بين الاقومي اصول ۾ يقين رکون ٿا.

ابونڊال پاڻ ڪي قرمطين تحريڪ جو جديد اڳواڻ پيش ڪري ٿو، جنهن تحريڪ مصر ۾ جنم ورتو هو. جنهن جي ختم ٿيڻ سان مسلم تاريخ ۾ طويل دور کان هڪ خال پيدا ٿيل آهي. انهن پنهنجو نالو قرمطين رکيو، جنهن جو مطلب " ڪنهن غيبي عقيدي جي مخفي تعليم" ڪرڻ آهي. جنهن تحريڪ ڪيتري وقت تائين خود مختيار رياست جو بنياد وڌو، جنهن ۾ ايراني نار ۽ ڪميونزم جا فتح ڪيل علائقا شامل هئا. قرمطين ويڙهه واري جدوجهد ذريعي پنهنجي رياست قائم ڪئي هئي. تنهن ڪري اسانجون به صيهونيت خلاف جيڪي به ڪاروايون آهن، اهي اسانجي سچائپ آهن. اسرائيل ڪي دنيا جون بادشاهتون مدد ڪن ٿيون، جڪيو پوري عرب قوم لاءِ

نقصانڪار آهي. جنهن ڪي عرب عوام گڏجي مسلح جدو جهد رستي منهن ڏين. تڏهن ئي اسان زنده رهي سگهنداسين. اسانجي جدوجهد جا ٽي اصول آهن، يعني صيهونيت خلاف مسلح جدو جهد، فلسطيني نمڪ حرام، دغابازن ۽ تحريڪ سان ويساهه گهاتي ڪندڙن جي خلاف ۽ انهن عربن جي خلاف جيڪي ساڻن متفق نه آهن.

نادان جي نصيحت کان حماقت بهتر آ،
ڏوڪي جي محبت کان عداوت بهتر آ،
جيئيم ۽ حيدر بخش جي عظمت جو قسم،
هزار بار غلاميءَ کان بغاوت بهتر آ.

هي ڪتاب، جيڪو اوهين پڙهڻ ۾ ايندو، اهو فلسطيني سياست جي هڪ ڪردار "ابوندال جي زندگي ۽ جدوجهد" تي مبني آهي، ۽ هڪ يهودي جرنلسٽ يوسي ميلمن (Yossi Melman) جي تحقيق ۽ نظرين تي مرتب ٿيل آهي. مون به ان ڪي جيئن جو تيئن ترجمو ڪري پڙهندڙن تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته جيئن هر هڪ اپياس ڪندڙ فلسطين جي جدوجهد جي تاريخ ۽ تنظيمن جو پاڻ تجزيو ڪري. ساڳي وقت مصنف جنهن نموني سان ڪوشش وٺي، هن ڪتاب ۾ فلسطين تي تحقيق ڪري ترتيب ڏنو آهي، اهو به هڪ وسيع ذهن ۽ جفاڪشيءَ جو پورهيو آهي. اهو ڪم اهل علم ئي ڪري سگهي ٿو. باقيَ ان لاءِ ايترو چوندس ته سندس ذهني ۽ تخليقي صلاحيت اهڙي ئي بُلند معيار جي پسجي ٿي، جهڙو رويو سنڌ جي تاريخ "مظهر شاهجهاني" جي ليکڪ "يوسف ميرڪ" جو تاريخ لکڻ وقت سنڌين لاءِ هيو. هي ڪتاب انهن شاگردن جي ڪي ڪجهه رهنمائي ڪندو، جيڪي پوليٽيڪل سائنس سان تعلق رکن ٿا ۽ مشرق وسطيٰ، خاص ڪري فلسطين جي مسئلي کي گهري نظر سان ڏسڻ جا شائق آهن.

هن ڪتاب جو ترجمو منهنجي پهرين ڪوشش آهي. اهو ڪتاب مئي 1989ع ۾ خريد ڪري جڏهن مون پڙهيو ته فلسطين جو نقشو قائم ڪرڻ وارن جي جدوجهد جو طريقڪار ۽ سياسي صورتحال منهنجي آڏو هڪ نئين

انداز ۾ ظاهر ٿيڻ لڳي. اهي حالتون سنڌ جي تنظيمن سان به گهڻي هڪ جهڙائي ۽ مماثلت رکن پيون. تنهن ڪري مون ضروري سمجهيو ته فلسطيني مسئلي ۽ تحريڪ کان سنڌ جي باعمل، علم دوست، تاريخ ۽ سياست سان دلچسپي رکندڙن کي پنهنجي مطالعي ۾ شامل ڪيان ته جيئن هر هڪ پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائي اندر جو آپريشن ڪري.

هن ڪتاب جي ترجمي ۾ منهنجي وڏي مدد پنهنجي چاچي محمود سولنگيءَ ڪئي، جنهن جي تعاون ڪانسواءِ آءٌ چاٿان ٿو ته ڪجهه نه ڪري سگهان ها ۽ ترجمي جو طريقڪار ناقص ٿي سهي ليڪن اڻهوند کان هوند چڱي آهي. ان کان علاوه متن جي پڙهڻ ۽ هدايتون ڏيڻ ۾ مان سائين ڊاڪٽر درمحمد صاحب پٺاڻ جن جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان، جن پنهنجي قيمتي وقت مان منهنجي لاءِ ڪجهه گهڙيون سيڙائي مون تي شفقت ۽ رهنمائي ڪئي، نه ته مان واريءَ جي ڍڳن ۾ اهڙو ته اڙانگو اٽيو هيس، جو ڪيڏانهن به نڪرڻ جو رستو نه پيو سُجهي. سندن مهربانين مان گهڻو لاڀ ميسر ٿيو جو اڄ هي ڪتاب پڙهندڙن جي هٿن تائين پهتو آهي. اهڙي طرح مان حاڪم اوڏ، ياڳچند اوڏ، شاهد ڪلهوڙي ۽ فضل سنديلي کي به وسارڻ نٿو گهران، جن ڪتاب جي رف ڪاپين کي فيئر ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي. اِنهن جو آشير واد نه هجي هان ته گهڻي تڪليف مان گذرڻو پوي ها. يا ائين ڪٿي چوان ته ڪتاب رهجي وڃي هان. سندن مهربانين کي ياد ڪرڻ فرض ڄاڻان ٿو. آخر ۾ مان نمائي گذارش ڪريان ٿو ته، جيئن مون مٿي به ٻڌايو آهي ته هيءَ ترجمي جي منهنجي پهرين ڪوشش هئي، ضرور ڪوتاهيون ۽ غلطيون ٿيون هونديون، تنهن ڪري انهن کان واقف ڪرڻ پڙهندڙن جو فرض آهي، ته جيئن آئينده انهن کي درست ڪجي ۽ اڳتي لاءِ منهنجي رهنمائي ٿئي، ته سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ڪندو رهجي.

سارنگ ماچي
12 نومبر 1992ع

## ڪتابن جي فهرست

### مترجم جي پيش لفظ لاءِ

1. پراڻو عهدنامون (سنڌي)
2. انسائيڪلوپيڊيا اسلام - فيروز سنز
3. Encyclopedia of world History - By - Loillimam-L-Langer
4. The Anchar Atlas of World History -Vol (II)
   By -Kinder And Hilgemann
5. The Arab World - By - Nejla Izzeddin
6. Histaory of the Arabs- By - Philip-k-Hitti
7. World Muslim Gazetteer of year 1975.
8. Guerrillas for Palestine- By- Riad El-Rayyes & Dunia Nahas.
9. The Master Terrerist "True Story of Abu Nidal-By- Yossi Melman.
10. Cuntering Terrerism - By -D.P. Sharma.
11. تاريخ جهموريت - شاهد حسين رزاقي.
12. ڪروسيڊ اور جهاد - ميجر جنرل (رٽائرڊ) محمد اڪبر خان- نگار پريس ڪچهري بازار ليل پور. 1961ع.

# لنڊن آپريشن

ابوندال، فلسطين جو هڪ قومپرست اڳواڻ آهي جيڪو سامراج جي بر خلاف، فلسطين جي آزاديءَ لاءِ ڌمڪائيندڙ مشن ذريعي جدوجهد ڪري رهيو آهي هن جي گروپ جي سامراج خلاف عملي طريقيڪار جي ڪهاڻي، هڪڙي ڇرڪائيندڙ آزاديءَ جو باب آهي. هيءَ ڪهاڻي ابوندال گروپ جو اختصار آهي. جيڪا سچن واقعن تي مشتمل آهي.

3 جون 1982 جي شام جو ساڍين ڇيئن بجي ٽيليفون وڳي، هڪ نوجوان ڇوڪري جيڪا لنڊن جي پرسان ڪنسنگٽن (KEnsington) 52 ايولن گارڊن (52 Evelyn Gardens) ۾ انڊر گرائونڊ فلور ۾ رهندي هئي. هن ٽيليفون جو رسيور ڪنيون، ٻئي طرف ڳالهائيندڙ ڪيس ٻئي منزل جي هڪ مسواڙيءَ کي سڏڻ لاءِ چيو. نوجوان ڇوڪري ڊوڙندي وڃي ٻئي منزل تي نائف روسن (Naif Rosan) جو دروازو کڙڪايو. جيڪو منجهند کان ننڊاکڙن جهوٽن ۾ هيو، دروازو کوليو ۽ تڙتڪڙ ۾ هيٺ لهي آيو. پبلڪ فون ڏانهن وڌيو، جتي ڪامريڊ الصيف (AL sayf) ٽن منٽن جي ڳالهه ٻولهه دوران ڪامريڊ طابت (Thabit) کي حڪم ڪيو ته اڄوڪي رات ۾ عمل ڪيو وڃي. روسن ۽ طابت جلد ۾ پنهنجو سامان پٽڪ ڪري هڪ ڪاري رنگ جي جئيڪٽ پاتي ۽ لنڊن جي هلٽن هوٽل ڏانهن هليا ويا. جتي هن ڪيتريون ڪالون ڪيون. جن مان هڪڙي واءِ ايم سي اي ومبلڊن (Y.M.C.A Wimbldon) ڪئي. مروان البانا (Mar wan Al-banna) کي هدايت ڪئي ته هو شام جو ٺيڪ ساڍي نوي بجي هوٽل تي پهچي ساڳي وقت حسين سعد ۽ عبدو (Hussein Said- Abduh) ۽ ٻن ٻين گروپ جي ميمبرن کي به ڪمانڊر جي هدايت موجب ساڳي وقت ۽ جڳهه تي ظاهر ٿيڻ لاءِ چيو. روسن کين آگاهه ڪيو ته اڄ جو نشانو

اسرائيلي سفير آهي. اهو سفير ويجهي هوٽل ڊورچيسٽر (Dorchester Hotel) ۾ مدعو ڪيو ويو آهي. هن سان گڏ انهيءَ ڊنر ۾ 83 ٻيا ٻه سفير ايندا. ان کان علاوه لنڊن سوسائٽيءَ جا ٻيا ڪيترا ميمبر، پوليس ڪمشنر، وزير، اعليٰ عهديدار، بئنڪرس ۽ مشهور واپاري به ايندا. اسانکي فقط اسرائيلي سفير شولومو آرگووف (Shlomo Argov) جنهنجي اعزاز ۾ اسٽيٽ بئنڪ جي ٿامس ڊي لاريو ڪمپنيءَ (Thomas de la Rue Company) ڊنر جو بندوبست ڪيو هو. جڏهن سفير هوٽل کان ٻاهر نڪري ته اسانکي ان تي گولي هلائي ڪيس ختم ڪرڻو آهي.

مروان البانا پنهنجي ڪارڏانهن موٽيو، جيڪا پرسان بيٺل هئي. هڪ خاڪي ٿيلهو ڪيئي هوٽل ڏانهن موٽيو ۽ ڪمري ۾ گهڙيو. حسين سعد سندس پٺيان آيو. جڏهن هو اڪيلا ٿيا ته البانا حسين سعد کي ڊبليو. زيڊ (W-Z-63) هڪ پولشي سبب مشين گن (Polish Submachine Gun) ۽ انجون ٻه مئگزين ڏنيون. سعد جلدي ان کي پنهنجي ٿيلهي ۾ لڪايو. ۽ روسن ۽ البانا سندن انتظار ڪرڻ لاءِ پروارين گهٽين ۾ بيمّرادو گهمڻ ڦرڻ شروع ڪيو. حسين سعد تکو تکو هلنن هوٽل کان ڊور چيسٽر هوٽل روانو ٿيو. هو بي ايم ڊبليو (B.M.W) شو روم جي سامهون پوزيشن وٺي انتظار ڪندو رهيو. رات جو ٺيڪ يارهين لڳي چئن منٽن تي اسرائيلي سفير شولو مو آرگووف سامهون هوٽل جي دروازي کان ٻاهر نڪتو. هو پنهنجي هڪ دوست جيڪو ڊنر ۾ گهرايو ويو هيو، سان ڳالهائڻ ۾ مشغول هو. ٻين سفيرن کي جيڪي ڊنر تي گهرايل هيا، انهن کي ڪنهن اڻ چاتل حملي ٿيڻ جو خوف رهندو هيو، انڪري پوليس گروپ سندن حفاظت لاءِ مقرر هيو. جنهن ماڻهوءَ کي هيءَ سفير جي سنڀال جي ذميواري ڏنل هئي انجو نالو ڪولن سمپسن (Colin Simpson) هيو، جيڪو ڪار جو دروازو کولي انجي پٺيان ٿي بيٺو. جنهن وقت سفير ڪار ۾ داخل ٿيڻ جي ارادي سان هيٺ جهڪيو ۽ متو ڪار ۾ اندر ڪرڻ تي هيو ته پٺيان مون

ڪجهہ گوڙ جو آواز ٻڌو ۽ سفير فرش تي هيٺ ڪريو. هن ڏانهن مون نهاريو ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڏٺو جيڪو ظهور ۾ آيل هيو. هن کي تمام خطرناڪ زخم ٿيو ۽ سمپسن بہ حملي آور جي هڪ جهلڪ ڏٺي جيڪو نشاني ڪرڻ بعد ڀڄندو پئي ويو. هن سندس پيڇو ڪيو ۽ جڏهن هو هڪ بِئي جي ويجهي مفاصلي تي هيا تہ سمپسن ڏٺو تہ اهو ماڻهو هن ڏانهن پنهنجي گن جو رخ ڦيرائي رهيو هيو. جواب ۾ سمپسن پنهنجي گن جا ٻہ فائر ڪيا ۽ حملي آور ڪري پيو. سمپسن جي گولي سعد جي ساڄي ڪن هيٺان لڳي هئي. تحقيقات ڪندڙ پوليس کي بعد ۾ معلوم ٿيو تہ مشين گن هڪ هڪ فائر تي سيٽ ٿيل هئي، نہ تہ ٻي حالت ۾ سمپسن کي باقي بچيل چوويهن گولين مان ڪيترين ئي گوليون زخمي ڪن ها. اهڙي طرح پوليس گارڊ بہ سندس قدمن جو پيڇو ڪندي پهچي ويو. ڪجهہ گهڙين ڪان پوءِ بہ ايمبولينس پهتيون ۽ ٻنهي زخمين مان پهريائين اسرائيلي سفير کي هڪ اسپيشل اسپتال Queen Square پهچايو ۽ پوءِ سعد کي ڪنهن ٻيءَ اسپتال نيو ويو. ٻنهي جو آپريشن ڪري کين بچايو ويو. سفير کي سندس ضروري حالتن تحت بيهوش رکيو پئي ويو. جڏهن تہ حسين سعد جلدئي اٿڻ ويهڻ جهڙو ٿيو ۽ ڪيس پڇا ڳاڇا لا متعلق ڪورٽ ۾ ريمانڊ لاءِ پيش ڪيو ويو. باقي سندس ٻيا ساٿي ڪامريڊ البانا ۽ روسن انهيءَ رات، جڏهن هو پنهنجي فليٽ مان فرار ٿي رهيا هئا، تہ کين پڪڙي سعد سان گڏ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. هنن کي پنجٽيهہ سال جيل جي سزا ڏني وئي. پراسيڪيوٽر راءِ املوٽ (Roy Amlot) هن ڪيس کي بغداد (Baghdad) واري لاڳاپي سان پيش ڪيو ۽ پنهنجي بيان ۾ ظاهر ڪيو تہ هي ابوندال گروپ جا ماڻهون آهن، جن کي اسان سزا ڏئي جيل موڪلي مستقل دشمنيءَ جي دري کولڻ جو بندوبست ڪيو آهي. ننڍڙي پيماني جو مثال اِنهيءَ لڪل دنيا جي ڌهڪائيندڙ (Terrorist) انقلابي گروپ جو معمولي ۽ ننڍڙو آهي. اسان لاءِ اهڙا ڪيئي سوال آهن جن جو اسانکي ڪو بہ جواب نہ مليو آهي.

جيڪڏهن سياسي ڌمڪاءُ ڌمڪائيندڙ پنهنجي زندگيءَ سان ڊرامي (ناٽڪ) وانگر کيڏي رهيا آهن، تہ ڇا انهيءَ کي قانون ۽ قانون تي عمل ڪرائيندڙ قوتن سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ هن سياسي راند جي نظارن پٺيان ڇا ٿي رهيو آهي. ابوندال گروپ جي چهرن تان نقاب اجان نہ لٿو آهي ۽ اهو گهڻو ڪجهہ جيڪو اونداهيءَ ۾ لڪل آهي، تنهنتي روشني نہ پئي آهي. اها تعجب جي ڳالهہ ڪونہ آهي تہ مروان يوسف محمد البانا (Marwan Yusuf Mohmud Al-banna) سان ڇا ٿي گذريو. سندس ماضيءَ جو هر تفيصل سندس تقدير جي ظهور جون نشانيون آهن يا اهو وڌيڪ بهتر ٿيندو تہ جهڙي رستي سان هن پنهنجي زندگيءَ جي ڪشتيءَ کي هلايو آهي. سندس زندگيءَ ۾ اهو سمجهي ۽ پروڙي سگهجي ٿو تہ هن ڪٿي ڪٿي ڌمڪاءُ جو ٻج پوکيو آهي، انجي قدرن ۾ هن ڏکهي نوجوان، جنهن پاڻ کي پنهنجي تنظيم جو سرواڻ رکيو ۽ ڪيس دوران انتهائي خود اعتمادي بحال رکي، سندس لاءِ اهو ممڪن نہ هو تہ هو ڪو ٻيو رستو اختيار ڪري.

هي نابلس (Nablus) ۾ ڄاؤ هيو، جيڪو اردني نديءَ جي اولهہ ڪناري تي هڪ وڏو شهر آهي. هيءُ شهر اڳيرُ ئي فلسطيني قومي سياست ۽ ڪلچر جو مکيہ مرڪز رهيو آهي. نابلس ۾ اڪثر ڪري اهو ڏسڻ ۾ ايندو آهي تہ هر پارٽيءَ جي نظريات (Ideology) فلسطين جي قومي تحريڪ تي مشتمل آهي جيڪا بعث پارٽيءَ وارن کان وٺي ناصر پارٽي تائين با عمل (Ba athists to Nasseri tes) آهي. سيئي بادشاهتون جيڪي اردن جي هاشمي بادشاهت جي مدد ڪري رهيا آهن تہ هو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي همت افزائي ڪري، حقيقت ۾ اهي مختلف فلسطيني ڌمڪائيندڙ تنظيمن جي پيرائي ڪري رهيا آهن.

مروان البانا 1962ع ۾ هڪ وچولي درجي جي ڪٽنب واري سياسي ماحول ۾ ڄائو هيو، جيڪي انگريز راڄ جي دور ۾ جافا (Jaffa) ۾ رهندا هيا، سندس والد يوسف (Yusuf) کي ڪپڙي جو ننڍو دڪان هيو. جنهن

مان پنهنجي خاندان جي ڪفالت ڪندو هيو. جڏهن مروان 16 سالن جو ٿيو
تہ ان وقت عام رواجي الهندي ڪناري واري علائقي ۾ خاص ڪري نابلس ۾
زبردست گڙ ٻڙ ٿي هئي. جنهنجو سبب صدر سادات وارو ڪئمپ ڊيوڊ
عهدنامو ۽ اسرائيل سان ڪنهن عهدنامي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃڻ هيو. اڪثر
ڪري الهندي ڪناري وارن رهواسين هن قدم کي قومي غداري سمجهيو ۽
پاڻ کي صيهوني دشمن جي حوالي ڪرڻ قرار ڏنو.

جهڙي طرح اردن جي ريڊيو اسٽيشن، شام ۽ خاص ڪري "پي. ايل.
او" (PLO) ان جو اظهار ڪيو تہ اتان جا باشندا ڪاوڙ مان ٻاهر رستن تي
نڪري آيا. نابلس جي چئونڪن ان جي مارڪيٽن ۽ رستن ۽ سندس
درسگاهن ۾ وڏا مظاهرا ٿيڻ لڳا ۽ اهو روز جو معمول بڻجي ويو. اهو بلند
آواز سان چئي سگهجي ٿو تہ صدر سادات جو اهو لاڙو جنهن مان اها اميد
پئدا ٿئي تہ هن علائقي ۾ امن ٿي سگهي ٿو. جنهنڪي وچ اوپر وارن
فلسطيني مقصد سان خيانت قرار ڏنو، فلسطين جي آزادي واري جدوجهد
ڪندڙن جي سخت مؤقف ڪري اهڙي صلح نامي جو ڪوبہ مثبت نتيجو نڪرو
نڪري سگهي، جيستائين هو پنهنجي دشمن اسرائيلين کي بلڪل برباد نہ
ڪن. نابلس جي اهڙن پتراءُ ڪندڙ شاگردن جي وچ ۾ مروان البانا موجود
هو. جيڪو هميشه اهو سمجهندو هو تہ صدر سادات جي اسرائيلي حڪومت
سان ناهم واري پاليسي ۽ سندس نومبر 1977ع ۾ استقبال آخري حربو هيو.
جنهن هڪ خوبصورت نوجوان جي ذهن کي مقصد ناهڻ ۾ مدد ڪئي.
سندس ڪئمپ جي ياتين هي ٻڌايو تہ 1978 جي سياري واري موسم ۾
مروان اهو فيصلو ڪيو، تہ هو هن سياسي ڪشمڪش ۾ وڌيڪ ڀهرو
وٺندو. جڏهن تہ سندس والد يوسف اهو چاهيو ٿي تہ هو ڀهريائين تعليم
مڪمل ڪري ڊگري حاصل ڪري، پر هن پنهنجي پيءُ جي منصوبن سان
اختلاف ڪرڻ جو ڪو بہ جواز ڪونہ ڏٺو تہ ان جي مخالفت ڪري. مروان
البانا جو خاندان روايتن ۽ سياسي طور مشرقي هو. هي سچ هو تہ يوسف جو
ڀهريون سؤٽ محمود ۽ صابري (Mahmud and Sabri) ڦروٽ ۽
سبزين جا مقبول ترين هول سيلر (ٻڌي جاواپاري) هئا ۽ پنهنجي ڪاروباري

ناتن ڪري الهندي ڪناري ۽ اردن ۾ چڱي طرح ڄاتا سڃاتا ويندا هيا. هي ڪامياب واپاريءَ ڪان علاوه محمود ۽ صابري البانا جو پاءُ هيو. جيڪو ابوندال گروپ جو اڳواڻ هيو. جڏهن مروان البانا جي گرفتاريءَ کان پوءِ سندس عزيزن بابت پڇيو ويو تہ پهريائين هن صابريءَ (ابوندال) سان خانداني تعلق جي ناڪار ڪئي ۽ چيو تہ عرب دنيا ۾ البانا هڪ عام رواج آهي.

جڏهن ڪانئوس پڇيو ويو تہ صابري البانا جي معنيٰ ڇا آهي ۽ تو سان ڪي ڪجهہ واسطو اٿن. هن جواب ڏنو تہ هاؤ مون اهڙي ماڻهوءَ بابت ڪجهہ ٻڌو آهي تہ اهڙي طرح آهي، مان سمجهانٿو تہ هو منهنجو پريجو مائٽ ٿي سگهي ٿو. جڏهن پوليس مٿس وڏو تشدد ڪري پڇا ڪئي تہ ڇا هو ڪڏهن صابريءَ سان مليو آهي تہ مروان ڪين ٻڌايو تہ هو مونسان ڪڏهن بہ ڪونہ مليو آهي. مگر سچ اصل ۾ انجي ابتڙ هيو.

جڏهن مروان نابلس ۾ پنهنجي اسڪول جي تعليم پوري ڪئي تہ پوءِ هن دمشق (Damascus) ۾ ڪنهن ڪاليج ۾ داخلا لاءِ درخواست ڪئي پر اڻ ڄاتل سببن جي ڪري هو نااميد رهيو. انهيءَ نا اميديءَ جي خبر سندس گهر ڀاتين کي پڄي وئي ۽ سندس ٻئي سوٽ صابري البانا کي بہ سڌ پئي تہ مروان کي ڪاليج ۾ داخلا نہ ملي آهي.

صابريءَ پيغام ذريعي مروان کي بغداد گهرايو ۽ پنجين نومبر 1979ع تي مروان نابلس ڇڏيو ۽ اردني نديءَ جي پل پار ڪري عراقي تختگاهہ ۾ پهچي ويو. هن مسافريءَ سندس زندگيءَ کي بدلائي ڇڏيو. برٽش (British) ڪورٽ ۾ مارچ 1983ع ۾ اسرائيلي سفير جي قتل جي ڪوشش واري الزام جي بچاءَ ۾ هن بيان ڏنو هو تہ سندس بغداد ۾ وڃڻ جو مقصد ٽيڪنيڪل تعليم حاصل ڪرڻ هو. مگر برٽش پوليس کي سندس پوري معلومات هئي. انڪري سندس ڏنل بيان کي درست قرار نہ ڏنو. ان لاءِ تہ هو اصل سبب قبول ڪري تہ سندس اچڻ جو مقصد صابري البانا سان ملڻ هيو.

بغداد ۾، گروپ جي هيڊ ڪوارٽر ۾ ڳڏجاڻي گهرائي وئي، جنهن ۾ صابريءَ تجويز ڏني تہ مروان کي گروپ ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ ٽريننگ جي مرحلن جو عمل جاري ڪري. ان بعد ڪيس ڪنهن مشن لاءِ لنڊن موڪليو

ويجي. جيتوڻيڪ مروان، گروپ جي تاريخ کان به ان وقت واقف ڪونه هو، علاوه ان کان جيڪي ڪجهه ڪيس گروپ بابت پنهنجي خاندان ۾ معلومات ملي هئي. پر سندس نظريو وڏ ۾ وڌ تائيد پيو ڪري، جنهن ڪري ڪيس ان جي پرواهه ڪونه هئي ته ڪير سندس پنيرائي ٿو ڪري.

هن سمجهيو پئي ته ڪيس انگريزي سڌارڻ، فزڪس (Physics) ۽ ڪمپيوٽر سائنس (Computer Science) پڙهڻ جو موقعو ملي ويندو. جيڪي سندس شاگرديءَ واري دؤر ۾ پيارا سب جيڪٽ (مضمون) هيا ۽ انهن کي پڙهڻ سان گڏوگڏ هو فلسطيني انقلاب ۾ به عملي حصو وٺي سگهندو. مروان اهڙو پروپوزل (رٿ) نهايت جلدائيءَ ۾ قبول ڪيو ۽ باقي هفتي جو بچيل وقت بغداد ۾ گروپ جي ميمبرن کان اصولي مؤقف سمجهڻ ۾ گذاريو.

هنکي مختصر طور تي اصولن جي ڄاڻ، مخفي تنظيم جي اڳواڻن (مخن) ۽ انهن ماڻهن جي زندگيءَ جي قدرن بابت معلومات ملي، جنسان سندس تعلق رهڻو هيو.

گروپ جي تاريخ بابت ڪيس پورو نقشو ذهن نشين ڪرايو ويو ۽ تاڪيد ڪيو ويو ته ڪڏهن به ڪين ٽيليفون نه ڪري جيستائين تمام ضروري نه هجي. اهو قبول ڪيو ويو ته ڪيس هڪ هفتي جي تربيت کان پوءِ برطانيه موڪليو ويندو. جتي هو ڪيترا مهينا ترسندو جيستائين هو اتي پاڻ کي مستحڪم ڪري ۽ لنڊن ۾ مخفي (Secret) گروپ جو سيل قائم ڪري.

تنظيم مروان جو سامان ۽ ڪپڙا خريد ڪيا، جهاز جي واپسي ٽڪيٽ ورتي ۽ بغداد ۾ برٽش ڪائونسليٽ (Consulate) کان سندس ويزا (Visa) حاصل ڪئي. پورن ستن ڏينهن گذرڻ بعد مروان بغداد کان لنڊن پرواز ڪئي. هن لاءِ جيڪو خاص بندوبست ڪيو ويو هيو سو صرف ان لاءِ نه هو ته هو هڪ ليڊر جو عزيز هو، پر دراصل گروپ طرفان انگلينڊ ۾ پنهنجو معاون رکڻ سندس اصلي منصوبي جو هڪ حصو هو.

1979ع جي دؤران گروپ صرف ٽي ڌماڪائيندڙ عمل ڪيا ۽ باقي سڄو

سال گروپجي انتظاميہ طرفان منصوبا ٺاهڻ ۽ نوان طريقا ڳولهڻ ۾ گذري ويو. انهيءَ سال کي ابوندال گروپ جي تاريخ ۾ هن نظريي کان هڪ اهم موڙ سڏي سگهجي ٿو. هن سڄي سال دوران ڪيل بحثن مباحثي دوران هي فيصلو ڪيو ته تنظيم جي ڪارروائن کي وچ اوڀر (Middle East) مان ڪڍي اولهہ يورپ ۾ آندو ويو. انهيءَ ڪري ڪين هتي هڪ مربوط ۽ مضبوط انتظاميہ قائم ڪرڻ جي شديد ضرورت هئي. انجي نتيجي ۾ اولهہ يورپ جي ملڪن جي تختگاهن ۾ ڪيترا يونٽ قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. خاص ڪري لنڊن، پئرس (Paris) ويانا (Vienna) روم ۽ ميڊرڊ (Madrid) جي شهرن ۾. مروان کي لنڊن ۾ گروپ جو يونٽ آرگنائيز ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو ۽ هن شهر ۾ رابطي جو ذريعو بڻايو ويو. هنجي اها ذميواري هئي ته هو لنڊن ۾ محفوظ جاين جو بندوبست ڪري، جيڪي سندن عملي ڪاروائن ۾ مددگار ثابت ٿين ۽ هو اهڙي مڪمل معلومات حاصل ڪري ته اتي سڪيورٽيءَ جا ڪهڙا انتظام آهن. هٿيارن جي سمگلنگ ڪرڻ ۽ پنهنجو پورو تحفظ ڪرڻ لاءِ هن ملڪ ۾ ڪهڙا طريقا ۽ذريعا استعمال ٿڪجن. اهو سيڪجهہ هئڻ جي باوجود تنظيم جي خواهش هئي ته مروان پاڻ کي لنڊن ۾ پوري طرح سان مضبوط ڪري ۽ پنهنجي حفاظت جو مڪمل بندوبست ڪري انڪري، ته جڏهن ڪو اهڙو وقت اچي ته هو بنا ڪنهن مشڪل جي پنهنجو ڪم سرانجام ڏئي سگهي.

اهڙي يونٽ جي اها خاص ذميواري هئي ته انٽيليجنس جي انتظامن بابت پوري معلومات ڪري اهڙين تنظيمن ۽ انهن فردن جي، جيڪي سندن نشاني ۾ اچڻ لائق هجن. انهن ۾ خاص ڪري پهرين ۽ آخري هدايت اها هئي ته اسرائيلي ۽ يهودي تنظيمن ۽ اهڙن فردن جي خاص نموني نگراني ڪئي وڃي. انهيءَ علائقي جا نقشا تيار ڪيا وڃن ۽ اهڙن رستن جي نشاندهي ڪئي وڃي جيڪي سندن عملي ڪارروائين ۾ محفوظ ثابت ٿين. جڏهن ۽ ٻيهر طرفان ڪارروائي جو حڪم ڏنو وڃي.

اهڙي يونٽ جو ليڊر مروان هيو، جيڪو لنڊن ۾ قيادت ڪري رهيو هيو. باقي سڄو فرض هيو ته هڪ گڏيل انٽيليجنس آفيسر جو، ڪوارٽر ماسٽر ۽

منطقي ايڪسپرٽ هجڻ جي ذميواري پوري ڪري. ٻين لفظن ۾ سندس اها ذميواري هئي تہ هو اهڙو مواصلات جو طريقو استعمال ڪري، جيئن هٿيار پهچائڻ ۾ سولائي ٿئي. پيغام رساني، مالي نگهباني ۽ ٻين اهڙين ذميوارين جو مڪمل انتظام ڪري.

اهڙين ذميوارين کي چاڻ جيڪي سندس انتظار ڪري رهيون هيون. مروان البانا کي آزاد ڇڏيو ويو تہ ڏسجي تہ ڪهڙي نموني پاسپورٽ ڪنٽرول ڪسٽم چڪوڪين ۽ هيترو ايئرپورٽ (Heathrow Airport) تان بغير خاص تڪليف جي پارٽي ٿو، ۾ هو گذري ويو.

ڪجهہ ڏينهن ايئرپورٽ جي ڀرسان هڪ سستي هوٽل ۾ گذاريا، جتي هن اهڙي اسڪول جي ڳولا شروع ڪئي جيڪو سندس ضرورتن کي پورو ڪري. آخرڪار هي بيڊ فورڊ ڪاليج (Bedford Collage) تي مطمئن ٿيو جيڪو ننڍڙو نامعلوم انگريزي ٻوليءَ جو اسڪول لنڊن جي اتر ۾ بيڊ فورڊ شائر (Bedford Shiere) ۾ هو.

اتڪل ٽن مهينن ۾ سوء البانا ٻئي ڪنهن اسڪول ڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيو. تمام وڏي فائدي وارو ڏڪڻ اوپر لنڊن جو ڪاليج هو جيڪو هن پسند ڪيو. انگري تہ اهو شهر جي اندر هيو. جڏهن تہ بيڊ فورڊ شائر خوبصورت سرسبز علائقو آهي ۽ اهي سڀ سهوليتون جيڪي ڪنهن بہ ملڪ ۾ رهائش لاءِ گهربل آهن، موجود هيون مگر اهي تمام ٿوريون هيون جيڪي هڪ ڌمڪاءَ وجهندڙ تنظيم جي مرڪز قائم ڪرڻ لاءِ هونديون آهن. انجي مقابلي ۾ هڪ وڏو شهر بهتر ڪارڪردگيءَ لاءِ وڏيون سهوليتون فراهم ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿو.

برٽش سڪيورٽي انتظاميہ اهو بهتر طور سمجهي ٿي تہ پوري لنڊن ۾ ڪيترا قائم ٿيل ٻولين جا اسڪول اهڙين ٻاهرين تنظيمن جي ميمبرن لاءِ وڏيون سهوليتون فراهم ڪنتا. خاص ڪري انهن لاءِ جيڪي مشرق وسطيٰ کان اچن ٿا. اهڙن اسڪولن ۾ داخلا هر ڪنهن کي هن ملڪ اندر داخل ٿيڻ ۾ وڏي مددگار ٿئي ٿي، بنسبت اهڙن سرڪاري ادارن ۾، جتي ڪيترائي

ڊاڪيومينٽ ظاهر ڪرڻ ضروري آهن. جيڪي اهڙن فردن جي گرفت جو سبب بڻجن ٿا.

پر مروان البانا کي نئين اسڪول ۾ پڙهائي شروع ڪرڻ کان اڳ ئي بغداد پهچڻ جو حڪم ڏنو ويو، تہ هو پنهنجي مفصل رپورٽ ڏئي. 20 فيبروري 1980ع تي انگلنڊ ۾ ٽي مهينا گذارڻ بعد هو واپس عراق پهتو. جهڙي طرح سندس پهرين بغداد ۾ آمد ڪي، هن ٽيڪنيڪل يونيورسٽيءَ ۾ داخلا جي ڪوشش قرار ڏنو هيو، پر اصل ۾ سندس اهي نوڏهاڙا جوش ڀريل مرحلن ۽ عملي تربيت لاءِ هڪ ڳجهي ڪئمپ ۾ گذريا هيا. جنهنجو تعلق گروپ سان هيو ۽ رمادي ڪوارٽر (Ramadi quarter) جي ويجهو هن گادي واري شهر جي الهندي پسگردائي ۾ هئي. ٻين فلسطيني ماڻهن سان گڏ سندس تربيت هن نوجوان کي هڪ سچي انقلابيءَ ۾ بدلائي ڇڏيو هو.

ابوندال جون تربيت گاهون ٻين فلسطيني تربيت گاهن کان بلڪل مختلف آهن. جيڪي شام (Syria) لبيا، (Libya) لبنان، (Lebanon) ڏکڻ يمن ۽ الجزائر ۾ قائم آهن. اها تربيت اڪثر ڪري ننڍين اپارٽمينٽس (Apartments) جي اندر ڏني ويچي ٿي. شاگردن جي ورزش ٻن يا ٽن جي گروپن تي مشتمل سندن ليڊر سان وفاداري، حڪمن جي تابعداري جي بنياد تي رکي ويندي آهي. جنهنجو وڏو قدر سندن طبقي وائيز رکيل آهي ۽ انهيءَ طريقي ڪو بہ فرد هڪڙي تنظيم جي تمام ٿورڙن ميمبرن مان واقف ٿئي ٿو. پهريائين ابوندال جا شاگرد عراق ۾ تربيت وٺندا هئا پر ان کان پوءِ جاگروپ شام ۾ تربيت وٺندا رهيا. سندن ڪورس ۾ هٿيارن جو استعمال پڻ شامل هيو جنهنجي شروعات روس جي ڪلاشن ڪوف -Soviet Ka) (lachnikov سان ٿي هئي، پوءِ راڪيٽ لانچر -Rocket Lann) (chers جو استعمال ۽ پولش W.Z 63 سب مشين گن .Polish W) (Z. 63 Submachine gun سان ٿي. ان کان بعد ننڍن هٿيارن جو استعمال ،جنهن ۾ مڙڻ وارا قنداخ (Folding butt) ۽ پنجويهن گولين

واري ميگزين پڻ شامل هونديون هيون، جيڪي نهايت مئوثر رهيون آهن. جن کي هڪ گوليءَ جي نشان ۾ تبديل ڪري سب مشين گن ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو. سندس 25 گولين جي ميگزين ۾ نوَ ايم ايم 9) (M.M جون گوليون استعمال ٿين ٿيون. هيءَ هڪ منٽ ۾ 600 شيل فائر ڪري ٿي. اهي اوزار اولهه يورپ ۾ ابوندال گروپ وارن وٽ گهڻي قدر ملن ٿا جيڪي پنهنجي ڌمڪائيندڙ ڪارروائين ۾ استعمال ڪن ٿا.

هٿيارن جي استعمال ۽ ڀڃ ڊاهه پيدا ڪرڻ کان علاوه ابوندال جا نوجوان سياسي موضوعن تي ليڪچر وٺن ٿا. جن وٽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ يهوديت دشمنيءَ عربن جون مددگار حڪومتون زير بحث رهن ٿيون. شاگردن کي اسرائيلي خفيه تنظيم موسائد (Israeli Mossad) جي پهچ کان خبردار ڪيو وڃي ٿو. ۽ انجو پورو پورو احتيات ڪيو وڃي ٿو ته جيئن سندن سڃاڻپ ڪنهن به حالت ۾ نه ٿي سگهي. گروپ مان وڏي مشڪل سان هڪ ۽ جوڪر معمولي رنگروٽ ندال محمد (Nidal Muham- mad) نالي هيو، جيڪو هڪ تربيت ورتل هو. جنهن پنهنجي نظرين جو دلڪش انڪشاف دشمن آڏو ڪيو. جيئن ستين اپريل1986ع جي نيوز ويڪ (News Week) ۾ هڪ رپورٽ شايع ٿي هئي ته سندس تربيت ڏکڻ اولهه عراق ۾ ابوندال جي هڪ ڪئمپ ۾ ٿي هئي. هن ڇهن مهينن جي ڪورس ۾ هر ڪمانڊوز روزانو صبح جو ڇهه ميل ڀڄندو هو، جنهن کانپوءِ چئن ڪلاڪن جي جسماني ڪثرت ٿيندي هئي. روزانو هٿيارن جي استعمال جي مشق ڪئي ويندي هئي. ان کان بعد واري پروگرام ۾ اهو سيکاريو ويندو هيو ته ڪهڙيءَ طرح مختلف طريقن سان دشمن کي ختم ڪجي. ڪهڙيءَ طرح ڪنهن عمارت ۾ خاموشيءَ سان داخل ٿجي، ڪهڙي نموني ماڻهن کي گهٽين ۾ بيهاري ڇڏجي ۽ فرار حاصل ڪجي. اهڙا روزانو ڪلاس ٿيندا هيا جن ۾ خاص اصول سيکاريا ويندا هيا. دراصل آخر ۾ ذهن صاف (Brain Wash) ڪيو ويندو هو. ندال محمد هاڻي وچ اوڀر واري تخته گاهه ۾ پنهنجي خوف واري زندگي گذاري رهيو آهي. هن قبول ڪيو ته

جڏهن به مونکي ابوندال جي تنظيم وارن پڪڙيو ته قتل ڪري ڇڏيندا.

برٽش انٽيليجنس آفيسرن جي چوڻ مطابق مروان البانا طرفان ورتل تربيت بنسبت ٻين جي گهٽ ورتل هئي. ورنه جهڙي نموني مٿي ٻڌائي وئي آهي. گروپ جي ٻين ميمبرن وانگر هن کي به عرفيت وارو نالو اِمن (Iman) ڏنو ويو هو. هنکي خبردار ڪيو ويو هو ته هو ڪنهن به ٻئي ميمبر سان رابطو نه ڪري جيستائين کيس ڪو اهڙو اختيار نه ڏنو وڃي. جيڪي پنهنجو پاڻ کي (هڪ ٻئي) اهڙن تبادلي وارن لفظن، مخفي ٻولي ۽ عرفيت وارن نالن سان سڃاتا ويندا آهن. ڪا به اهڙي ميٽنگ اڳ ۾ ڪيل ڳجهن انتظامن ڪرڻ کان سواءِ نه ڪئي ويندي. اهڙي ميٽنگ صرف عام عوامي جڳهن جهڙوڪ ريلوي اسٽيشن، شراب گهر ۽ ريسٽورنٽ وغيره ۾ ڪرڻ ۾ ايندي. هر وقت ۽ تربيت جي دوران رنگروٽن کي هي هر هر سمجهايو ويندو آهي ته راز داري تي ۽ پرده پوشي يا پاڻ کي مخفي رکڻ، هڪ انقلابي جو وڏو دوست آهي. انهن نو ڏينهن ۾- جي تربيت جي نتيجي ۾ جيڪا نديڙن گروپن ۾ ڪنهن بند جڳهه ۾ ڏني ويندي هئي. سندن استادن کي ماسڪ (Masks) پاتل هوندي هئي. جيڪي اهڙا ماسڪ (هٿراڌو چهرو) انڪري پائيندا هئا ته جيئن سندن سڃاڻپ نه ٿي سگهي.

مروان البانا ٿورو موڪل جو عرصو عمان (Amman) ۾ گذاريو جتي سندس ملاقات گروپ جي ٻين ميمبرن سان سندن عرفيت وارن نالن سان ڪرائي وئي، جيئن کيس وڌيڪ سمجهائي سگهجي. لنڊن واپس ورڻ کان اڳ مروان اردن نديءَ جي هڪ پل پارڪري نابلس پهتو ان ڪري ته پنهنجي ڪٽمب سان ملاقات ڪري. پر جهڙيطرح هن محسوس ڪيو ته هن کان اڳيم سائنس اهڙو برتاءُ نه ڪيو ويو هو، کيس اسرائيلي سيڪيورٽي آفيسر قيد ڪيو ۽ هڪ نديڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ 8 ڪلاڪ بند رکيو ويو. سندس لاڳاپا سختيءَ سان جاچيا ويا ۽ وڏي پڇا ڳاڇا کان بعد کيس آزاد ڪيو ويو. جڏهن هو گهر پهتو ته هن پنهنجي ڀاتين کي اهڙي نتيجي بابت ٻڌايو ۽ اظهار ڪيو ته هن اسرائيلي حرڪتن خلاف پنهنجو ارادو وڌيڪ

پختو ڪيو آهي ۽ هن ٻڌايو ته مان وڌيڪ اڳتي قدم ڪڍندس، سندس اهڙي پُرازم خيالن جي سندس ڪٽمب طرفان آڌرياءُ (خوشي محسوس) ڪئي ويئي. سندس لنڊن ڏانهن پڙهائي لاءِ روانگي جيڪا دراصل سندس ابوندال گروپ ۾ شموليت جي سبب جي ڪري سفر هيو، خوشيءَ سان قبول ڪيو ويو.

مروان ڪجهه ڏينهن پنهنجي عزيزن ۽ دوستن سان شاندار نموني گذاريا ۽ واپس بغداد وريو ته هو پنهنجي وڌيڪ تربيت مڪمل ڪري، هن هڪ پني جي ٽڪري تي اهڙا ڪوڊ (ڳجها) وارا لفظ تبادلي وارا جملا نوٽ ڪيا جن جي ذريعي هو گروپ جي ميمبرن ۽ ليڊرن سان سجاٽپ ڪرائي سگهي. ان کان بعد مروان لنڊن ڏانهن روانگيءَ لاءِ تياريون ڪيون. هن کي ٻه نمبر ڏناويا هڪڙو ٽيليفون جو ۽ ٻيو بغداد جو پوسٽ باڪس نمبر. هن کي وري ٻه هدايت ڪئي وئي ته ڪنهن سخت ايمرجنسيءَ ڪانسواءِ اهي نمبر استعمال نه ڪري جنهنجي ڪري پاڻ کي ۽ پنهنجي ساٿين کي موت جو شڪار بڻائي.

پنهنجي عدالتي بيان ۾ مروان ٻڌايو هو ته هن لنڊن ۾ گذاريل 30 مهينن ۾ صرف چار دفعا ٽيليفون ڪئي هئي. جڏهن ڪائنس سندس ڪيل فون جي ٻئي طرف (فون نمبروارن) ٻن شخصن نالي ابراهيم البانا ۽ علي البانا (Ibrahim al-bana -Ali Al-bana) بابت پڇا ڪئي وئي، تڏهن مروان ٻڌايو ته اهي ماڻهو بغداد جي ٽيڪنيڪل يونيورسٽيءَ جا دوست آهن پراسيڪيوٽر راءِ املوٽ جو هن کان مختلف موقف هو. ڪيس جيڪي سيڪيورٽي ملازمن کان مخفي اطلاع مليا هيا. انهن موجب هن ظاهر ڪيو ته ٻئي نمبر بغداد ۾ ابوندال گروپ جا هئا ۽ اهي نالا جيڪي ٻڌايا ويا آهن سي گروپ جي ڪمانڊرن جا آهن ۽ جيڪي اتفاق سان سندن عزيز آهن.

اهڙين هدايتن ۾ مخفي ڪاغذ ساڻ ڪري مروان واپس لنڊن پرواز ڪئي، جهڙي طرح اڳ ۾ هن عراقي نيشنل ايئر لائينز جي جهاز ۾ بغداد کان براهِ راست لنڊن پرواز ڪئي هئي. جيئن ئي هو واپس پهتو ته مختلف اسڪولن ۾ پاڻ کي داخل ڪرايو ۽ گڏوگڏ ويڪز هال ڪاليج (Vauxhall Col-

lage) ۾ داخلا ورتي جيڪو ٿامس (Thames) جي ڏکڻ ڪناري سان تمام ويجهو هڪ ڪلچرل ۽ آرٽ سينٽر هو.

هي اسڪول شاگردن کي خاص ڪري غير ملڪين کي برٽش ادارن جي اونچي تعليم گاهن ۾ داخلا وارن امتحانن لاءِ تياري ڪرائيندو آهي. جيستائين سندن ڪلاس سيپٽمبر ۾ شروع ٿين تيستائين هن انگريزي پڙهڻ لاءِ ساؤٿ ايسٽ لنڊن ڪاليج (Southest london college) ۾ پنهنجي تعليم شروع ڪئي اِن تعليم کيس سماجي تعليم جو اپياس ڏنو.

انهن ڏهاڙن ۾ جيڪي کيس سجهائيندا هئا، انهن ٻڌايو تہ البانا هڪ بهترين زندگي گذاري آهي. هو پنهنجو وقت شراب گاهن ۽ هوٽلن (Bars and Pubs) ۾ گذاريندو هو جتي پنهنجي دوستن، فلسطيني شاگردن سان ملندو هو، هو خاص ڪري پرنس آف ويلس (Prince of Wels) بارکي وڏيڪ پسند ڪندو هو. جيڪو ومبلڊن انڊر گراؤنڊ اسٽيشن جي ڀرسان آهي جتي هو گهمندو ڦرندو نظرايندو آهي. ومبلڊن لنڊن جي اولهہ ۾ هڪ آرامده پسگردائي آهي جتي بيشمار ننڍڙا سنگل ڇت وارا گهر آهن ۽ وچولي درجي وارن ماڻهن جي رهائش گاهہ آهي. پر جنهن ومبلڊن کي شهريت ڏني آهي اها ٽينس راند جي ڪلب (Tennis Club) آهي، جنهن جي سرسبز ميدان تي هر سال دنيا جي غير سرڪاري ٽينس ٽورناميئٽ ڪيڏي ويندي آهي.

پوليس کي يقين آهي تہ مروان هن علائقي کي هيٿرو ايئر پورٽ سان تمام ويجهو هجڻ جي ڪري اهميت ڏني آهي. انهيءَ حقيقت ۾ گروپ جي ميمبرن کي وڏي سهوليت پهچائي آهي. جيڪي هن لاءِ پيسا ۽ هدايتون کڻي ايندا آهن. هن هڪڙي ننڍڙي روم Y.M.C.A هاسٽل ۾ حاصل ڪئي هئي، جيڪا سندس ضرورتن لاءِ ڪافي هئي ۽ مين روڊ کان چند منٽن جي مفاصلي تي آهي. سندس ڪمرو ٽين منزل تي هو ۽ اسٽيشن جي ڀرسان هڪ سراءِ سندس آفيس طور ڪم ايندي هئي. جتي هو گروپ جي ميمبرن سان ملاقاتون ڪندو هو. مروان البانا کي سندس اتارني مچل ڪٽنيڊي

(Attorney Michael Kennedy) هڪ ڀهڪڻ نازڪ طبيعت، ذهين ۽ عقل وارو نوجوان قرار ڏنو هو. ۽ سندس ومبلڊن ۾ رهائش دوران هن پاڻ کي مٿين اهليت وارو ثابت ڪيو هو. هاسٽل جي سيڪريٽري راجر سانڊرس (Roger Saunders) ڪورٽ ۾ تصديق ڪئي ته اسان جي هاسٽل ۾ 190 ڪمرا آهن ۽ جڏهن مروان هتي آيو ته ان وقت اسان وٽ ٽي يا چار عرب شاگرد هئا. مروان پنهنجي پڙهائيءَ ۾ ڪامياب ٿيڻ جي زبردست خواهش ڏيکاري. اسانجي وچ ۾ ڪيترا ڀيرا عام بحث مباحثو ٿيو هو. هن کي انگريزيءَ تي عبور حاصل هيو. مونکي ياد نه آهي ته اسان ڪو به سياسي بحث ڪيو هجي. عام رواجي عرب شاگرد خاموش رهندا هئا ۽ اسانجي لاءِ ڪنهن به تڪليف جو باعث نه ٿيندا هئا ۽ مروان سموري هاسٽل جي شاگردن کان مختلف نه هيو. انڪان علاوه مروان جي اهڙي خواهش ته ڪنهن ٻئي کي ڌيان نه چڪائجي، ٻين کان پاڻ کي گهٽ پيش ڪرڻ، پنهنجي دوستن ۽ هاسٽل جي سمورن رهواسين سان اهڙي نموني پيش آيو، جنهنجي ڪري ڪابه خوف واري ۽ بحث واري حالت پيدا نه ٿي هئي.

سندس هڪڙي بحث مباحثه دوران هڪ ڪئنادا جي نوجوان شاگرد مارڪوس ڊانڪلي (Marcus Dankley) سندس بحث دوران گهٽو وڌي ويو هيو جيڪو نتيجي وار ظاهر ٿيو هيو. هي هڪ اهڙو فلسطيني هيو جنهن تي نازڪجي هو ڪڏهن، اڪثر ڪري هائيڊ پارڪ ڪارنر (Hyde Park Corner) تي اسرائيل جي وحشي ڪارروايئن خلاف تقرير ڪندو هو. مروان مونکي هڪ دفعي ٻڌايو هو ته هن هڪڙو چاڪو (knife) پنهنجي گديءَ ۾ لڪائي رکيو آهي، هيءَ ڪئنادا واري شاگرد ٻڌايو هو. پر تنهن هوندي به ته هو هڪ فلسطيني هيو، مونکي تصبي ڪڏهن به نظر نه آيو. هي ٿي سگهي ٿو ته البانا اڪيلو نه هجي پر 1981ع جي اونهاري ۾ هڪ ڏينهن هڪڙي عرب شاگرد نالي احمد ڪفلازل (Ahmed Kafla-zal) سان جيڪو ان هاسٽل ۾ رهندو هو ظاهر ڪيو ته جهڙيطرح منهنجون

اميدون آهن تہ صيهونيت (Zionism) خلاف اسانجي جدوجهد ڪاميابي حاصل ڪري، پوءِ انهيءَ مقصد لاءِ مونکي جيڪڏهن ڪو قتل ڪرڻو پيو تہ بہ مان ضرور ڪندس. جيتوڻيڪ البانا اسرائيلي نفرت کي هڪ نقاب وانگر لڪايو هو پر هو اهو ڪجهہ ڪري نہ سگهيو. حالانڪ ان ڪيس دوران اٿارٽيءَ ڪيس گهڻو سمجهايو هو تہ هو ڪوبہ اهڙو سياسي تڪرار وارو بيان نہ ڏئي، جيڪو ڪيس وڏيڪ نقصان پهچائي، مگر تنهن هوندي بہ جڏهن پراسيڪيوٽر طرفان ڪائنس سوال پڇيو ويو تہ ڇا تون اسرائيلن کي پنهنجو دشمن سمجهين ٿو؟ تہ هن جواب ڏنو هو بلڪل اهو، سراسر سچ آهي. پوءِ تہ اسرائيلي سفير کي بہ تون پنهنجو دشمن سمجهندو هوندين؟ وڪيل پيهر سوال ڪيو. البانا جواب ڏنو هاؤ! هي بلڪل برابر آهي سر! ۽ هن ان هوندي بہ اقرار ڪيو جڏهن تہ هو اسرائيلي سفير واري قتل جي الزام ڪان انڪاري هيو ۽ بيان ڏنو هو تہ ان ڏوهہ ۾ ڪنهن بہ حالت ۾ شامل نہ آهي.

پوءِ انهيءَ ڪري سندس اسرائيلين سان زبردست نفرت انهي مقدمي ۾ صاف ظاهر ٿي تہ سندس ان ملڪ لاءِ ڪهڙا نفرت وارا خيال آهن، هن بنا ڪنهن خوف ۽ خطري جي اسرائيل بابت نفرت جو اظهار ڪيو. انجو نتيجو اهو نڪتو تہ البانا اهي سڀ طريقا استعمال ڪيا، جن جي ڪيس بغداد ۾ تربيت ملي هئي. انڪري هن پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪي بہ اپاءَ، ۽ خواهش ڪانہ ڪئي. ڇاڪاڻ تہ ڪيس اسرائيل جي دِڪهي هٽ (پهچ) جو خوف پڻ هيو. جڏهن پوليس ڪائنس پڇيو تہ اهو ٻڌايو تہ جيڪي ڊاڪيومينٽ ڪوڊ (Code) ۾ تبادلي وارن جملن سميت پوليس اوهان ڪان هٽ ڪيا آهن، ان جو مطلب ڇا آهي؟ مروان جواب ڏنو هو تہ مون ڪوڊ ۾ مختلف نوٽ لکيا آهن. جيئن پنهنجي ڳجهن خيالن کي محفوظ رکان. اهوانڪري تہ جيڪي مون سان ملڻ لاءِ ايندا هيا، سي بغير ڪنهن خوف ۽ خطري جي اهو سڀ ڪجهہ ڪري سگهن. اِنهيءَ ڪري تہ مونکي خبرپوي تہ مونسان ملڻ لاءِ ايندڙ منهنجا سڄڻ آهن يا دشمن. ڪيترا ماڻهون مونسان، مون وٽ فلسطين بابت حالتون ڄاڻڻ لاءِ ايندا هئا. انهي ڪري مونکي خوف هيو تہ مبادا مخالف ڏر وارا ايندا هجن، هتي لنڊن ۾ ڪيتريون ئي ٻاهرين ملڪن جون

جاسوسي تنظيمون سرگرم آهن ۽ هڪ وڏيڪ دفعا اهو اتفاق ٿيو آهي تہ اسانجي متعلق معلومات حاصل ڪئي ويئي آهي، اِهي فلسطيني جيڪي هتي برٽش ۾ رهندا هيا، انهن کي بہ اسرائيل موڪليو ويو آهي ۽ جڏهن اسان الهندي ڪناري تي پهچون ٿا تہ اتي اسرائيلي اسان کي گرفتار پيا ڪن. مونکي خبر آهي تہ اسرائيلي جاسوسن ۽ برٽش جاسوسي تنظيمن ۾ قريبي سهڪار قائم آهي. انهيءَ ڪري اسانکي عرفيت وارا نالا استعمال ڪرڻا پونٿا تہ اسرائيلي جاسوس جيڪا اسان جي باري ۾ معلومات گهرن ٿا اُها حاصل ڪري نہ سگهن.

اپريل کان سيپٽمبر 1981ع جي پنجن مهينن دوران مروان پنهنجي ڳجهي ڪم کي وڌايو. ان عرصي ۾ سندس مکيہ ڪم اهو هو تہ هو لنڊن ۾ يهوديت ۽ اسرائيلي ادارن جي معلومات حاصل ڪري، جن جو بنيادي مقصد يهودين جي سرڪاري اعلانن ۽ عام پريس جي ذريعي هن گڏ ڪري ورتو هو. جنهن جي جاچ پڙتال ڪري، البانا پاڻ ۽ گروپ جي ميمبرن جي ذريعي، جن جي سڃاڻپ اڃان تائين پوليس نہ ڪري سگهي آهي، پوري معلومات حاصل ڪئي.

جڏهن البانا کي ان حملي واري رات گرفتار ڪيو ويو هو تہ پوليس سندس هاسٽل واري ڪمري جي تلاشي ورتي هئي. هن جي اسڪول جي ڪتابن کان علاوه پوليس کي هڪ فائيل مليو هو. جنهن ۾ ڪن فردن، تنظيمن، ڪارخانن، اسٽورن، يهودي ۽ اسرائيلي ادارن جا تفصيل مليا هئا، جن سان گڏوگڏ اخبارن جي ڪٽنگ ۽ اسرائيلي سفير شولو موآرگووف جا فوٽو گراف بہ هئا. ان کان علاوه هڪ وڏي لسٽ بہ هئي. جنهن ۾ اهو سڃاڻڻ لاءِ ڪافي هيو، تہ جيڪو هو آهي سو ڪير آهي، ۽ اٽڪل 300 نالا يهودين جي ڪميونٽيءَ ۽ اسرائيل جا ماڻهو جيڪي لنڊن ۾ رهندڙ هئا. ان کان علاوه عربن ۽ فلسطنين جا نمبر بہ ان لسٽ ۾ شامل هئا. انهن لسٽن سان گڏ يهودي انڌن جي سوسائٽيءَ (Jewish Blind Society) جي گاڏين جا لائسنس ۽ نمبر پليٽون، گولڊرس گرين (Golders Green)

۾ يهودي ڪاليج ۾ تيل هي (Tel Hai) ڪلب بابت تفصيل شامل ڪياويا هئا. انهي خاص لسٽ سان گڏ سر امانل جيڪبو وچ
(Sir Immanuel Jacobowitz) ۾

جيڪو برطانيہ جو وڏو قانوندان (Cheif Rabbi of Britain) هيو ۽ اسرائيلي ڊفينس فورسز جو وڏو پادري برگيڊيئر جنرل گاد ناون (Gad Navon)، برطانيہ ۾ يهودين جو عريضي نويس چئرمين ٽريورچن (Trevor Chin)، اسرائيلي ٽوئرزم آفيس جو ڊئريڪٽر جنرل رافيل فاربر (Rafael Farber) برطانيہ ۾ اسرائيلي ٽوئرزم بيورو جو اڳواڻ ايرون ڊشن (Aaron DiShon) يهودي تاريخ نويسي جي بورڊ آف ڊئريڪٽرس جو چئرمن دائود ڪيٽلر (Chairman of Board of Directors of the Jewish Chronicle Mr:David kessler)

اقوام متحده ۾ اسرائيلي سفارتڪار يادش بيلم (Yehudah Blum) هيو. انهن نالن تي ٽڪ مارڪ ڪيل هو تہ، اهي يهودي (Appeal) انهيءَ ڊنر ۾ شريڪ ٿيندا.

انهيءَ نالن واري لسٽ ۾ لارڊ نڪولس بيٽل (Lord Nicholas Bethal) يورپين پارليامينٽ جو ميمبر جنهن تي نوٽ ڏنل هو تہ هو هڪ ڪتاب نالي (The Palestinian Triaugle) فلسطيني ٽڪنڊو جو آٿر هو، جيڪو ڪتاب "يهوديت جو همنوا ۽ فلسطنين جو مخالف" هو. هڪ اڊريس ليڊي اوان (Auon) جيڪا اينٿوني ايڊن (Anthony eden) نالي شخص جي بيوه هئي، هوءَ 1950 واري ڏهاڪي ۾ ٻن سالن لاءِ برٽن حڪومت جو وزير اعظم ٿي رهيو هو ۽ ان ايڊريس تي اڳيم چيم ويزمئين (Chaim Weiz man) نالي اسرائيلي پهريون صابق صدر پهرين عالمي جنگ دوران رهندو هو. اها حقيقت هئي تہ ويزمئن نالي جي پرچي جنهن ۾

سندس رهائش ڏيکاري ويئي هئي، انجي نشاندهي 1981ع ۾ ابونڊال گروپ جي خواهش تي ڪئي ويئي هئي. ٽي سگهي ٿو تہ اهو انڪري هجي ڇاڪاڻ تہ اسرائيل جو اڳوڻو وزير خارجہ نالي ابا ابن (Abba Eban) سفير آرگووف انهيءَ دعوت ۾ گڏ شامل هئا. ٻي ايڊريس گريولي جئنر (Greville Janner) نالي جي هئي جيڪو پارليامينٽ جو ميمبر، ۽ جنهن يهودي بورڊ آف ڊپٽي جو صدر رهي خدمتون انجام ڏنيون هيون.

انهيءَ لسٽ ۾ جيڪي ادارا ۽ تنظيمون شامل هيون انهن ۾ يهودين جي تعلقات عامہ (Jewish Affairs) واري تنظيم جنهنجو بنياد ورلڊ يهودي ڪانگريس (World Jewish Congress) طرفان رکيل هو. ٻيو حباد (Habad) اسڪول جيڪو ليو بوچ رابي (Luba vich Rabbi بروڪ لين ۾ قائم ڪيو هو. انهن جاپتا ۽ گاڏين وغيره جا لائسنس نمبر ۽ نمبر پليٽون درج ٿيل هيون. انهن سان گڏوگڏ جورڊان، (Jordanion) موراڪو، (Morocco) سعودي عرب، (Saudi Arabs) مصر Egyption، ڪويت (Kuwait) ۽ يونائيٽيڊ عرب امارات (U.A.E) جي سفارتخانن جا پتہ ۽ سفيرن جا نالا وغيره درج ٿيل هئا. ڊاڪٽرهينري ڪسنجر (Dr,Henry Kissinger) جنهنکي محمد ملهم (Muhammad Milhim) ظاهر ڪيو هو. جيڪو اڳيم اسرائيلي هلهل (Hal Hul) شهر جو ميئر هيو ۽ ڪيس اسرائيلي فوجين ڪڍي ڇڏيو هو ۽ بعد ۾ هن کي P.L.O جو ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ ۾ کنيو ويو هو.

آخر ۾ هڪ سعودي اخبار جو پتو لکيل هئو جيڪا لنڊن ۾ شايع ٿيندي هئي. جيڪا ڳالهہ توجهہ جي لائق هئي اِها هيءَ هئي تہ ان اخبار جي آفيس کي سفير واري واردات کان بہ مهينا پوءِ هڪ بم سان اڏايو ويو. اهو واقعو آگسٽ 1982ع ۾ پيش آيو. جنهن ۾ نہ ڪنهن انسان کي ڪو زخم رسيو ۽ نہ وري ڪنهن سامان جو نقصان ٿيو. مگر ان واقعي کي برٽش جاسوسي

اداري انهيءَ رنگ ۾ تسليم نہ ڪيو. انهن کي پورو يقين آهي تہ ابوندال گروپ مروان جي يونٽ کي استعمال ڪري ان اخباري اداري جي پوري معلومات حاصل ڪئي هئي ۽ انهي معلومات کي ڪوڊ جي ذريعي بغداد ڏانهن موڪليو ويو هو. جنهن جي نتيجي ان اداري کي بم جي ذريعي تباهہ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو. انهيءَ واقعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهڙن ٻين ادارن جو حشر نشر ڪهڙو ٿئي ها. جن کي انهيءَ لسٽ تي آندو ويو هو.

البانا کان اهڙين لسٽن جي ظاهر ٿيڻ ۽ ان جي سببن بابت پڇيل سوال جي جواب ۾ هن ڪورٽ ۾ بہ پنهنجي ساڳئي بيان کي دهرايو هو. هن ٻڌايو هو تہ مان ڪيترن مهينن کان انهن ادارن ۽ ماڻهن بابت معلومات حاصل ڪندو رهيو آهيان. اهو انڪري تہ ان کي سياسي ميدان ۾ فلسطين جي قومي محاذ آزاديءَ جي جدوجهد طرفان استعمال ڪيو وڃي. اهو ان ڪري تہ مان فلسطين جو رهواسي آهيان، مان هوشيار آهيان، پر تنظيم جو رجسٽرڊ ميمبر ڪونہ آهيان. مون اهو سڀ سامان ان لاءِ ڪٺو ڪيو آهي ۽ اصل معلومات حاصل ڪري سياسي مقصد لاءِ ڪم ڪيو آهي. اسان جي خواهش آهي تہ پاڻ کي اهڙن ادارن ۽ جڳهن کان مخفي رکون. اسانکي پورو يقين آهي تہ اهي ادارا ۽ فرد اسرائيلي موسائد (Mossad) جا اڳواڻ آهن. جيڪي يا تہ اسرائيلي جاسوس آهن يا اسرائيلي جاسوسيءَ جا مرڪز آهن. جنهن ڪري اسان چاهيون ٿا تہ اسان کي انهن جي اصل حيثيت جي خبر پوي، ان جي تشهير ڪيون ۽ ان لاءِ تہ عربن کي سندن اصليت جي خبر پوي ۽ هو انهن کان پري رهن ۽ ڪوبہ تعلق نہ رکن. جڏهن البانا کان پڇيو ويو تہ ان ۾ ڪي عرب ادارن کي بہ شامل ڪيو آهي تہ هن جواب ڏنو تہ عربن ۾ اهڙا ڪيترا گروپ آهن، جيڪي ظاهر ۾ اسان سان شامل آهن، پر اندروني طور اسانجا مخالف آهن. جهڙوڪ، سعودي عرب ۽ سعودي عرب جا شاهوڪار ماڻهو. هتي لنڊن ۾ انهن اخباري ادارن کي هلائن ٿا. برٽش جي سمجهدار پريس Y.M.C.A مان لذل لسٽ تي وڌو ڌيان ڇڪايو، جهڙيطرح ڪولڪل خزانو هٿ آيو هجي. پريس پوءِ جلدئي ان لسٽ کي

قتل واري لسٽ (Hit-List) قرار ڏنو. مگر پوليس جون جاچ ڪندڙ ٽيمون شڪ شبهي ۾ مبتلاهيون. انهن جي خيال مطابق اها لسٽ ابوندال گروپ جي اطلاعاتي معلومات هئي ۽ ان تي جلد ئي قدم کڻڻ جو ڪو امڪان ڪونه هو. هي نظريو برابر ٿي سگهي ٿو تہ البانا واري لسٽ جون ڪاپيون گروپ جي ليڊرن کي موڪليون ويون هجن ۽ بغداد ۾ هيڊ ڪوارٽر ڏانهن روانيون ٿيل هجن.

مروان البانا خود اولڊ بيليءِ (Old Bailey) ۾ قبول ڪيو هو تہ مان لنڊن ۾ پهچڻ ڪانپوءِ ڇهہ مهينا اهڙي معلومات گڏ ڪرڻ ۾ گذاريا آهن ۽ مئي 1980 کان جون 1982 تائين ٻن سالن جي دوران اهڙيون ست اٺ معلوماتي ڪاپيون موڪليون آهن هي هڪ سياسي عمل آهي ۽ مون پنهنجي جورڊان (اردن) جي سياسي دوستن کي موڪليو آهي.

اهڙا قاصد (Couriers) جن اهو مواد ڪامريڊ اِمن (Iman) کان حاصل ڪيو ۽ ان جي موٽ ۾ گروپ جي قائد صابري البانا طرفان براهہ راست حاصل ٿيل ڪوڊ وارا پيغام ۽ رقمون مروان کي پهچايون. مروان جون قاصدن سان اهڙيون ملاقاتون عوامي مقامن (Public areas) تي ٿينديون هيون. جن جي هن اڳيرَ نشاندهي ڪري ڇڏي هئي. البانا پوليس جي پڇاڳاڇا دوران اهڙين ملاقاتين بابت تمام ٿوري معلومات ڏني هئي. هن ڪين ٻڌايو هو تہ اهي قاصد هوٽل مان ڪيس هاسٽل ۾ فون ڪندا هئا ۽ تبادلي وارن سيڪاٽپ جي جملن کان بعد جڏهن ڪيس خبر پوندي هئي تہ هو سندس سرڪاري قاصد آهن، پوءِ قاصد ان کي هوٽل تي اچڻ لاءِ چوندا هئا، جتي مروان پهچي ڪنهن دالان (Lobby) ۾ ويهي پنهنجا ڪاغذ انهن جي حوالي ڪندو هو ۽ انهن کان رقم يا پيغام يا ڪي هٿيار حاصل ڪندو هو، رقم جو مطلب اهو آهي تہ سندس گذران لاءِ يا يونٽ جي خرچ يا ڪنهن ڪار خريد ڪرڻ، ميمبرن جي رهائش جي مسواڙ ۽ اخبارن جا بل ادا ڪرڻ لاءِ هوندي هئي.

اهڙي هڪ ميٽنگ مئي ۾ ان حملي کان ٿورو اڳ ٿي هئي. مروان کي

ٽيليفون ڪري هلٽن (Hilton) هوٽل ۾ گهرايو ويو. هن ڪورٽ ۾ پنهنجي بيان ۾ اصل حقيقت لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ته اها ميٽنگ چالاڪ ٿي هئي. هن چيو ته مون هڪ پنهنجي خانداني دوست سان ملاقات ڪئي هئي. جيڪو هن لاءِ سندس والد جو نياپو ۽ رقم کڻي آيو هو.

پراسيڪيوٽر مروان کان پڇيو ته توهي پيسا ڪهڙي نموني حاصل ڪيا؟ پنهنجي والد طرفان جنهن مون ڏانهن موڪليا هئا. هن جواب ڏنو اهي پئسا ڪنهن آندا هئا؟

منهنجي والد جي دوستن- اهي ماڻهو مون لاءِ اڪثر رقم آڻيندا آهن. ڪنهن وقت هتي مون لاءِ 2000 ڊالر پڻ آندا آهن. تنهنجي پيءُ طرفان؟ اهو برابر آهي، مثال طور مئي ۾ هن هلٽن هوٽل ۾ پنهنجي والد جي دوست نالي جمال-ال- شهروري (Jamalal -Shahriru) کان پئسا ورتا هئا. هو هاڻي ڪٿي آهن؟

الهندي ڪناري ۾ هو هڪ واپاري آهي.

تنهنجو والد ڪهڙي نموني توکي هتي لنڊن ۾ ايتري رقم پهچائڻ لاءِ رواني ڪري ٿو.؟ هن مون ڏانهن رقمون موڪليون آهن. پر مان ڪورٽ کي درخواست ٿو ڪريان ته مون کان انجي پيداواري ذريعن جي پڇا نه ڪئي وڃي. ڇاڪاڻ ته ان مان منهنجي والد جي آمدنيءَ ۽ خاندان جي سلامتيءَ کي نقصان پهچندو.

ڇا اهو سچ آهي ته هي پئسا توکي تحريڪ موڪلي ٿي؟ پر اسيڪيوٽر سوال ڪيو.

اهو سچ نه آهي. ڇاڪاڻ ته فلسطيني ڪئمپ ۾ اهو قابل عمل نه آهي، مروان البانا ڪورٽ ۾ دانهون ڪيون.

پر مروان کي اها خبر ڪانه هئي ته اسرائيلي جاسوس سندس هر حرڪت کان واقف آهن. سندس والد يوسف (Yusuf) ان واردات کان هڪ ڏينهن پوءِ ابو غزال (Abu Ghazal) سان ملاقات ڪئي، هتي جيڪو گارجين اخبار (Guardian) مطابق اسرائيلي جنرل سڪيورٽي سروس (Israeli

(General Security Service ۾ هڪ هفتو اڳ ڀرتي ٿيو هو. مروان پنهنجي والد سان نابلس ۾ رابطو ڪيو هو ۽ ڪيس چيو هو ته 500 پاؤنڊ اسٽرلنگ موڪلي ڏئي. جنهن ۾ هن واعدو ڪيو هو ته هو جولاءِ جي وئڪيشن ڪان پوءِ امتحان ڏئي پنهنجي گهر ايندو. پر مروان ڪڏهن به امتحان ۾ ڪونه ويٺو هو ۽ هن پنهنجو سمورو وقت تنظيم جي مسئلن، مفادن لاءِ ڪم ڪندي گذاريو هو.

دراصل جيئن ته هن جي تعليم وارن پهرين سال ۾ البانا ڪيترا مرتبا برٽن کي ڇڏيو هو. ۽ اهڙيون مسافريون خاص ڪري بغداد لاءِ هيون. سندس هي 1980 وارو سفر اردن ڏانهن هو. جاسوسي ادارن کي پُورو پورو يقين آهي ته سندس اهي سفر گروپ جي طرفان هدايت تحت هئا. جن ۾ سندس مائٽن سان خانگي ملاقات به هئي. جڏهن هولنڊ واپس پهتو ته هن فزڪس پڙهڻ شروع ڪئي، پر ان سان گڏوگڏ پنهنجو عائد ٿيل ڪم به شروع ڪري ڏنو هو. اپريل 1982 ۾ کيس هدايت ملي ته هو پئرس روانو ٿي وڃي. پر پوليس کي هن جي جلدائي واري ڏينهن جي پئرس واري مسافريءَ جي ڪابه خبر ڪانه پئي.

البانا اهڙو اظهار پنهنجي رضا خوشيءَ سان ڪيو هو هن ٻڌايو هو ته هن پنهنجي دوست احمد (Ahmad) سان گڏجي مختصر موڪل فرينچ تخت گاهه ۾ گذاري، مگر پوليس سندس حقيقت کي قبول نه ڪيو. هي وڌيڪ صحيح ٿيندو ته هن هيءَ مسافري گروپ جي هدايت تي ڪئي هئي. ٿي سگهي ٿو ته هو پيسا ڪٺي ويو هجي يا ڪي هٿيار يا ڪنهن گروپ جي سينئر ميمبر سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ويو هجي مگر ان جو پوليس کي ڪوبه ثبوت ڪونه آهي. جاچ ڪندڙ اهو ڳولي ڪونه سگهيا هئا ته ڪامريڊ امن طابت (Thabit) سان ملڻ ويو هو. جنهن ٻن مهينن ڪان بعد پنهنجي زندگيءَ جو هڪ خاص رول ادا ڪيو. جيڪو ظاهر ٿيو، اهو هي آهي ته جڏهن هو پئرس ڪان واپس لنڊن پهتو ته پوءِ پنهنجي گروپ جي ڪم ڪار ۾ وڌيڪ جا نفشانيءَ سان ڪم ڪيو ۽ عبدوءَ (Abduh) سان پنهنجا تعلقات بي انتها مستحڪم ڪيا.

# علم جي تلاش ۽ آزادي

عبدو معمولي ننڍي قد وارو، پيلي رنگ جو نوجوان هو. سندس اکيون سهڻيون ۽ نڪ تورو سنهو هو. هي اهو فلسطيني نوجوان هو، جيڪو يهودين جي خلاف ڳجهي طرح وير ونڻ وارين ڪارروايئن جا خواب ڏسندو هو. جن سندس وطن کي قبضي هيٺ ڪري ڇڏيو هو. ۽ بادشاهتن جي جاسوسن خلاف جنگي ڪارروايئن جا منصوبا جوڙيندو رهندو هئو. حسين احمد غثان سعد (Hussian Ahmed Ghasan said) پنج هزار آباديءَ تي مشتمل جا با (Jaba) نالي هڪ ڳوٺ ۾ 1959ع ۾ ڄاؤ. جيڪو الهندي ڪناري تي نابلس ۽ جينن (Jenin) شهرن جي وچ ۾ هو. هي ڳوٺ زيتون جي پيداوار ڪري گهڻو مشهور هو، هن ڳوٺ جا پٿر سان ٺهيل گهر ٽڪريءَ جي سلوپ تي پڌل هئا، جتان هيٺ واديءَ جو نظارو تمام دل ڪش ڏسڻ ۾ ايندو هو.

ڪيترين صدين کان سعد جو ڪٽمب ٻين ڳوٺاڻن وانگر کيتي ڪندو هو. دراصل جهڙيطرح ٻيا هاشمي بادشاهت (Hashemite Kingdom) لاءِ جاسوسيءَ جون خدمتون سرنجام ڏيندا هئا، تهڙيطرح هي ٻه قدم پوئتي نه هئا ۽ پنهنجي خانداني عزيزن سان خفيه ملاقاتون ڪرڻ ۾ آزاد هئا. انهيءَ لاءِ ته شاهه حسين جي حڪومت بر خلاف شڪ شبهه وارين ڪارروايئن جا رستا روڪين. بعد ۾ جڏهن 1967ع ۾ سندن ڳوٺ اسرائيلين جي قبضي هيٺ اچي ويو ته سندن خاندان پنهنجي قومي ناموس خاطر فلسطيني تنظيم جي حمايت ۾ فوجي خدمات انجام ڏيڻ ۾ گهڻو اڳتي وڌي ويو. حسين سعد جو ٻالڪپڻو هر نموني عام رواجي هيو. جهڙيطرح هن پنهنجي وڪيل کي خط ۾ لکيو هو جيڪو اسرائيلي سفير واري قتل جي ڪيس ۾ سندس بچاءَ جو وڪيل هو. هو پنهنجي ڳوٺ واري اسڪول ۾ پڙهندو هو، تڏهن انوقت سندن والد کي ٢ زالون هيون ۽ سعد سندس وڏو پٽ هو.

حسين سعد جڏهن اٺن سالن جو ٿيو ته هن اهو سڀ ڪجهه پنهنجي اکين سان ڏٺو، جنهن ڪري سندس پوئين زندگيءَ جو رخ ٻين جي نسبت

زياده تبديل ٿي ويو. ۽ مستقبل ۾ جيڪي ڪيس پيش آيو اِهو انجو نتيجو هيو. هن لکيو هو تہ 1967ع جي لڙائيءَ کان پوءِ هڪ ڏينهن اسرائيلي ٽينڪن جو جٿو منهنجي اباڻي ڳوٺ جابا ۾ گهڙيو. هن کان اڳ منهنجو ڪو خاص سياسي خيال ڪونہ هو سواءِ ان حقيقت جي تہ اسانجي مادر وطن کي اسرائيلين يرغمال ڪري فتح ڪيو آهي، جيڪو مونکي پسند نہ هو.

حسين اپيليمينٽري اسڪول جي تعليم پوري ڪري نابلس ۾ هاءِ اسڪول جي تعليم جاري رکي- ٻن سالن کان پوءِ مروان البانا بہ ان اسڪول ۾ داخل ٿيو. پر هو خاص طرح هڪ ٻئي کان گهڻو واقف نہ هئا. جيستائين ڪين قدرت نا بلس کان هزارن ميلن جي مفاصلي تي گڏ ڪيو ۽ هڪ مشن ۾ گڏ جي حصو ورتو.

حسين هاءِ اسڪول جي تعليم پوري ڪري عمان (Aman) يونيورسٽي ۾ تعليم وٺڻ لاءِ روانو ٿيو، سندس والد جيڪو ابو دبئيءَ (Abu Dhabi) ۾ ڪنهن روزگار لاءِ ويل هو، تنهن سندس تعليم جي خرچ ادا ڪرڻ جو واعدو ڪيو هو. پر هو (حسين سعد ) پنهنجي گهٽي ڪاوڙ ۽ ذهني انتشار جي ڪري امتحان ۾ فيل ٿيو ۽ ڪيس ڳوٺ واپس ورٽو پيو. هن خط ۾ لکيو هو تہ جڏهن مونکي ٻڌايو ويو تہ مان امتحان ۾ فيل ٿيو آهيان تہ مونکي ائين محسوس ٿيو تہ جيڻن سڄي دنيا پوريطرح سڪڙجي سڙي ٽوٽ ٿي وئي آهي. مان گهڻو مايوس هيس ۽ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ مان پنهنجي لاءِ ڇا ڪريان ۽ ڪهڙو رستو اختيار ڪريان. پوءِ هن ڪيترا مهينا ڳوٺ ۽ نابلس ۾ سخت پورهيو ڪري پنهنجو گذران ڪيوءِ آخر اهو سوچيو تہ هو ابودبئيءَ پهچي پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلي. جڏهن هو وڃڻ لاءِ تيار ٿيو تہ ڪيس ڪجهہ دوستن هڪ ٻيو رستو ڏيکاريو، جيڪو هن ممڪن سمجهيو. ڪيس معلوم ٿيو تہ اسپين (Spanish) يونيورسٽيءَ ۾ عرب ۽ فلسطيني شاگردن کي خوشيءَ سان داخلا ملي ٿي جتي ڪا بہ مشڪل درپيش نہ ٿي اچي. حسين سعد 1978ع جي سيپٽمبر ۾ گهر ڇڏيو ۽ عمان پهتو، جتي هن گهٽي بچت ڪرڻ شروع ڪئي، ان لاءِ تہ هو

مئدرڊ (Spain- Madrid) لاءِ هوائي جهاز جي ٽڪيٽ جو بندو بست ڪري.

هو ڪجهه فلسطيني شاگردن جي گروپن سان مليو، جن ڪيس پوري واٽ ڏني. پوءِ هن پراڻي شهر ۾ ڊل سول پلازا (Plaza del sol) ويجهو هڪ ننڍڙي ۽ سستي ڪوٺڙي حاصل ڪري اسپيني ٻوليءَ جو ڪورس شروع ڪيو. 1970 جي آخر ۾ اسپين جي حڪومت پنهنجي بادشاهه جون ڪاريوس (Juan Carlos) جي اڳواڻيءَ ۾ پنهنجي بچاءَ واري لڙائي وڙهي رهي هئي ۽ فلسطيني تنظيم جي جدوجهد ۾ کليو کلايو سنڌن مدد ڪري رهي هئي. اسپين ۽ اسرائيل جا پاڻ ۾ سياسي لاڳاپا (Diplomatic Re- lations) نه هئڻ جي برابر هئا. اميد افزا اسپيني جمهوريت عربن ۽ يورپي ملڪن لاءِ هڪ پل جو ڪردار ادا ڪيو. هن فلسطيني تنظيم لاءِ بغير ڪنهن رنڊروڪ جي پنهنجي فرض نباهڻ ۾ وڏي سهوليت مهيا ڪئي. جنهن ڪري اسرائيلي سڪيورٽيءَ وارن جو ڌيان اسپين طرف وڌي ويو. جنوري 1973ع ۾ باروچ ڪوهن (Baruch Cohen) کي جوزانتو نيواوينيو (Jose Antonio Avenue) ۾ قتل ڪيو، جيڪو اسپين تخت گاهه جو مکيه ۽ خوبصورت روڊ آهي. عيني شاهدن جي چوڻ موجب، عمل واري جاءِ تان ٻن عربن کي ڀڄندو ڏٺو ويو. اسپيني پوليس اسرائيلين کي اهڙي هرڪا معلومات ڏني، جيڪا کين انهيءَ قتل ۾ گهربل هئي، پر ان مان کين ڪو خاص فائدو نه مليو.

باروچ ڪو هن اسرائيلي سڪيورٽي سروس جو هڪ ميمبر هو. جنهنجو فرض يامشن هو ته عرب چغلخورن (Arab informers) کي هلائي، هن ڪيترن فلسطيني شاگردن کي انفارمر طور (ڀرتي) ڪرڻ جو بندوبست ڪيو، ۽ انهن کان فلسطيني تنظيم جي عملن بابت معلومات حاصل ڪندو هو. الفتح قيادت پاران قائم ڪيل تنظيم بليڪ سيپٽمبر (Black Sep- tember) آرگنائيزيشن طرفان پنهنجي بچاءَ لاءِ هن اسرائيلي جاسوس جي

ڳولا ڪري ڪيس قتل ڪيو ويو هو.

اسپين جي سڪيورٽي سروس پنهنجي ملڪ ۾ فلسطيني شاگردن جي وڏي تعداد جيڪي فلسطيني فوج جو هڪ حصو هئا. ڪي پنهنجي ملڪ ۾ ڪاٻي لاءِ پوري طرح شامل هئي، جيتوڻيڪ ڪين خبر هئي ته فلسطين جي تنظيم سندن آزاديءَ واري تحريڪ باسق علحدگيءَ جي مومينٽ (Basque Separatist Movement) (علحدگي) E.T.A جي هٿيارن ۽ تربيت سميت پوري مدد ڪري رهي هئي، پر ان هوندي به حڪومت پاسو ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو ۽ پنهنجي عرب ملڪن سان لاڳاپي واري پاليسيءَ تي مستحڪم هئي. انهيءَ ڪري اسپين ۾ حسين سعد کي هڪ دوست ملڪ اندر سماجي زندگي گذارڻ جو سٺو موقعو مليو. لنڊن پوليس کي پورو يقين آهي ته حسين سعد اسپين ۾ ارڙهن مهينن جي رهائش دوران گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو ضرور بغداد جو چڪر ڪاٽيو آهي، جتي هن پنهنجي تربيت پوري ڪئي جيڪا ابوندال گروپ جي تربيتي ڪئمپن ۾ ورتل هئي.

انهيءَ تربيت دوران حسين سعد اهو ثابت ڪيو هو ته سندس گروپ ۾ شموليت گروپ جي مقصدن لاءِ رائيگان نه ويندي هن اولڊبيليءَ (اذيت گاه) ۾ جاچ جي وقت قبول ڪيو هو ته اسرائيلي سفير سندس دشمن هيو، جيڪي ڪجهه هن سان ٿي گذريو ان تي هنکي ڪو به افسوس ۽ پشيماني ڪونهي. يهودين بابت هن ٻڌايو ته، صيهونيت جا ڪيترا ئي ڪردار آهن، جن متعلق ڄاڻڻ جي خواهش اٿم. مون چاهيو ٿي ته انهنجي ڪردارن جي تحقيقات ڪريان جيئن يهودي تنظيمن بابت مڪمل معلومات حاصل ٿئي. اهو ڪوبه وساري ڪونه سگهندو، ته جيڪو ڪجهه فلسطين ۾ ٿي رهيو آهي، انم ڪو يهودين جي ڪارروائين جو هٿ نه آهي. تنهن ڪري مان ڪوشش ڪريان پيو ته سندس ڪردارن کي چٽو ڪري ثابت ڪريان ته رڳو اسرائيلي فلسطين جا مخالف آهن پر انهن سان گڏ سڄي دنيا جا يهودي به شامل آهن.

اهو ٻڌرو ڪرڻ تمام ڏکيو آهي ته حسين سعد مئڊرڊ ۾ ڇا ڪجهه ڪيو آهي؟ پوليس طرفان جاچ ڪندڙن کي اهڙو ڪوبه ثبوت نه مليو آهي ته

هو مئڊرڊ ۾ ڪهڙي مقصد لاءِ رهيل هيو. صرف اهو ثبوت مليو آهي تہ هو مارچ 1980ع ۾ اسپين ڪان ٻاهر ويو هو. هن ڪورٽ ۾ ٻڌايو هو تہ منهنجي پڙهائي تمام سخت هئي، تنهنڪري مان اردن واپسيءَ جو فيصلو ڪيو هو. مگر هيئين سببن ڪري انڪاري ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

انڪري تہ ساڳئي مهيني ۾ هڪ اسپيني قانوندان نالي ائڊولفو ڪوٽيلو (Adolfo cottelo) کي سندس زال ۽ ٻارن جي سامهون فائر ڪري ڪيرايو ويو. جيڪو مئڊرڊ جي وچ ۾ هڪ بلڊنگ جي ڪارپارڪنگ ۾ پنهنجي ڪار مان ٻاهر نڪري رهيو هو. حملو ڪندڙن هڪ يهودي واپاريءَ نالي مئڪس مئزن (Max Mazin) جي شبهي ۾ غلطيءَ سان حملو ڪيو هو، جنهنجي آفيس انهيءَ بلڊنگ ۾ هئي. هڪ نوجوان فلسطينيءَ جنهن پاڻ کي ابوندال گروپ جو تسليم ڪيو هو، ۽ مئڊرڊ جي هڪ ڪورٽ ڪيس 29 سال جيل جي سزا ڏني هئي، تنهنڪان پوليس، گروپ جي ٻين ميمبرن جي نالن پڇڻ ۾ ناڪام وئي. تنهن هوندي بہ لنڊن ۽ مئڊرڊ پوليس کي پورو يقين آهي تہ حسين سعد اسپين انڪري ڇڏي هئي، جو هو هن قتل ۾ ملوث هو. اهو معلوم ٿيو تہ حسين مئڊرڊ کان عمان پرواز ڪئي، جتان هو پنهنجي ڳوٺ هليو ويو. ان کان ڪجهہ مهينا پوءِ ڪيس (حسين سعد) کي گروپ جي هيڊ ڪوارٽر بغداد پهچڻ جو حڪم ڏنو ويو، عمان کان بغداد بس جي ٽڪائيندڙ سفر کان پوءِ هو گروپ جي هڪ ڪمانڊ پوسٽ تي پهتو. جتان کيس نيون هدايتون مليون. هن کي چيو ويو هو تہ 15 ڏهاڙن اندر لنڊن پهچي انگريزي ٻوليءَ جي اسڪول ۾ داخل ٿئي. جنهنکان پوءِ اُتانجي يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪري. ان ۾ گروپ جو اهو فائدو هو تہ هنکي لنڊن ۾ گهٽي عرصي لاءِ رهائڻ جي تياري ڪرائجي تہ جڏهن بہ اهڙي ڪنهن ڪم جي ضرورت پوي تہ هو ان جي پوئواري ڪري. حسين سعد بغداد ۾ ڪجهہ وڌيڪ ڏهاڙا ترسيو، جيستائين سندس پاسپورٽ وغيره تيار ٿئي. تنظيم جي خزانچيءَ حسين سعد کي هڪ نئون سوٽ ڪيس (Suitcase) هوائي جهاز جي ٽڪيٽ ۽ ڪجهہ سؤ پاؤنڊ

اسٽرلنگ جيڪي سندس ڪجهه مهينن جي خرچ لاءِ ڪافي هئا، ڏنا.

سيپٽمبر 1980ع تي حسين لنڊن ڏانهن پرواز ڪيو. هو بغير ڪنهن تڪليف جي هيٿرو ايئر پورٽ کان ٻاهر نڪتو. مروان البانا جي بنسبت هنڪي جلدئي خرچ لاءِ تنگي ڏسڻي پئي ۽ پاڻ کي مخفي رکڻ لاءِ هڪ گهر کي ڇڏي ٻئي گهر ۾ رهڻو پيو پئيس. هنڪي داخلا ملي ويئي ۽ انگريزي سکڻ لاءِ هن ڪيترا اسڪول ڇڏيا. پهريون انگريزي ريجنٽ (Regent-School) اسڪول جيڪو آڪسفورڊ گهٽيءَ ۾ هو. ۽ آخرڪار فرانسي ڪاليج (Francis collage) جيڪو ومبلڊن ۾ هو، داخل ٿيڻو پيو. هن پڙهائي سان گڏوگڏ پورهيو ڪرڻ جي لاءِ اجازت وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر برطانوي قانون موجب ڪيس اهڙي اجازت نه ملي. هن لبنيز ريسٽورينٽ (Lebanese Restaurant) ۾ ملازمت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هڪ مهيني جي پڇاڙيءَ تي مٿس حملو ڪيو ويو. هن جي نا اميدي ۽ مونجهاري جو اظهار سندس ڊائريءَ مان معلوم ٿئي ٿو. هن لکيو هو ته پنج مهينا گذري ويا آهن پر مون اڄ تائين ڪجهه به نه ڪيو آهي. مون اهڙو رستو اختيار ڪيو آهي، جنهنجي پڇاڙيءَ جي ڪابه خبر ڪونه آهي. مونکي ترسڻ گهرجي ۽ وري سوچڻ گهرجي ته مان ڇاڪريان! منهنجي ذهني پيڙا مونکي جهنجهوڙي رهي آهي. مونکي هر روز جو پروگرام ٺاهڻ کپي ۽ ان تي عمل ڪرڻ کپي. منهنجي ڪابه سليڇڻي ڇوڪري (گرل فرينڊ) دوست نه آهي جنهنڪري مونکي وڏي پريشاني ٿئي ٿي. صرف ان حوالي سان ئي مون کي پنهنجي مستقبل ٺاهڻ سان مدد ملندي.

سعد جو وڪيل راڪ تنزي (Rock Tanzi) جيڪو ڏوهن وارن (فوجداري) ڪيسن ۾ نهايت مشهور آهي. هن جي ڊائريءَ کي سندس بچاءَ لاءِ رڪارڊ تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ هڪ شاگرد جي ذهني ڪشمڪش ۽ روحاني سڪون لاءِ ڪولا شامل هئي، پر سندس ٻيو وڪيل مچل تيسي (Michel Taycey) دعوا ڪئي ته منهنجو اصيل روحانيت جو شاعر آهي. ان سختيءَ جو سبب اهو هو ته مچل تيسي وڪيل جو نالو

پڻ هٽ لسٽ (قتل واري لسٽ) ۾ شامل هو. مچل اوپر يروشلم جي هڪ فلسطيني خاندان جو فرد هئو ۽ 1950 جي آخر ۾ لنڊن هليو آيو. هنکي لنڊن جي بهترين اسڪول ۾ سٺي تعليم ملي. جڏهن هن تعليم ختم ڪري بار (Bar) پاس ڪئي، تڏهن سندس قوميت وارو دماغ جاڳيو هو. ۽ هن پنهنجون خدمتون پي. ايل. او کي رعايتي فيءَ تي آڇيون. ڪيترن سالن تائين هن پي. ايل. او جي قانوني ڪارروائين ۾ ڀرپور مدد ڪئي. انهيءَ بنياد تي هن کي خبر پيئي تہ سندس نالو ابو ندال گروپ جي لسٽ تي داخل ڪيو ويو آهي. هن هڪ قانوندان جي حيثيت ۾ حسين سعد جو پنهنجي ڀرپور لياقت سان بچاءُ ڪيو. اهو ممڪن آهي تہ مچل تريسي اهو ظاهر ڪرڻ ۾ برابر هجي تہ حسين سعد ذهين ۽ فرضي حق پورا ڪرڻ وارو بهترين لياقت جو مالڪ آهي. جيڪو سندس ميوزڪ پڙهڻ ۽ شاعري پڙهڻ جي نتيجي ۾ ظاهر ٿئي ٿو. جيئن تہ پهرئين ڏينهن کان وٺي حسين جي ڊائريءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو هڪ باشعور نوجوان آهي. اڳتي ان ڊائريءَ ۾ سندس ٻين ڪارگذارين جو احوال ڏنل هو جيڪو مچل جي خيال ۾ سندس ڊائريءَ جو رڪارڊ تي اچڻ ڪري حسين جي بچاءُ جي بجاءِ وڌيڪ گرفت جو ڪارڻ ٿيندو. جيئن مثال طور هن لکيو هو تہ مونکي پنهنجي فرض مطابق هڪ سفارتخاني، هڪ هوائي جهازن جي ڪمپني ۽ هڪ اخبار متعلق تفصيل معلوم ڪرڻو آهي. جيڪي ترتيب وار اسرائيلي سفارتخانو ال آل EI-AI- جهازن جي ڪمپني ۽ يهودي تاريخ نويسي (Chronicle) بابت هئي.

حسين پنهنجي زير زمين عملن سان گڏ انگريزيءَ جي تعليم جاري رکڻ لاءِ يونيورسٽيءَ جي شروعاتي ڪورس ۾ داخل ٿيو. سيپٽمبر 1981ع ۾ هن ويگزهال ڪاليج (Vauxhall Collage) ۾ پڙهائي شروع ڪئي، جيتوڻيڪ سندس مالي حالت ڪمزور هئي، پر سندس ذهني اعتماد بحال رهيو. هن کي سٺي تعليم حاصل ڪرڻ جا موقعا مليا. سندس گروپ جي ذميوارين ۽ سماجي زندگيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ هن پنهنجو وقت دوستن ۽ گرلس فرينڊ جي وچ ۾، ڪاليج جي ويجهو ننڍين هوٽلن، انٽرنيشنل هاؤس ۽

پرڏيهي شاگردن جي ڪلبن ۾ گذاريو. هنڪي اتي خاصڪري عورتن ڪي متاثر ڪندڙ طريقا استعمال ڪندي ڏٺو ويو. سندس اسپين جي ٻوليءَ جي واقفيت، نوجوان عبراني ڇوڪرين کي متاثر ڪرڻ ۾ وڏيڪ مددگار ثي. جيڪي عبيرين (Iberian) اپيٺ کان پڙهائي لاءِ آيل هيون.

حقيقت ۾ سندس عورتن واري دوستيءَ جي رخ جي خبر ڪورٽ ۾ ڪيس جي شنوائيءَ دوران پئي، هنجي گرل فرينڊ ازابيلاءِ (Isabel) جيڪا بارسلونا (Barcelona) جي هئي کان علاوه اهڙين ڇهن نوجوان عورتن جا نالا ڪورٽ ۾ ظاهر ٿيا، جنهن ۾ نوجوان ڇوڪريون فرينچ هيون. انهن جا نالا پاسڪل (Pascal) ۽ مرسيڊيز (Mercedes) هئا. جن سان گڏ اسرائيلي سفير جي حملي کان ڪجهه ڪلاڪ اڳ هن ٽوٽنهام (Tottenhamcourt) ڪورٽ روڊ تي هڪ نديڙي هوٽل ۾ ڪافي وقت گذاريو هو.

پنهنجي زندگيءَ واري استائيل کان علاوه حسين سعد پنهنجي انهن ذميوارين کي، جنهن لاءِ کيس لنڊن موڪليو ويو هو، ڪڏهن به نه وساريو هو. بغداد ۽ عمان کان گروپ جي قاصدن سان سڃاڻپ وارن لفظن (Code words) جي ڏي وٺ کان پوءِ هميشه ملاقاتون ڪندو رهيو. اهڙيون ملاقاتون ريلوي اسٽيشن، هوٽلن ۾ معلومات ڏيڻ ۽ تحريڪ طرفان موڪليل رقمون وٺڻ لاءِ ٿينديون هيون ۽ پنهنجون تصديق ٿيل رپورٽون انهن قاصدن جي معرفت سينٽرل ڪمانڊ ڏانهن موڪليون وينديون هيون.

جهڙيطرح اڳيئر ٻڌايو ويو آهي ته سعد جي بار بار هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه تبديلي سندس پيڇو ڪرڻ يا ڪنهن چار ۾ ڦاسڻ جو ڪوبه خطرو پيدا نه ڪيو هو. جڏهن آخر ۾ ٻنهي سعد ۽ مروان البانا ويگز هال ڪاليج ۾ داخلا ورتي، تڏهن هنن کي هڪ بهترين پردو يا لڪ حاصل هو، ۽ سندن ميل ملاقات هڪ رواجي اتفاق طور سمجهيو ويو. سندن ڪاليج لائبرري، ۽ ڪيفي ٽيريا (Cafeteria) ۾ ملڻ جي سهوليت اِمن ۽ عبدوءَ کي پنهنجي

پنهنجي اطلاعن ڏيڻ ۾ فرضن جي ادائگيءَ جو بهتر موقعو فراهم ڪيو.

انهيءَ نقطي تي جيئن سعد کي حڪم ڏنو ويو هو، تہ هو ڪيترن خاص فردن، اسرائيلن، يهودين ۾ فلسطينن جي ڪارروائين جو پورو پورو جائزو وٺي، ۽ لنڊن ۾ فلسطيني تنظيم. ايل. او جي ڪارڪنن جي نشاندهي ڪري. ڊاڪٽر نبيل راملوي (Nabil Ramlawi) جنهنجو نالو پڻ البانا جي لسٽ ۾ شامل هو. پڌايو هو تہ نومبر 1981ع ۾ فلسطيني شاگردن جي ڪانفرنس ۾ هن سعد سان ڪهڙي نموني ڳالهايو هو. انهيءَ حقيقت کان پوءِ پي. ايل. او جو اڳواڻ ان نتيجي تي پهتو هو تہ سعد جي هن ميٽنگ ۾ شرڪت ان مقصد لاءِ هئي تہ هو راملوي جي روزانہ مصروفيتن ۽ معلومات مان پورو فائدو حاصل ڪري، جيئن جڏهن بہ ابوندال گروپ کي سندس ميسارڻ جي ضرورت پوي تہ کيس ميساري سگهجي.

اسرائيلي سفير جو پيشو بہ هڪ ڳجهو ۽ وڏي مونجهاري وارو مسئلو آهي، ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ سعد پنهنجي گروپ جي ٻين ميمبرن سان گڏجي ڪينسنگٽن طرف ويو. جن جو لنڊن پوليس ڪوبہ پتو، نالو نشان حاصل ڪري نہ سگهي، کي ڪين سنگٽن هاءِ اسٽريٽ (Kensington High Street) ويجهو پنهنجي نظر ۾ رکيو ۽ پوري معلومات حاصل ڪئي. اسرائيلي سفارتخاني جي شاندار ٽي منزل عمارت ايڊورڊين اسٽائيل (Edwardion Style) جي آهي، جنهنکي هن صديءَ جي مهڙ ۾ تعمير ڪيو ويو ۽ بعد ۾ سندس توسيع ڪئي وئي، جيڪا مانٽيفيور (Montefiore) خاندان جي ملڪيت هئي. جنهن اها عمارت اسرائيلين کي هڪ سوکڙيءَ طور پيش ڪئي. هن کان ٿورو اڳتي انهيءَ گهٽيءَ ۾ شاهہ حسين جي پنهنجي خانگي گهرجي عمارت آهي. ڪيترن مختلف ذريعن کان حاصل ٿيل معلومات مان ظاهر ٿيو آهي تہ انهيءَ عمارت ۾ بادشاهہ حسين ڪيترن اسرائيلي وزيرن سان مخفي ملاقاتون ڪيون هيون جيڪي 1970ع واري ڏهاڪي کان وٺي 1985ع تائين، جن ۾ ڪيترا اسرائيلي سينئر آفيسر بہ شامل آهن. آڪٽوبر 1985ع ۾ هتي شهنشاهہ حسين جي هڪ اهم

ملاقات اسرائيلي وزير اعظم شيمون (Shimon Peres) سان وچ اوڀر ۾ امن قائم ڪرڻ جي ڳڻ ۾ ٿي هئي. اهي ٻئي عمارتون گروپ طرفان سعد ۽ ٻين ميمبرن جي نظر ۾ رکيون ويون. انهن متعلق مجموعي معلومات، جن ۾ عمارت جي اندروني توڙي بيروني حفاظت جي انتظامن جو تفصيل به شامل آهي. سعد طرفان البانا جي معرفت گروپ جي هيڊ ڪوارٽر ۽ ابوندال جي مختلف جاسوسي ادارن کي پهچائي ويئي. جنهنجي بغداد ۾ پوري ڇنڊ ڇاڻ ڪري ٻنهي کي ٽارگيٽ تي آڻي، آپريشن لاءِ محفوظ ڪيو ويو. پر اِمن ۽ عبدوءَ هميشہ پنهنجي ڪم ۾ هوشياريءَ کان ڪڏهن به ڪم نہ ورتو، سعد جي آگرين جا نشان ڪتابن ۽ تحريڪ جي ڪاغزن تي البانا جي روم مان حاصل ڪيا ويا هئا، جڏهن پوليس طرفان جاچ ڪرڻ واسطي تلاشي ورتي ويئي هئي. اهڙيطرح سعد جي رهائش گاهہ تان سنڌس خاص ٽيليفون بوڪ حاصل ڪيو ويو، جنهنم مروان البانا جو فون نمبر بہ شامل هو ۽ جلدئي سعد جي ٽن گرل فرينڊ جن جا فون نمبر لکيل هئا جي تلاشي ڪرڻ بعد پيا بہ اهڙا ڪاغزات حاصل ڪيا ويا.

جڏهن پراسيڪيوٽر راءِ املوٽ سعد کان انهن فون نمبرن بابت پڇا ڪئي تہ هن جواب ڏنو، تہ هن اهي فون نمبر لنڊن جي فون ڊائريڪٽريءَ تان حاصل ڪيا هئا. ڇاڪاڻ تہ انهن مون کي خود ٻڌايو هو ۽ انهيءَ ڪري مون سندن فون نمبر ۽ پتا ڪاپي ڪري لکيا هئا. ڇا تنهنجو اهو خيال آهي تہ اهي ٽارگيٽ حملي جو نشانو بڻجندا؟

سعد جواب ڏنو هو، تہ مان ان باري ۾ ائين ڪون ٿو سمجهان. سوال ڪيو ويو تہ توڪي اهڙي سامان هٿ ڪرڻ لاءِ ڪنهن چيو هو؟ سعد جواب ڏنو هو تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جنهنجو نالو عبدالرحيم سعد آهي.

# ڪمانڊر عبدالرحيم سعد

عبدالرحيم سعديا تہ هڪ خيالي مجموعو (جهڳٽو) هو يا ڪيترن مائهن طرفان هڪ ٻئي نالي طابت (Thabit) سان ڄاتو ويندو هو. هو ڪمانڊر (جرنيل) هو. سندس ظاهري ڏيک سخت جسم واري وچولي قد ۽ ڪارن وارن سان ظاهر ٿيندو هو. سندس چهرو ڪڏهن بہ ڪنهن قسم جي خيال جو مظهر نہ ٿيندو هو. جڏهن هو شاهديءَ واري بينچ تي آيو، تہ هن ٻڌايو تہ جيڪي ڪجهہ ڪيس چوٽو آهي، اهو هي آهي ۽ هُن سانتيڪي آواز ۾ صاف ۽ پوري يقين سان چيو تہ مصطفيٰ-ال-محروڪي Mustafa al) (Mahruki جيڪو هڪ ڊگهو نوجوان، مصري تهذيب جي علامت، ڪورٽ ۾ ترجمان جي حيثيت ۾ ملازم هو، ۽ سينٽرل ڪرمنل ڪورٽ، اولڊ بيلي لنڊن ۾ عربيءَ مان انگريزي ترجمي لاءِ مخصوص ڪيو ويو هو. هن پورا چاليهہ ڏينهن طابت جي طرف ڪان سندس اظهار جي انگريزي ترجمي ۾ گذاريا. هن ڪي شروع ڪان وٺي هڪ مضبوط موقف تي ڏٺو ويو. هن ڪان متاثر ٿيڻ بلڪل آسان هيو. هن وٽ هڪ حڪم ڏيڻ واري (منتظم) شخصيت حاصل هئي. جهڙيطرح هڪ ملٽري ڪمانڊر ۽ سندس اصل خاصيتون، جنهن ڪي نائف، نجيب، مفلال ۽ روسن -Naif, Najib, Mi) (flal, Rosan ڪان انهن مائهن قبول ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي، جن بہ سائس ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. هو گهڻن ڳالهن (رستن) مطابق هڪ ايڪٽر هو. مگر جيئن جان-لي-ڪيئر (John le Carre) لکيو آهي تہ سندس ٿيئيٽر هن جي پنهنجي اصل زندگي هئي. هن پنهنجي فطري اصليت ڪي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان لاءِ تہ هو پنهنجي انهن نا اميدين سان راند ڪيڏي جن سندس زندگيءَ ۾ گاريون ئي گاريون ڏنيون هيون. هن ڪورٽ اندر پنهنجي بيان ۾ ٻڌايو هو تہ مان ديرياسين (Deir yasin) ۾ ڄائو هوس. جيڪو منهنجي زندگي جي آڪاٽيءَ لاءِ ضروري آهي.

مان 1946ع ۾ رملا (Ramla) جي ويجهو هڪ ننڍڙي ڳوٺ ديرياسين ۾ ڄائو هوس. جيڪو ڳوٺ هينئر ناپيد آهي. انڪي ڌرتيءَ جي

سطح تان ميساريو ويو. انهن دهشتگردن مان مسٽر مينهم بيگن (Menaham-Begin) بہ هو جيڪو اڳڪلهہ اسرائيل جو وزير اعظم آهي. هن جڳهہ تي اسرائيلن هڪ نئون منصوبو شروع ڪيو هو. مان هڪ فلسطيني آهيان ۽ ان ڪٽنب ۾ ٻن سالن جو هوس، جن جو گهر نابود ڪيو ويو هو، ۽ انهن کي هڪ مهاجر ڪئمپ ۾ زبردستي اچلايو ويو. جيڪا الهندي ڪناري تي قائم ڪئي وئي هئي جتي ڪيترائي مهينا مفلسيءَ ۾ گذاري اردن جي اوڀر ۾ وياسون، جتي هڪ ننڍڙي ڳوٺ "روسن" ۾ آباد ٿيا سون، جيڪو اربڊ (Irbid) جي ڀرسان هو.

اهي شڪ گمان جن کان هو انڪاري هو، مٿس مڙهيا ويا هئا، جن جي جواب ۾ هن ڪجهہ وقت خاموشي اختيار ڪئي ۽ پنهنجي درد ناڪ لهجي ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. جيئن جج ۽ ان جي ساٿين تي خاص اثر پوي. هن پنهنجي زندگيءَ جي روئداد جاري رکندي ٻڌايو تہ مان هڪ فلسطيني ۽ رفيوجي خاندان جو فرزند آهيان، جنهن سموري زندگي ڏکن ۽ پيڙائن ۾ گذاري. مان پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ تعليم ورتي. جيڪو فلسطيني مهاجرن جو هڪ ننڍڙو ڳوٺ هئو ۽ ان ڳوٺ جي نِسبت سان گهڻو ڪري سيني خاندانن پاڻ کي "روسن" سڏائڻ شروع ڪيو هو.

اليمينٽري تعليم پوري ڪري هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ شروع ڪيو، جتان پوءِ مون 1966ع ۾ اردن ۾ روزگار جي ڪوشش ڪئي. پر اتان جو معاشي حالتون تمام خراب هيون جنهنڪري ڪوبہ روزگار جو بندوبست نہ ٿيو انڪري عراق هليو ويس. مان اتي (عراق) ۾ چار سال گذاريا ۽ 1971ع ۾ واپس اردن آيس، پرروري بہ نا اميديءَ، سموريون اميدون خاڪ ۾ ملائي ڇڏيون. پوءِ "الجزائر" ۾ ٽيڪنيڪل تعليم لاءِ قومي ايرو ناٽڪس اسڪول (National Aeronautics School) ۾ داخلا ورتي. جتي گذران جي خرچ لاءِ اسڪالرشپ حاصل ٿي وئي. اهو ڪورس مون هڪ سال ۾ پورو ڪري ڊپلوما حاصل ڪئي. هن پنهنجو اهو سرٽيفڪيٽ ڏيکاريو.

الجيريا کان مان دمشق پهتس. جڏهن شام جي تخت گاهہ ۾ مونکي

ڪوبہ روزگار نہ مليو تہ پوءِ 1973ع ۾ مان وري عراق واپس آيس، جتي خوشبختيءَ سان نوڪري ملي وئي. انهن سالن ۾ جيڪي منهنجي زندگيءَ ۾ شاندار ثابت ٿيا. 1981ع تائين مون بغداد مارڪيٽ جي هڪ ننڍڙي ورڪشاپ ۾ مڪينڪ جي حيثيت سان نوڪري ڪئي. ان وقت مان پنهنجي زندگيءَ جو رستو بدلائڻ لاءِ فيصلو ڪيو ۽ بهتر زندگي ۽ عزت حاصل ڪرڻ لاءِ انگلنڊ روانو ٿيس جتي مونکي گرفتار ڪيو ويو. حالانڪ مان بي ڏوهو آهيان. هي منهنجي زندگي جي سچي ڪهاڻيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي.

ان مان ظاهر ٿو ٿئي تہ "روسن" جو اهو اظهار، جنهن ۾ هن پنهنجي زندگيءَ جو پورو نقشو اهڙي انداز ۾ پيش ڪيو هو، جو ان جو ڌاڪو وڏي پيماني تي پکڙجي ويو. سندس هڪ ڏتڙيل پناهہ گير خاندان جو فرزند هجڻ، جنهن جي پوري زندگي روزگار لاءِ سخت جدوجهد ۾ گذري هجي، ڪنهن خاص حد تائين درست هئي. جنهنجو خاص ڪري انگلنڊ جي مشهور اخبار لنڊن ٽائيمس بہ سرعام اعتراف ڪيو. اهڙي طرح سندس اٽارني لارڊ انٿوني گفرڊ (Lord Anthony Gifford) جيڪو پنهنجي پيشيوارن ۾ سندس آزاد خياليءَ جي ڪري مشهور هو ۽ هڪ شاهوڪار خاندان (Aristocratic) جو فرد هو جنهن پنهنجي خانداني اقتدار موجب لارڊ جو لقب حاصل ڪيو هو. پر هن پنهنجي خانداني روايتن ۽ شاهوڪار طبقي جي برخلاف سوشلسٽ طريقو اختيار ڪيو، ۽ سندس ڪاٻي ڌر سان وابستگيءَ ڪري فلسطيني مسئلي کي سمجهڻ جي خواهش پيدا ڪئي. لبنان جي لڙائي کان پوءِ انٽرنيشنل ڪميٽيءَ ۾ هڪ صلاحڪار طور شرڪت ڪئي، جيڪا اسرائيل جي ڪاروائين جي تفتيش ڪري رهي هئي ۽ هن ڏس ۾ اسرائيل کي ڏوهي ۽ لڙائيءَ جو مجرم قرار ڏنو هو. جيتوڻيڪ لارڊ گفرڊ کي ٻين قانوندانن وانگر هڪ بچاءَ جي وڪيل طور ڪورٽ طرفان مقرر ڪيو ويو هو، مگر اهو ظاهر هو تہ هو ٻين وڪيلن جي مرضيءَ خلاف پنهنجي اصيل روسن جي خيالن سان بلڪل متفق هو، ۽ سندس ڪارروائيءَ کي هڪ اصولي ۽ بچاءَ جي جنگ قرار ڏنو هو. ان ڪري اها ڪا تعجب جي ڳالهہ ڪونہ

آهي جو هن ان مقدمي کي سياسي رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان لائين تي پنهنجي بچاءَ جو بنياد رکيو. جنهن جي نتيجي ۾ روسن پاڻ کي وچ اوپر ۾ سياسي ڪشمڪش جو شڪار بنايو هو. لارڊ گفرڊ پنهنجي مضمون جي جوهر (Summation) ۾ ٻڌايو تہ روسن هڪ ايماندار ماڻهو آهي ۽ توهان پنچائت يا جيوري (Jury) جي ميمبرن لاءِ ضروري آهي تہ اوهان هن مقدمي کي انهن دهشتگرد ڪارروائين جي نظريہ ۾ توريو ۽ هن مقدمي جي بنيادي حقيقتن کي ڏسو، جنهن جي نتيجي ۾ فلسطينين کي دربدر ڪري زبردست مشڪلاتن ۾ وجهي، ان علائقي جي تواريخ ۾ اسرائيلي حڪومت جو بنياد قائم ڪيو ويو آهي ۽ اوپر ڪناري جو وڏو حصو اسرائيل ۾ شامل ڪيو ويو آهي، ۽ اتي جي رهواسين کي بيدخل ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح منهنجي اصيل جو ننڍپڻ سندس ڳوٺ جي تباهيءَ وارن ڪڪرن اندر گذريو آهي. ديرياسين کي دهشتگرد تنظيم طرفان مسٽر بيگن ڌرتيءَ تان ميٽي ڇڏيو هو. جڏهن روسن ڪورٽ کي ٻڌايو هو، تہ، هن انهن فلسطيني گوريلن جي همٿ افزائي ڪئي آهي، جيڪي اسرائيلي دهشتگردن جي خلاف يهودي دشمن سان وڙهي رهيا آهن. اهو سندس سياسي حق آهي. سندس بيان ان ماڻهوءَ جو سياسي اظهار آهي، جنهن جي وطن کي ٻاهرين جي طاقت سان فتح ڪري ڌارين جي حوالي ڪيو ويو آهي. هن کي هرڪو ماڻهو سمجهي سگهي ٿو. ڪجهہ مظلومن، جن کي زوريءَ طاقت سان دردناڪ زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي، جو فرض آهي تہ بدلي ۾ اهڙو عمل ڪن.

اهو سڀ ڪجهہ روسن ظاهر ڪيو آهي، جنهن کي سخت زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي ۽ هر ڪنهن کي ان جي اهڙي رحم جوڳي حالت تي قياس ڪرڻ گهرجي۔ سچ جيڪڏهن ڪنهن حال ۾ مختلف آهي، پر سچ آهي. جنهن کي هن ڪورٽ ۾ هر ڪنهن کي ڏيکارڻ لاءِ پيش ڪيو ويو آهي. اهو ان جاگرافيا ئي حالتن ۾ تمام ٿورو آهي جنهن کي اسرائيلن طرفان محسوس ڪرڻ گهرجي. اهي دير ياسين ۾ پيدا ڪونہ ٿيا آهن. اتي ڪو بہ ٻيو پيدا ٿي سگهي ٿو. جن جو ان ڌرتيءَ تي پورو پورو حق آهي.

دراصل اها حقيقت آهي تہ روسن ديرياسين ۾ ڪونہ ڄائو هو. دير ياسين يروشلم جي پسگردائي ۾ هڪ ڳوٺائي بستي هئي، پر اها حقيقت ڪورٽ جي ڪاروائي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ پڌري ٿي ۽ ان علائقي کي اڄ ڪلهہ گيوٽ شائول (Givat Shaul) سڏيو وڃي ٿو. روسن جو اهو اظهار تہ اهو ڳوٺ رملا جي نزديڪ آهي، پر اهو يروشلم کان 20 ميل پري اولهہ ۾ آهي.

جڏهن لارڊ گفرڊ کان ان جي غلط بياني متعلق سوال ڪيو ويو تہ هن رواجي عادت موجب اڻ ڇنڀيل نظرن سان گهوري جواب ڏنو تہ مان ان متعلق ڇا ٿو چئي سگهان. جيڪڏهن روسن کي پنهنجي جاگرافيءَ جي معلومات نہ هئي، تہ ان ۾ سنڌس ڪوبہ قصور نہ آهي. ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ روسن جي ديرياسين ۾ ڄمڻ واري آکاڻي هن جي بچاءَ ۾ اختيار ڪئي وئي هئي. هي هڪ سٺي ڪهاڻي هئي جيڪا ضايع ٿي وئي. خاص ڪري ديرياسين کي پنهنجي دانهن جو مرڪز بنائڻ ابوندال گروپ جي هڪ روايت هئي. جيڪي هن ڪيس جي ڪارروائيءَ ڪانپوءِ پڌرو ٿيو تہ روسن جو فلسطين اصل وطن ڪونہ هو.

دراصل نائف روسن جيڪي ڪجهہ اولڊبيلي ڪورٽ ۾ چيو، انجو مختصر هي آهي تہ روسن ابوندال گروپ جي وڏن ڪمانڊرن مان هڪ هئو. سنڌس پاسپورٽ ڪانسواءِ هو عراق جو نہ هئو. هو روسن ڳوٺ ۾ ڄائو هو جيڪو اربڊجي ويجهو اردن جي اتر ۾ هئو. هو وڏي اثر رسوخ واري بيدوئن (Bedouin) خاندان جو فرد هئو، جيڪو اردن ۾ هاشمي حڪومت جو بنياد رکڻ وارن مان هڪ خاندان هئو ۽ سنڌس انتظاميہ ۾ شامل رهيو. هي اها انتظاميہ هئي جنهن هميشہ حڪومت جي مدد ڪئي ۽ فلسطينين سان حڪومت پاران جنگين ۾ حصو ورتو، جيڪي هن حڪومت ۾ سندن آباديءَ جي اڌ کان وڌيڪ آباد هئا. روسن خاندان انهن کان علحده ڪونہ هيو ۽ ان جي فرزندن هميشہ ان عرب خاندان جي بادشاهہ عبدالله ۽ سنڌس پوٽي شاهہ حسين جي پوري وفاداريءَ سان خدمت ڪئي هئي.

جيئن سنڌس خاندان جي ٻين فردن ڪيو هو تيئن روسن بہ پنهنجيون

خدمتون شاهه حسين جي فوج ۾ سونپيون. هو 1960ع جي وچ ڌاري ايئر فورس ۾ شامل ٿيو ۽ کيس مافراق (Mafraq) اڏي تي هڪ مڪنڪ طور ملازم رکيو ويو، پر ڪجهه بنيادن (ڳالهن) جي ڪري پنهنجي خاندان جي "ڪاري رڍ" ٿي پيو. 1969ع ۾ سندس زندگيءَ ۾ تبديلي آئي ۽ ان وقت سندس قابليت جي حڪومت کي سخت ضرورت هئي. ٿي سال شاهه حسين لڳاتار الفتح ۽ ٻين فلسطيني تنظيمن سان لڙائي ڪندو رهيو، جن ۾ بيدوئن خاندان ۽ جاسوسي تنظيم جي طاقت اهم ڪردار ادا ڪيو.

جڏهن 1967ع جي لڙائي ۾ شاهه حسين جي طاقت گهٽجي وئي، تڏهن شام ۽ مصر طرفان کيس دٻاءُ وڌو ويو ته هو فلسطيني تنظيم کي اردن جي اوڀر واري بچيل حصي ۾، پنهنجي طاقت منظم ڪرڻ جي اجازت ڏئي جيئن هو پنهنجيون گوريلا ڪارروايون جاري رکن ۽ اسرائل کي اڳتي وڌڻ کان روڪين. فلسطيني تنظيم جلدئي 1967ع واري لڙائيءَ کانپوءِ اردن ۾ پنهنجا مورچا ٺاهڻ شروع ڪيا، ڇاڪاڻ ته هو اسرائيلي والاريل اولهندي ڪناري ۾ پنهنجو مضبوط بنياد رکڻ ۾ ناڪام ويا. انهيءَ ڪري انهن فيصلو ڪيو هو ته اردن جي اوڀر واري ڪناري تي پاڻ کي مضبوط ڪن، پوءِ جلدئي هنن اتي کي ڪجهه طاقت جو مظاهرو ڪيو ۽ اسرائل سان لڳو لڳ اردن واديءَ ۾ پنهنجو بنياد قائم ڪيو.

انکانپوءِ مارچ 1968ع ۾ اسرائل فلسطينين جي مکيه مرڪز ڪارامح (Kara Meh) تي حملو ڪري تباهه ڪيو. انڪري سيني فلسطيني تنظيمن فيصلو ڪيو ته هو پنهنجي طاقت کي سڄي اردن ۾ ڦهلائن، جيڪو انهيءَ کان بهتر ٿيندو ته هو هڪ جڳهه تي اسرائل جي بارڊر سان پنهنجو فورس رکن. فلسطيني تنظيم ٻه سال شاهه حسين جي مهمانداريءَ ۾ پاڻ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ گذاريا، ۽ هڪ حڪومت ۾ ٻي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. انهن مان سوشلسٽ تنظيمن جهڙوڪ:- ڊاڪٽر جارج حباش جي پاپولر فرنٽ فارلبريشن آف فلسطين (P.F.L.P) ۽ نائف حواتما (Naif-Hawatmah) جي ڊيمو ڪرٽيڪ فرنٽ (D.F.L.P) پنهنجي مرڪزي

حڪومت جي حدن جو سوال ڪرڻ شروع ڪيو.

انهن پنهنجي خيال جي ٽاس ڪئي ته The Road to Tel Avivruns Through Aman "اسان جو پيچرو تلا بيت کان عمان وڃي ٿو" ۽ اردن کي هڪ ڪمزور حڪومت سمجهيو. انهن جو مقصد هو ته هڪ انقلاب جي اڳواڻي ڪن، جيڪو پهرين قدم ۾ فلسطيني لبريشن ۾ آندو وڃي.

شروعات ۾ پاپولر فرنٽ جا نظرياتي خيال مارڪسسٽ هئا. ازان سواءِ سندن جدوجهد جو مقصد نه صرف يهودين جي خلاف هو پر اندروني بادشاهتن جي خلاف لڙائيءَ ۾ رڌل هئا. ان جي نتيجي ۾ عرب دنيا اندر پاپولر فرنٽ جي طرز تي نائف حاواتمه آڪٽوبر 1968ع ۾ ڊيمو ڪريٽڪ فرنٽ قائم ڪئي، جڏهن هو جارج حباش کان جدا ٿيو هو. ٻئي طرف شاهه حسين آمريڪي سرمائيدارن جي خدمت ڪري سيني کان ٽاپ تي هو. انهيءَ ماحول اهڙو پڙاڏو ڪيو جو پاپولر لڙائي جيڪا الفتح گروپ شام جي مدد سان ڪيترن سالن کان لڙڻ جي تياري ڪئي هئي انهيءَ کي ڇهن ڏينهن ۾ ختم ڪيو ويو.

انهيءَ لڙائي کانپوءِ سوشلسٽ تنظيمون ويٽ ڪانگ (Vietcong) جي زيري تسلط اچي ويون جنهن ويٽنام ۾ فتح حاصل ڪئي هئي. فلسطيني تنظيمن اهو محسوس ڪري ورتو ته سندس تڪڙي ڪاميابي انهيءَ رستي ۾ آهي ته هڪڙي قسم جو عرب هنوئي (Arab-Hanoi) کي قائم ڪيو وڃي. اهڙي طرح جدوجهد کي منظم ڪيو وڃي. اسرائل خلاف مسلح عرب انقلاب کي اهڙي نموني استعمال ڪري اسرائيلي سائيگان (Saingon) کي تباهه ڪجي. جهڙي طرح اتروويٽنام جي ويٽ ڪانگ فورس جي مدد ڪئي هئي ۽ پنهنجي علائقي ۾ منظم ڪري تربيت گاهه قائم ڪري تربيت ڏني هئي، جتان ويٽ ڪانگ ڏکڻ ويٽنام تي حملا ڪري غلبو حاصل ڪيو ۽ سامراجين کان وطن جو الڳ ٿيل حصو واپس ڪيو. اهڙي طرح اردن کي به پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي جتي فلسطيني مرڪزبنائي اسرائل تي حملا

ڪري يهوديت کي نيست ۽ نابود ڪري سگهجي.

هر ڪنهن کي اهو سمجهڻ گهرجي تہ هن تنظيم ۾ گهٽي عرصي گذرڻ ڪري ٻيا بہ ڪيترا عنصر ملايا ويا ۽ شاهہ حسين جي حڪومت ۾ هڪ حصي تي قابض رهڻ ڪري ٻين عرب حڪومت جا هٿيار بنجي، ٻين ملڪن سان پنهنجا ناتا وڌايا جن ڪين، هٿيار، رضا ڪار ۽ رقمون فراهم ڪيون، حالانڪ سندن ڪيترن ميمبرن انهن ملڪن جون جن سان ناتا وڌايا، نہ صرف هدايتون ميجيون پر انهن جو هڪ ماٿهو تي ڪم ڪيو.

سوشلسٽ ملڪ، جهڙوڪ؛ عراق، شام ۽ لبيا فلسطيني تنظِمن کي پنهنجن دشمنن سان حساب برابر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو. جهڙي طرح شاهہ حسين سان ڪيو ويو، جو ان جي حڪومت ۾ هڪ ٻي حڪومت قائم ڪئي ۽ 1967ع کان 1970ع تائين فلسطيني تنظيمون مڪمل طور عرب ملڪن جون سيڪريٽ سروس بنجي ويون، جن مان سيني مان اڳرو عراق هيو. عراق جي هڪ ڊويزن مستقل اردن ماترٻءِ ۾ رکي وئي. ان لاءِ تہ اسرائيل جي خلاف شاهہ حسين جو بچاءُ ڪري. جنهن ۾ هڪ الڳ فلسطيني ڪمانڊو يونٽ رکيو ويو هو. جڏهن تہ ان ڊويزن جي جنهن کي 1967ع جي لڙائيءَ کان اڳير قائم ڪيو ويو هو. ان پنهنجي فرض ادائگيءَ ۾ هڪ طرف عرب اتحاد جو مظاهرو ڪيو ۽ ٻئي طرف شاهہ حسين جو بچاءُ ڪرڻو هئو. پر ڪمانڊو فورس تي فلسطيني تنظيم طرفان هڪ مدد جي مرڪز طور شاهہ حسين کي خفيہ نموني جڻ ٻاهر اڇلائڻ جو ڪم سونپيل هو. هن يونٽ جا جاسوسي آفيسر ۽ پڻ فوجي ڊويزن جيڪا سڌي سنئين عمان ۾ عراقي سفارتخاني تحت رکيل هئي، اهي اردن حڪومت جي خلاف انتشار پيدا ڪرڻ ۽ انتشار پيدا ڪندڙن کي سڃاڻڻ ۽ سمجهڻ ۾ مشغول هئا. انهيءَ مرڪز جيڪو اردن ۾ فلسطينين قائم ڪيو هو، تنهن هاشمي حڪومت جي خلاف ايجنٽن جي ڀرتي شروع ڪئي هئي. هي اهو وقت هئو جڏهن عراقي جاسوسي اداري نائف روسن کي بہ ڀرتي ڪيو هو تہ هو پنهنجي ملڪ جي خلاف ٻئي ملڪ جي خدمت ڪري. سندس انهيءَ ڪردار ۾ خواهشن جو مجموعو ظاهر ڪري ٿو تہ هو سولائيءَ سان ڦسو

گڏ ڪرڻ جو حامي هو. سياسي جوڙتوڙ، پنهنجي مشڪلاتن ۽ لاشعوري يقينيءَ، پوءِ ڪنهن بہ نتيجي ۾ روسن جي مجبوريءَ پنهنجو سڀ ڪجهہ ڦٽي ڪري عراقين جي طرف هليو ويو. وڌ ۾ وڌ بہ سال روسن عراقي حڪومت کي اردن جي هوائي اڏن ۽ حملي بابت منصوبن جي پوري پوري معلومات فراهم ڪئي. جڏهن شاهہ حسين سيپٽمبر 1970ع ۾ فلسطيني تنظيم بليڪ سيپٽمبر کي ڪيڏي ڇڏيو تہ روسن اردني ايئر فورس کي هڪ ڌڪڻ ۾ ڦاسائي عراق پهچي ويو. هن جيڪي سندن خدمتون سرانجام ڏنيون ان جي انعام ۾ روسن جي آفيسرن کيس الجيريا جي نيشنل ايرو نائيٽيڪل اسڪول ۾ داخل ڪرايو ۽ پوءِ وڌيڪ تربيت حاصل ڪرڻ لاءِ سويت روس موڪليو ويو. روسن اهي ڪورس پورا ڪري بغداد واپس موٽيو، جتي جاسوسي ڪمانڊ کيس عراق جو سچو پاسپورٽ مهيا ڪيو. جنهن ۾ ڄاڻي ٻجهي غلط اطلاعات درج ڪيا ويا ۽ سندس ڄمڻ جو هنڌ بغداد ڄاڻايو ويو.

جڏهن اردني حڪومت کي روسن جي ڪارروائين جي خبر پئي تہ ڪاوڙ ۾ اچي وئي. پهريائين هن (روسن) شاهہ حسين جي پيروي ڪئي ۽ پوءِ اردني فوج ۾ ملازمت ڪئي جيڪا اڄ تائين جاري رهي ۽ انهيءَ جي باوجود تہ هو نئين نالي واري بيدوئن خاندان جي فرد هجڻ جو، جنهن شاهہ حسين جي لاءِ وڏيون خدمتون سرانجام، ڏنيون هيون. کيس ائبيسنتيا (Absentia)۾ سندس غير موجودگيءَ دوران موت جي سزا ٻڌائي وئي. يا تہ 1974ع جي آخر ۾ يا 1975ع جي شروعات ۾ جڏهن ابو ندال گروپ جي تنظيم قائم ڪئي پئي وئي تہ روسن جي عراقي انٽيليجنس جي عملدارن فيصلو ڪيو تہ روسن کي ان تنظيم ۾ شامل ڪجي. جيئن ان گروپ ۾ سندن رابطو قائم رهي. برطانيہ جي اخبار گارجين، فلسطيني ۽ اردني رابطي جي حوالي سان ڄاڻايو هو تہ نائف روسن لنڊن واري مقدمي کان اڳ ڪيترن سالن تائين ابو ندال گروپ ۾ آپريشن ڊپارٽمينٽ جو ٻيو نمبر رهنما هئو ۽ ان حيثيت ۾ ڏهڪائيندڙ عملن جي منصوبابندي سندس حوالي هئي، جيڪي انٽر ڪانٽينيٽل هوٽل عمان ۾ 1976ع ۾ ڪئي. مارچ 1981ع ۾ روسن کي پئرس موڪليو ويو، جتي چار مهينا زير زمين رهي ابوندال گروپ لاءِ هڪ مرڪز

قائم ڪرڻ ۾ پنهنجيون بهترين صلاحيتون استعمال ڪري پوري نگراني ڪئي ۽ گروپ جي عمل ڪرائڻ لاءِ رابطي جو بندوبست ڪيو.

روسن جي بهتر منصوبا بندي ۽ مشڪل ڪارروائين جي باضابطه انتظام عراقي انٽيليجنس ۾ سندس نگراني ڪندڙ کي گهڻو متاثر ڪيو. جنهن جي قدر داني ڪندي کيس عراقي ملٽريءَ ۾ هڪ اعزازي ڪرنل طور مقرر ڪيو ويو. اج تائين اربڊ ۾ سندس خاندان طرفان هر مهيني پگهار واري رقم وصول ڪئي وڃي ٿي. جڏهن روسن 21 آڪٽوبر 1981ع تي لنڊن پهتو ته هن کي لنڊن ۾ مروان البانا ۽ حسين سعد طرفان زير زمين قائم ڪيل يونٽ جي چارج ونئي هئي.

درحقيقت باهريان ايندڙن تي ڪنٽرول ڪندڙ آفيسرن کي هترو ايئر پورٽ تي روسن جي ماضيءَ بابت ڪابه ڄاڻ ڪونه هئي. جنهن ڪري انهن وٽ کيس روڪڻ جو ڪو به جواز ڪونه هو. ان ڪان علاوه هن وٽ بلڪل سچو پاسپورٽ هئو جيڪو مارچ 1980 ۾ جاري ٿيل هو. جنهن ۾ صاف ڄاڻايل هو ته هو بغداد ۾ ڄائو هو ۽ غاليچن جو واپاري هو. سندس لنڊن اچڻ جو مقصد پنهنجي ڪاروبار کي ترقي وٺرائڻ ۽ هن علائقي ۾ پنهنجي منڊي قائم ڪرڻ ۽ رابطي کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ انگريزي ٻولي سکڻ هو. روسن عراقي بئنڪ ۾ هڪ عزت ڀري سرمائي، يعني 13 هزار پائونڊ اسٽرلنگ جي رسيد پڻ پيش ڪئي. انڪري کيس هن ملڪ (لنڊن) ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني وئي. لنڊن پهچڻ ڪانپوءِ طابت (Thabit)، جيئن انهيءَ نالي سان زير زمين تنظيم ۾ سڃاتو ويندو هو کيس. امن ۽ عبدؤ پنهي صلاح ڏني ته هو به انگريزي جي ريجينٽ اسڪول ۾ داخل ٿئي، جتي اڳيم ئي حسين سعد تعليم وٺي رهيو هو. ٿوري وقت ڪانپوءِ روسن ومبلڊن ڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ فرانسي ڪاليج (Francis Callege)، جيڪو ومبلڊن گرائونڊ جي پرسان هو، داخلا ورتي.

هن ڪورٽ ۾ ٻڌايو ته هو ڪڏهن به سعد سان نه مليو آهي ۽ کيس ڪابه خبر ناهي ته هو ڪير آهي، دراصل جڏهن پوليس سندس ڪمري جي تلاشي ورتي هئي ته اتي سندس انگريزيءَ جي درسي ڪتاب تي سعد جون

مـهـرون لڳل هيـون. جنهـن پولـيس جي جاچ ڪـنـدڙن، ججن ۽ جيـوريءَ (Jury) جي ميمبرن کي پورو ثبوت فراهم ڪيو تـه هو غلط بياني ڪري رهيو آهي. سندس نوٽ بوڪن ۾ پڻ الفاظ درج هئا، جيڪي واپاري زبان ۾ استعمال ڪونـه ٿيندا آهن. جهڙوڪ اناستڪ (Infidal) اغوا ڪيو ۽ لڪايو پڄايو (Kidnapping)، ۽ حملو ڪيو (Assault) وغيره.

مـارچ جي آخر ۾ هي واپاري ڌهڪاءُ وجهندڙ ڏڪڻ ڪـنگسـمـٽن ۾ 52 ايوان گارڊن جي بلڊنگ ۾ رهائش حاصل ڪئي ۽ برطانيه ۾ وچ اوپر ڪان آيل، رهواسين جو هڪ رواجي پاڙيسـريءَ طور رهڻ شروع ڪيو. سندس ڪمري کي جتان ابوندال گـروپ جي يونٽ قائم ڪرڻ جي منصوبا بندي ڪئي، کي هڪ خاص اهميت حاصل هئي. ڇاڪاڻ تـه اهو ڪمرو (گهـر) عراقي سفارتخاني جي تمام ويجهو هو. روسن ڪورٽ کي ٻڌايو هو تـه هو اڪثر ڪري پنهنجي دوستن ۽ واپارين سان شهر جي خوبصورت هوٽلن ۾ ملاقاتون ڪندو هو جهڙوڪ انٽرڪانٽينينٽل ۽ هلٽن هوٽل وغيره. انهيءَ معمول جي ڪري ٿي سگهي ٿو تـه ان رات جڏهن اسرائلي سفير تي حملو ٿيو هو، تـه معمول مطابق هوٽل جي او سي پاسي ۾ آيل هجي.

اڳوٽي فوجيءَ جي حيثيت ۾ روسن جي خواهش هئي تـه پاڻ کي ورزش ذريعي تندرست ۽ توانو رکي. انهيءَ ڪري البانا سـان گڏجي Y.M.C.A گرائونڊ ۾ راندين جي سهوليت مان فائدو وٺندو هو. جهڙيطرح مٿي ڄاڻايو ويو آهي تـه روسن پنهنجي گروپ جي سيل (Cell) قائم ڪرڻ ۽ ڪارروائي ڪرڻ ۾ ملوث هيـو ۽ ان جي لائق هيو. ان ڪري عـراقي سـفـارتخاني جي ملٽري اتاشي ۽ سفير سان سندس لڳاتار ملاقاتون ٿينديون رهيون ۽ سفارت خاني جو عملو سندس هر وقت مدد ڪرڻ لاءِ تيار هوندو هو. جيڪا بـه معلومات البانا ۽ سعد طرفان حـاصل ڪئي ويندي هئي، اها سندس معرفت گروپ جي ڪمانڊ ڏانهن موڪلي ويندي هئي. روسن جي ذميواري هئي تـه هو انهن 300 نالن مان جنهن ۾ ڪي فرد ۽ تنظيمون شامل هيون، ڪي ٻه ٽارگيٽ چونڊ ڪري، جن تي حملي جي شروعات ڪئي وڃي.

جڏهن روسن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ سندس ڪمري مان تلاشيءَ دوران ڊيلي ٽيليگراف (Daily Telegraph) جي هڪ آرٽيڪل جي ڪٽنگ حاصل ڪئي، جنهن ۾ اسرائيلي موسائد جو ذڪر ٿيل هو ۽ پڻ اسرائيلي ادارن جي هڪ لسٽ به شامل هئي.

جنهن تي البانا ۽ سعد جي آڱرين جا نشان(Finger Prints) سڃاتا ويا هئا. انهن ادارن ۾ اسرائيلي سفارتخانو، ال آل EI-AI هوائي جهاز ڪمپني جي آفيس، پن ليومي بئنڪ (Leumi Bank) جي شاخن، اسرائيلي ٽوئرسٽ آفيس ۽ اسرائيلي براڊ ڪاسٽنگ (نشريات) لنڊن جي مرڪزن جون ايڊريسون به حاصل ڪيون هيون. ڪورٽ ۾ پيش ڪيل ڪاغذات جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ سان صاف ظاهر ٿيو، ته جيڪو پهريون منصوبو تجويز ڪيو ويو هو ان ۾ يهودي سفارتخاني کي پهرين نمبرتي ۽ ٻئي نمبر تي جيڪا لسٽ هئي تنهن، پوليس کي وڏي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو ۽ سفارتخاني جي سيڪيورٽي انتظامن لاءِ مقرر ماهرن جي حيرت جو ڪو ڪاٿو نٿو ڪري سگهجي. جهڙي طرح سفارتخاني جو مڪمل نقشو، جنهن ۾ داخل ٿيڻ جو رستو سفارتخاني کان ڪنگسٽن اسٽريٽ تائين، هر هڪ دروازي جي نشاندهي، نقشي جي پاسي تي جيڪو نوٽ لکيل هو ان ۾ گهٽيءَ کان اندر وڃڻ جي رستي ۾ هڪ دروازو ۽ پوءِ گارڊ روم، جتي دروازي کي کولڻ ۽ بند ڪرڻ لاءِ چوڪيدار مقرر آهن. انڪان پندرهن وال اڳتي سفارتخاني جي ٻئي پاسي هڪ ٻيو گارڊ روم، شيشي جو ٺهيل آهي. جتي مسلح پوليس واري جي جاءِ جي نشاندهي ڪيل هئي، ايتري قدر ظاهر ڪيل هو ته انکي ڳرا هٿيار ڪونه آهن. پوليس وارو اڳيان پٺيان ۽ پاسي ۾ نظر رکي سگهي ٿو. بلڊنگ جي بچاءُ لاءِ برٽش ۽ اسرائيلي چوڪيدارن جو تعداد، ڪلوزڊ سرڪٽ ٽيليويزن (Closed circuit Television) ۽ الارم سسٽم(Alrm System) جي به نشاندهي ڪيل هئي. نوٽ ۾ وڌيڪ ڄاڻايل هو ته ڳوري ڪاٺ جي دروازن ۾ اسٽيل جون چادرون پڻ لڳل آهن ۽ اندروني سيڪيورٽي انتظامن ۽ دروازن جو

تفصيل ڏيکاريو ويو هو. اهڙي طرح اسرائيلي ٽوئرسٽ بيورو، ال آل EI.AI آفيس ۽ يهودي هفتوار يهودي اِتهاس (The Jewish chronicl) جو مڪمل تفصيل جنهن ۾ هي نوٽ لکيل هو ته انڪان بعد هڪ بهترين ٽارگيٽ سوچيو ويو آهي جيڪو هڪ ٻئي ٽارگيٽ کي وڌيڪ آسان بڻائيندو.

پوءِ ان مان اهو ظاهر ٿيو ته روسن ۽ سندس سيل جي ساٿين هڪ کان ستن حملن (Targets) ڪرڻ جي مڪمل منصوبابنديٰ ڪئي هئي، ته جڏهن ۽ جتي چاهين ڪارروائي ڪري سگهن. انهيءَ ڪان علاوه هنن نه صرف اسرائلي ۽ يهودي مرڪز، ڪارروائي لاءِ چونڊ ڪيا هئا. پرسندن منصوبن ۾ اهي سفارتخانا جن جون عرب حڪومت پاڻ کي غير جانبدار (اعتدال پسند -Moderate) ۽ اولهه وارن ملڪن جو حواري -Pro) (western ظاهر ڪنديون هيون، شامل هئا. صرف سوشلسٽ حڪومتن جهڙوڪ لبيا، شام، عراق ۽ ڏکڻ يمن سندن ڪاروائيءَ جي منصوبن ۾ شامل نه هئا، جيڪي ڪاغذات هٿ آيل هئا، انهن ۾ ملٽري اتا شين (Military Attaches) ۽ سفيرن، ڪائونسليٽ، ۽ مصر، اردن، سعودي عرب ۽ ڪويت جي سفارتخانن جي عملي ۽ سندن ايڊريسون شامل هيون. ازان سواءِ لنڊن ۾ P.L.O جي ايجنٽن ۽ انهن جي آفيسن جو پورو تفصيل ڏنل هو.

اسرائيلي سفير آرگووف تي حملي کان ٽي هفتا اڳ ڪامريڊ طابت (Thabit) کي حڪم پهتو هو ته لنڊن ۾ مختلف مرڪزن تي حملو ڪيو وڃي، جيڪي يونائيٽڊ عرب امارتن (U.A.E) جا ايجنٽ آهن. اهڙو حڪم روڪ رقم سان گڏ هڪ قاصد نالي واصفيءَ (Wasfi) پهچايو هو ۽ روسن کي هدايت ڪئي هئي، ته هوشروعات ۾ سفارتخاني تي يا سندس عملي تي حملو ڪري انهن کي مليا ميٽ ڪري. ڪامريڊ موتانا (Mutana) جنهن ان آرڊر تي صحيح ڪئي هئي، جنهن ان تي نوٽ لکيو هو ته ڪاروائيءَ جو مقصد اهو آهي ته گڏيل عرب امارتن جي حڪومت کي سبق ڏنو وڃي

ڇاڪاڻ تہ انهن عهد نامي جي پڇڪڙي ڪري گروپ جي ميمبرن کي اردن جي حوالي ڪيو هو. هي هڪڙو تمام بهترين مثال آهي تہ ڪهڙي نموني هي گروپ عمل ڪري ٿو. هن ليٽر کان اڳ گروپ طرفان عرب امارات ۽ ڪويت جي برخلاف دراصل اهڙيون ڪارروايون ڪيون ويون هيون ۽ کين وڏو نقصان پهچايو هو. جڏهن اهو محسوس ڪيو ويو تہ هن گروپ جي خلاف اهڙيون اڻ وڻندڙ ڪاروايون ڪيون آهن. ڪجهہ سببن جي ڪري هن دفعي اهڙن آرڊرن کي نہ ڪنيو ويو، جن جي بدران روسن کي هدايت ڪئي وئي هئي تہ هو پين ايندڙ حڪمن جو انتظار ڪري.

لنڊن پوليس جي جاسوسي عملدارن کي اهو بہ يقين ٿيو هو تہ هڪ خاص قاصد نالي جبار (Jabar) بغداد کان لنڊن ۾ مئي جي آخر ۾ پهتو هو. جنهن روسن لاءِ تازيون هدايتون آنديون هيون، تہ هو صرف ٻن منصوبن تي ڌيان ڏئي، جنهن ۾ اسرائيلي سفارتخانو ۽ خود سفير شامل هجي.

هن کي وڌيڪ هدايت ڪئي وئي هئي تہ هو پاڻ کي ڪاروائيءَ لاءِ هر وقت تيار رکي، جنهنجو ڪنهن بہ وقت ۽ جلد از جلدي حڪم ملي سگهي ٿو. ان جو آخري حڪم هيڊ ڪوارٽر کان ڏنو ويندو.

جڏهن روسن کي 35 سال جيل جي سزا ڏني وئي تہ ابونڊال گروپ اهو اعلان ڪيو هو تہ روسن کي انقلابي ڪائونسل (1) جو ميمبر مقرر ڪيو ويو آهي، جنهن جو تنظيم ۾ وڏي ۾ وڏو مقام آهي. اهڙي مقرري انڪري عمل ۾ آندي وئي تہ جيئن روسن جي اهميت کي وڌايو وڃي. سچپچ جڏهن کان روسن کي سزا ڏني وئي هئي تہ ڪيترن سالن ۾ ابونڊال گروپ طرفان برطانيہ جي مرڪزن تي حملن ڪرڻ ۾ وڌيڪ واڌارو ٿيو آهي، تہ جيئن برٽش حڪومت انهيءَ گروپ جي ٽنهي ميمبرن کي جن کي اسرائيلي سفير تي حملي جي ڏوهہ ۾ جيل جي سزا ڏني وئي هئي ۽ ٻن ٻين ميمبرن جن کي هٿيارن جي سمگلنگ ۾ سزا ڏني وئي آهي تہ انهن کي جلد ازجلد آزاد ڪري.

---

(1) انقلابي ڪائونسل جي ميمبرن جو شمار ڏهن کان پندرهن جي اندر ٿيندو، جيڪا تنظيم جي پاليسي ساز اداري ۾ غور ويچار ڪندي آهي.

سندس خاص مشهور معروف ميمبرن مان عبدالرحمن عيسيٰ (Abd al-rahman Isa) تنظيم جو پهريون وڪيل ياترجمان (Spokesman) آهي، عاطف ابوبڪر (Atif Abu Baker) نئون اسپوڪس مئن آهي، اڪيزو ابوامار (Akizo Abu Amar) هن گروپ پاران جون 1985ع ۾ انٽرويو نشر ڪيو هو، قائد يوسف (Kaid Yusuf) وليد ازا (Walid Uza) واصفي عبدالرحمن(Wasfi Abdual - Rahman) ۽ مصطفيٰ مراد (Mustafe Murad) آهن.

# قيادت

جيڪڏهن ڪٿي ڪابہ هڪ ماڻهوءَ جي تنظيم آهي، تہ انجو هڪ بهترين مثال ابوندال گروپ جو آهي. ڇاڪاڻ تہ هن تنظيم ۾ سمورا اختيار هڪ فرد وٽ قائم آهن. جنهنجو نالو صابري البانا (Sabri Al-Bana) آهي. البانا هڪ سچي انقلاب جو اڳواڻ آهي، جيڪو فلسطيني تحريڪ جو سموري دنيا ۾ هڪ وفادار ليڊر آهي. انهيءَ ادب (Literature) ۾ جنهن جو تعلق ڌمڪاءُ سان آهي. گهڻي قدرهي هڪ ڌمڪائيندڙ جي انقلابي ڪردار سان روشناس رهي ٿو. انهيءَ لکٽيءَ مطابق ڌمڪاءُ رمز وارو هڪ فن آهي، جيڪو مڪمل طور معروضي حالتن پٽاندر پنهنجي رسمي عملن سان سچو ۽ پابند آهي. جيتوڻيڪ صابري البانا جو خاص ڪري انهيءَ مطبوعات (ادب) سان ڪوبہ تعلق ڪونهي، تڏهن بہ سندس عمل ۾ اهي انٽرويو جيڪي هن عالمي ميڊيا کي ڏنا آهن، اهي هڪ قسم جي خيال کي ورجائن ٿا تہ هڪ اڳواڻ، جنهن جي تنظيم جا رڪن جيڪو ڪردار ادا ڪن ٿا اهو ان جو پوري جو پورو جوابدار آهي (جڻ خود ملوث آهي). اهڙن تجزين جي ڪاميابيءَ ۾ جيڪا مقبوليت حاصل ٿئي ٿي ان جوتعلق بہ خاص ڪري سندس (پاڻ تي) آهي. سندس پورو عملن وارو تجربو هڪ اضافي قابليت جو باعث ٿئي ٿو. جيڪو سندس ماضيءَ کي اجاگر ڪري، هن جي پنهنجي تجزين جي تاريخ جوڙي ٿو. انهن حقيقتن، مظهرن ۽ طريقن کي جيڪي پنهنجي مسلسل جدوجهد ذريعي استعمال ۾ آندو آهي، جن کي هو اڻ وڻندڙ سمجهي ٿو اهي قابل قدر ظاهر ٿين ٿا. هو پنهنجي اصلوڪي ماضيءَ کي ڪنهن نقاب ۾ ڇپائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ پنهنجي اصلوڪي ڪردار کي ڳجهارت ۾ رکڻ لاءِ مجبور ٿئي ٿو. پوءِ هيءَ تعجب جهڙي ڳالهہ ڪونهي جو سندس اڪثر عملن جا تفصيل اونداهن ڪڪرن ۾ لڪيل آهن. سندس ڄمڻ جو سال، سندس اصل نالو، جيڪا پوزيشن

ڪيس حاصل آهي ۽ اهي اسڪول جنهن ۾ هن تعليم ورتي آهي، لڪيل آهن.

انهيءَ ڪري سندس ذاتي زندگي، سندس عادتن جا تفصيل ڳولي ظاهر ڪرڻ نهايت مشڪل ٿئي ٿو. جو تہ جيڪڏهن اهڙي معلومات ظاهر ٿي پوي تہ پوءِ جاسوسي ادارن کي ڪيس ڳولي لهڻ ۾ سولائي ٿي پوندي، جيڪي سندس ڳولا ۾ مشغول آهي.

ابوندال پنهنجي سڃاڻپ جي نقطي تي هميشہ خبردار رهندو آهي. هن ڪڏهن بہ فون يا ريڊيو تي نہ ڳالهايو آهي انهيءَ ڪري تہ مبادا سندس سڃاڻپ ٿي پوي يا ڪنهن رموٽ ڪنٽرول واري بم سان ڪيس پاڻيٽ ۾ تبديل ڪيو وڃي. جهڙي طرح اسرائيل جي جاسوسن بليڪ سيپٽمبر جي ڪيترن ميمبرن کي 1970ع جي شروعات دوران اولهہ يورپ ۾ قتل ڪيو هو تنهن ڪري هو ان خيال کان ايترو تہ الرجي (خائف) آهي، جو ٻين جي طرفان ڪنهن مشروب پيئڻ جي پيشڪش کي بہ هميشہ ٺڪرائيندو رهيو آهي. جيتوڻيڪ پنهنجي دوست ملڪن ۽ دوستن جهڙوڪ شام، لبيا، ابوجهاد ۽ يا سرعرفات جي خاص ملتري چيف، هڪ دفعي ٻڌايو تہ ابوندال ايترو تہ شڪي مزاج آهي جو پنهنجي زال تي بہ شڪ ڪندو آهي تہ متان هو بہ ڪڏهن C.I.A جي ايجنٽ ٿي پوي.

جيتو ٽيڪ اهڙي ڪابہ ثابتي ڪونہ آهي، تہ هن ڪو پنهنجي سر قتل ڪيو هجي. تڏهن بہ ڪيس خطرناڪ سڏيو وڃي ٿو. سندس ڪيترا اهڙا حملا وڏيءَ بي رحميءَ سان ڪيا ويا، ۽ سمجهيا ويا تہ اهي سندس ڏهڪاءَ جو شڪار ٿيا آهن. 1985ع جي آخر ۾ سندس هڪ ويجهي عزيز سان جهيڙي جي نتيجي ۾ هن پنهنجي حملا آور ٽيم کي حڪم ڪيو تہ عمان ۾ سندس گهر کي بوبي ٽريپ (Boby-trap) جي ذريعي رڌڻي واري گيس سلينڊر سان اڏايو وڃي ۽ ان جي خاندان مان سندس زال (Czech) ۽ ٻن ٻارن کي ختم ڪيو ويو.

گروپ جي هڪ گرفتار ٿيل ڪارڪن ابوسامر (Abu-samer) قبول ڪيو تہ تنظيم طرفان ڪنهن ڳالهہ ۾ بہ ڪنهن تي شڪ محسوس ٿيندو

هو يا خامي ڏسندو هو تہ ان کي خراب سوڻ ڄاڻي جلدي ان کي رستي تان هٽايو ويندو هو.

اهاخبر ملي هئي تہ هو هڪ وڏو سموڪر (سگريٽ نوش) آهي، پر تازو ڪيس ڊاڪٽرن هدايت ڪئي هئي تہ، يا تہ هو سگريٽ نوشي بند ڪري يا پاڻ کي وڏي تڪليف ۾ مبتلا ڪرڻ لاءِ تيار رکي ۽ متس اهو پڻ زور ڏنو تہ پنهنجي خوراڪ ۾ بہ احتياط ڪري.

صابري البانا پنهنجي ۽ پنهنجي رڪنن کي مخفي رکڻ ۾ وڏا ڏک ڏسندو هو. تمام ٿورڙن غير ملڪين هن سان ملاقات ڪئي هئي. انهن ۾ هڪ برطانوي صحافي پڻ هئو جيڪو بغداد ۾ سندس هيڊ ڪوارٽر جي پوتر تائي مان گهڻو متاثر ٿيو هو. سندس سيئي ماڻهو ڪلين شيو ۽ بهترين صاف پوشاڪ پهريل هئا. انهن جي ڳالهہ ٻولهہ ۾، ڪنهن بہ، هڪ دفعو بہ دست اندازي نہ ڪئي هئي . 1970ع ۾ بغداد ۾ هڪ ٻئي ملاقات ڪندڙ جا هي تاثرات هئا، تہ البانا (ابونڊال) جي آفيس ۾ وڏو سانتيڪو ماحول هئو ۽ سندس ماڻهن کي وڏي تعداد ۾ فلسطيني ادارن جا تيار ڪيل بي عيب ڪپڙا نهايت وڻندڙ نظر آيا. پنهنجي نعرن ۽ مخصوص اصطلاحن کان سواءِ جيڪي هو هميشہ انٽرويوز جي دؤران استعمال ڪندو هو. باقي وقت نهايت سنجيده انداز ۾ ۽ مهمان نوازيءَ واري ماحول ۾ رهندو هو ۽ ياسر عرفات جي بر عڪس هو ڪو بہ هٿيار ساڻ نہ کڻندو هو. پر پنهنجي گارڊ تي مڪمل ڀروسو ۽ اعتماد رکندڙ هو. صابري البانا جا ويجها عزيز- سندس زال ۽ ٻار - بغداد ۾ رهندڙ هئا. ان حقيقت کان علاوه تہ سندس ڪٽمب جو سربراهہ هاٿي ڄاڻي واٽي نهايت آسانيءَ سان عراق، شام ۽ لبيا جا دورا ڪندو هو- ۽ هو سٺي زندگي گذاري رهيا هئا.

انهيءَ تفصيل جو جائزو وٺڻ، سندس ڪردار ۽ سندس ڌمڪاءَ واري تنظيم جي اڳواٽي واري تواريخ تي گهري نظر وجهڻ سان، اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ ان بابت تمام ٿوري ڄاڻ حاصل ٿي آهي . سندس اصل نالي متعلق بہ دراصل پوري ثابتي نہ ملي آهي. لنڊن ڊيلي ٽيليگراف لکيو هو تہ هن جو نالو حسن صابري البانا آهي. جڏهن تہ مڊل ايسٽ انٽرنيشنل،

جيڪا لنڊن مان انگريزيءَ ۾ ڇپجي ٿي، جي چوڻ مطابق سندس نالو محمد صابرالبانا آهي. استيورٽ استيون (Stewart Steven) جو موسائڊ تي لکيل ڪتاب ۾ به نالا تجويز ڪيل آهن، هڪڙو صابري خليل البانا ۽ ٻيو مزن صابري البانا (Mazan Sabri Al-Bana) برٽش گارجن (Guardian) سندس ڄمڻ جو سال ١٩٣٩ع ٻڌائي ٿي، ته وري لنڊن ٽائيمس 1940ع لکي ٿي The Truman Institute of Hebrew University. يورشلم جو وري ٽيون خيال آهي ته هو 1934ع ۾ ڄائو هو . ڊاڪٽر اسام سارتوي (Assam Sartavi) هن ڪتاب جي آٿر (ليکڪ) سان ڳالهائيندي ظاهري ڪيو ته صابري البانا 1936ع ۾ ڄائو هو، انهيءَ ڪان علاوه ان ۾ به مختلف رايا آهن، ته هو ڪٿي ڄائو هو . اسرائيلي ڊفينس فورس جي هڪ عملدار ٻڌايو هو ته سندن ڪاغذن مطابق غلطيءَ سان سندس ڄمر حيفا (Haifa) ۾ ڄاڻايو ويو آهي.

وڏي جاڪوڙ واري کوجنا ڪانپوءِ اهو ثابتيءَ سان چئي سگهجي ٿو ته هو 1937ع ۾ جافا (Jaffa)۾ ڄائو هو. هڪ روايتي عرب ٻڌايو هو ته سندس پيءُ جي والد جو نالو ساڳيو هو، جيڪو صابري البانا جو آهي. انهيءَ سندس نالي بابت وڏو بحث پيدا ٿيو. سندس پيءُ جو نالو خليل هو. انهيءَ ڪري ڪجهه ليکڪن سندس نالو صابري خليل البانا لکيو هو. برطانوي دور حڪومت ۾ خليل فلسطيني عربن ۾ وڏو شاهوڪار ماڻهو هو. البانا لفظ جي سادي معنيٰ آهي هڪ بلڊر (Builder) (تعمير ڪندڙ ، ٺاهيندڙ) ۽ اهو نالو هن سموري علائقي ڪويت، مصر ۽ عراق ۾ عام آهي. (جڏهن ڪو خاندان جو سربراهه پنهنجي مسلم برادري کي ڪٺو ڪري اڳواٽي ڪري ٿو، ۽ سندس اڳواڻ جمال عبدالناصر جي وقت ۾به ڪيس البانا سڏيو ويندو هو).

البانا خاندان جا ڪجهه ميمبر مصر (Egypt) کي ڇڏي ١٩ صديءَ جي وچ ڌاري فلسطين ۾ آباد ٿيا هئا ۽ جلدئي جافا ۾ واپاري طبقي اندر مشهوري

حاصل ڪئي ۽ تجارتي زندگيءَ ۾ اهم مقام حاصل ڪيو.

جيئن تہ 19 صديءَ جي آخر ۾ ترڪن جي اقتدار دوران 1917ع ۾ جڏهن انگريز وڏي تعداد ۾ هتي پهتا هئا تہ صابريءَ جي والد خليل ۽ سندس ڀاءُ ابراهيم (خليل جي ڀاءُ) جائداد جي خريد فروخت ۾ چڱو سرمايو ڪئي ڪيو هو. 1985ع جي آخر ۾ اولهہ جرمني جي هڪ (Der spiegel) هفتيوار رسالي دير اسپيگل جي پينل کي انٽرويو دوران صابري البانا ٻڌايو هو تہ سندس والد هن علائقي فلسطين جو معزز فرد هو ۽ واپاري دنيا ۾ گهڻو مشهور هو." صابري البانا جي ڀاءُ محمد البانا هڪ دفعي وڏي فخر سان چيو هو تہ سندس والد حاجي خليل فلسطين ۾ سيني کان وڏيڪ شاهوڪار هو ۽ جيڪڏهن ان ڳالهہ ۾ ڪنهن کي ڪو شڪ شبهو آهي تہ هو جافا ۾ ڪنهن بہ فرد کان معلوم ڪري سگهي ٿو. جيڪي سندس والد جي دور جا آهن ۽ اڄ بہ حال حيات آهن، ۽ هو البانا فيمليءَ کي چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا.

جافا ۾ فروٽ جي هڪ مشهور واپاريءَ نالي ڪرمان ابو صيف (Karman Abu Sayf) ٻڌايو تہ 1920ع جي آخر ۾ البانا خاندان اسان کان زمين خريد ڪئي ۽ ان ۾ فروٽ جا باغ لڳايا. جن مان اڄ بہ ڪيترا موجود آهن . منهنجي والد جا هن خاندان سان واپاري لاڳاپا هئا. هو وڏي شان ۽ شوڪت وارا ماڻهو هئا. حاجي خليل ۽ سندس ڀاءُ ابراهيم جو نالو پوري پوري اعتبار ۽ مقبوليت جوڳو هوندو هو.

صابري البانا مئي 1937ع ۾ هڪ ٽي منزل عمارت ۾ پيدا ٿيو. جنهن ۾ هڪ وڏو ايوان سمنڊ جي آمهون سامهون هو. خليل جي دولت کيس مسلمانن سان سٺا ناتا قائم ڪرڻ ۽ ڪيترين عورتون خريد ڪري انهن سان شادي رچائڻ لائق بڻايو هو. خليل کي تيرنهن کان گهٽ زالون نہ هيون. صابري البانا سندس ننڍو پٽ هو جيڪو سندس اٺين زال، جيڪا شامي هئي. مان پيدا ٿيو هو.صابري البانا پنهنجي انٽرويو ۾ جيڪو دير سپيگل (Der spiegel) جي رپورٽرن کي ڏيندي ٻڌايو هو تہ سندس والد

ڪي تيرنهن زالون، سورنهن پٽ ۽ اٺ ڌيئر هيون. جن مان هاڻي اٽڪل ٽي سو ٻارن جو چاچو آهيان. ۽ سندس ننڍپڻ واري دور ۾ ڪمي محسوس ڪو نه ٿي هئي. صابري البانا جڏهن پيدا ٿيو هو ته ان وقت هو چاندي جي چمچي سان نه بلڪ سون جي چمچي سان ڪائيندو هو.

صابري البانا جي والد جو شروعاتي سرمايو اهڙن فارمن تي مشتمل هو، جيڪي ڇهه هزار ايڪڙن تي ٺاهيل هئا. اهي ڄافا جي ڏکڻ کان شروع ٿي مجدال (Majdal) تائين ڦهليل هئا. جنهن جون حدون غازا پٽيءَ (Gaza Strip) سان مليل آهن. اها سموري زمين 1948ع ۾ اسرائيلين البانا خاندان کان ڦري اسرائيلي حڪومت جي حوالي ڪري ڇڏي. جيڪي يهودي رياست جو حصو آهن، انهيءَ زمين جو ڪجهه حصو نون آيل يهودي مهاجرن جي عمارتن جي تعمير لاءِ ڇڏيو ويو آهي، ۽ البانا خاندان جي گهر ۾ اڄڪلهه اسرائيلي فوجن جي ڊسٽرڪٽ ڪورٽ قائم ڪئي وئي آهي.

اسرائيلين کي نه صرف هڪ انقلابيءَ جي گهر جي ضرورت هئي، جنهن کي فوجي استعمال ڪري رهيا آهن پر سندس پياءُ جي سهڪار جي پڻ ضرورت هئي. چاڪاڻ ته سندس پياءُ کي اسرائيلي قبضيدار قوتن ۽ الهندي ڪناري جي فلسطينين وچ ۾ رابطي ۽ مدد ڏيڻ لاءِ وڏي ۾ وڏو سهارو سمجهيو ويو. جنهن ڪري محمد خليل البانا اولهه ڪناري تي فروٽ ۽ سبزيءَ جو هڪ وڏو واپاري آهي. هو يهودي آبادڪارن کان فروٽ، خاص ڪري صوف خريد ڪري ٿو، جيڪي اتر ۾ گيلليءَ (Galiles) کان مٿي گولان پهاڙن (Golan Heights) تي رهن ٿا. هو اڪثر ڪري صبح جو سوير پنهنجي شهر نابلس کي ڇڏي اتر اسرائيل جو سفر ڪندو آهي ۽ اتان فروٽ جي خريداري ڪري رات جو دير سان گهر پهچندو آهي. هن جا ملٽري انتظاميه سان گهرا ناتا قائم آهن. سندس پٽ جهاد (Jihad) پڌايو ته اسان کي ڪابه تڪليف نا هي، جيڪو سندس واپار ۾ گڏ ڪم ڪندو آهي. هن وڌيڪ چيو ته محمد خليل اخباري رپورٽرن کي ڪنهن جواب ڏيڻ کان انڪار ڪندو آهي، جيستائين هو اسرائيلي انتظاميه کان هن جي

اجازت نہ ولندو آهي. جيڪڏهن مان ان لاءِ اجازت جي درخواست نہ ڪريان تہ اسرائيلي سيڪريٽ سروس جو ڪئپٽن ابو غزل (Cap. Abu Gha-zal of the Shin Bet) مونکي وڏي تڪليف ڏيندو آهي. محمد خليل قبول ڪيو تہ ملٽري انتظاميہ جي قائدن ۽ قانون مطابق ڪيس ڪنهن بہ انٽرويو ڏيڻ جي اجازت ڪونهي، پر ان هوندي بہ مٿس دٻاءُ اهو ظاهر ڪري ٿو ۽ سندس اها خواهش آهي تہ اسرائيلي ملٽري انتظاميہ سان پنهنجا سٺا تعلقات بحال رکي. هڪ دفعي محمد خليل کي اجازت ملي هئي تہ مونکي پنهنجو انٽرويو ڏي، هو انٽرويو دوران تمام سباجهڙو ۽ نرم رهيو، پر تنهن هوندي بہ هي مونکي (ڪتاب جي مصنف ) کي پنهنجي سوالن جا جلدي جواب ڏيئي فارغ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. مان سندس ننڍڙي آفيس ۾ ويٺو هئس، جيڪا نابلس ۾ سندس وڏي سامان واري دڪان ۽ فروٽ مارڪيٽ جي مٿان ٺهيل آهي. سندس آفيس جون ڀتيون اسرائيلي فروٽ بورڊ جي وڏن پوسٽرن سان ڍڪيل هيون. هتي جي هوا ۾ صوفن جي بي ضرر ڏپ شامل هئي ۽ هيٺ مونکي اهڙا سوين ڪريٽ نظر پئي آيا، جن تي گيلليءَ جا صوف چپيل هئا.

محمد خليل هڪ وڏي ماڻهوءَ وانگر پنهنجي وارن کي سڌو ڪندي مسڪرائيندي، پنهنجي والد بابت ٻڌايو تہ منهنجو والد حاجي خليل فلسطين ۾ سيني کان گهڻو خوشحال هيو. هو فلسطين جي فرو ٽ "مارڪيٽ جو 10% سيڪڙو پيداوار يورپ جي ملڪن خاص ڪري انگلنڊ ۽ جرمنيءَ کي برآمد (امپورٽ) ڪندو هو. هن کي مارسيلز (Marseilles) فرانس ۾ پنهنجا اونهاري وارا گهر (Summer Houses) ۽ اسڪندريہ (Iskendereya) ۾ هڪ ٻيو گهر بہ هئو، ان کان علاوه فلسطين ۾ ڪيترن گهرن ڪانسواءِ شام ۽ ترڪي ۾ بہ پنهنجون جايون ٺهيل هيون. هو پنهنجو گهڻو وقت جافا ۾ گذاريندو هو. اسانکي هن گهر ۾ اٽڪل ويهہ ڪمرا هئا. اسان جا ٻار پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪري سمنڊ ۾ وينهجندا هئا. اسانجي گهر ۾ عربي گهوڙن جي اسٽيبل (طنبيلو) بہ هئي.

اسانجي مجدال واري گهر ۾ جيڪو هاڻي اشڪلان (Ashkelon) سڏجي ٿو. ان اشڪلان واري گهر ۾ هڪ وڏو ونهجڻ وارو تلاءُ پڻ هيو. مان سمجهان ٿو ته پوري فلسطين ۾ صرف اسانجي گهر ۾ اهڙو تلاءُ (Swimming Pool) هو. محمد پنهنجي خاندان جو پاڻ کي هيو فرد سمجهي پيو جيڪو پنهنجي ماضيءَ کي ٻيهر دهرائڻ ۽ انکي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. "اسانجي خاندان کي مجدال، يانهه (Yavneh) ۽ ابوڪبير (Abu Kabir) ۽ تيرهه(Tirah) ڳوٺ جي ويجهو ميون جا باغ آهن، ۽ ڪفارسيوا (Kfarsawa) جي پسگردائي ۾ به آهن. هن وقت ۾ البانا جو مشهور باغ ڪبوض (Kibbutz) وارو رامت هڪاويش (Ramat Hakovesh) نالي واري ماڻهو جي قبضي هيٺ هيو. انهيءَ دوران منهنجي عزيزن ان باغ جي مالڪيءَ جا ڪاغذات پيش ڪيا، ليڪن باغ واپس ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو. صابري البانا به ٻين ڀائرن وانگر ٻاراڻيءَ زندگيءَ جو وڏو عرصو جافا واري وڏي گهر ۾ گذاريو هو. سندس والد پنهنجي اولاد کي بهترين تعليم ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جيڪا هو پنهنجي دولت سان ڪري سگهيو پئي . ڪجهه ڀائرن کي انگلنڊ جي پرائيويٽ اسڪولن ۾ داخل ڪرايو ويو هو. صرف محمد کي جنهن جي هڪ اک خراب هئي تنهن کي پوري تعليم نه ملي هئي. ڇا ڪاڻ ته هو نه پڙهي سگهيو پئي ۽ نه لکي سگهيو پئي.

صابري البانا کي جافا ۾ فرينچ مشنري اسڪول (Frence Mission School) ۾ داخل ڪيو ويو هو. اڄ به پراڻي جافا ۾ هن اسڪول جي رڪارڊ تي ظاهر آهي ته هتي صابري البانا پهرين درجي جي تعليم پوري ڪئي هئي. مگر اسڪول ماستر پنهنجي انتظاميه جي سخت هدايتن تحت انهيءَ رڪارڊ ڏيکارڻ کان انڪار ڪيو هو. هو صرف ايترو ٻڌائڻ تي راضي ٿيو هو ته صابري البانا هن اسڪول ۾ هڪ سال تعليم حاصل ڪئي هئي، جيڪو سال 1945ع هو. انهيءَ سال سندس والد حاجي خليل فوت ٿيو هو.

پر ان کان اڳ هن مڪي شريف جي پاڪ مسجد (خانہ ڪعبہ) جي زيارت ڪري حاجيءَ جو لقب حاصل ڪيو هو. ان کان پوءِ صابريءَ کي سندس وڏن پائرن مذهبي ڪٽرپڻي ۽ مسلم ديندارِيءَ ڪري مشنري اسڪول مان ڪڍي هڪ ٻئي اسڪول ، جنهن کي اڄڪلهہ الہ- امارِيہ (Ul-Umaria) سڏجي ٿو، ۽ يروشلم ۾ آهي، داخل ڪرايو ويو. جنهن ۾ گهڻو ڪري شاهوڪارن جا ٻار پڙهندا هئا. هن اسڪول ۾ ٻين ملڪن جون ٻوليون بہ پڙهايون وينديون هيون، خاص ڪري انگريزي ۽ فرينچ. پوءِ جافا کان يروشلم موڪليو ويو، جتي هفتي ۾ بہ دفعا ڪارتي اسڪول ڏانهن آندو ويندو هو. اهڙي طرح هن بہ سال هن اسڪول مان تعليم ورتي، انکان پہ مهينا پوءِ جڏهن صابريءَ چوٿين درجي جي شروعات ڪئي تہ اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ فلسطين کي ٻن رياستن ۾ ورهائڻ جو اعلان ڪيو. هڪ يهودين جي ۽ ٻي عربن جي. 29 نومبر 1947ع جي ان اعلان کان پوءِ جلدئي سندن وچ ۾ لڙائي شروع ٿي وئي . جيتو ٽيڪ ان وقت نہ تہ فلسطيني فوجي مليشيا تحت ئي منظيم هئا ۽ نہ وري يهودي ڪميونٽي نيم فوجي تنظيم ۾، پر تڏهن بہ لڙائي جافا ۽ تل ابيت (Tel Aviv) تائين وڌي ويئي. عربن کي خاص ڪري منشيا (Manshia) جي پسگردائي واري جنگ ۾ وڏو نقصان پهتو جتي خليل جي پياءُ ابراهيم جو گهر هو ۽ جنهن کان اهو گهر خالي ڪرايو ويو ۽ هو عجمي (Ajami) جي علائقي ۾ خليل جي گهر منتقل ٿي ويو، پر اتي بہ سندن گذران ڏکيو ٿي پيو . خاص ڪري ڪاڌي جون شيون ملڻ مشڪل ٿي ويون ۽ فروٽ جي تجارت بہ بند ٿي وئي جنهن تي عربن جي گذر معاش جو دارو مدار هو.

يهودي مليشيا جون بوبي تريپ گاڏيون جافا جي وچ ۾ هلڻ لڳيون جيڪي وڏي نقصان جو ڪارڻ بڻيون. سندن حملي ۾ لاتعداد فلسطيني قتل ۽ زخمي ٿيندا رهيا. جن شهرن ۾ عرب- يهودي آبادي گڏيل هئي، تہ ڪيترن عرب خاندانن لڙائي ختم ٿيڻ تائين جافا کي خالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيئن تہ الباناخاندان جا اسرائيلي فوجي آفيسرن ۽ مشهور شخصيتن

سان سٺا تعلقات رهيا هئا. مونکي محمد البانا ٻڌايو هو تہ سندس والد ۽ اوراهم شاپرا (Avraham-Shapira) جيڪو يهودي تنظيم هشومر (Hashomer) جو اڳواڻ هو، جي وچ ۾ گهرا دوستانا تعلقات هئا جڏهن شاپرا اسانجي گهر پيٽ تقوا (Petah Tikva) آيو هو يا شاپرا پنهنجا گهوڙا جافا مان ڪاهڻ آيو هيو تہ مونکي ياد آهي تہ هو ڪهڙي نموني ڊاڪٽر ويزمين (Weiz mann) سان سندس گهر رهووٽ (Rehovot) ۾ رهندو هو ۽ ملندا هئا پر اهي سيئي تعلقات جن ۾ ڊاڪٽر ويزمين سان خصوصي تعلقات بہ شامل آهن، جيڪو اسرائيل جو پهريون صدر ٿيو، البانا خاندان جي ڪنهن بہ ڪم نہ آيا.

جڏهن يهودين ۽ عربن جي وچ ۾ لڙائي وڌي ۽ جافا کي اپريل 1948ع ۾ يهودين فتح ڪيو تہ البانا خاندان هن شهر واري ڳوٺاڻي محل کي ڇڏي مجدال (Majdal) جي ويجهو پنهنجي گهر ۾ منتقل ٿي ويو. لڏپلاڻ وقت منهنجي والده حڪم ڪيو تہ اهي سڀ هيرا جوهار ۽ زيورات تجوڙيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ ڪيس پڪ آهي تہ هو جلدئي جافا پنهنجي گهر واپس ورندا، پر سندن هن علائقي کي بہ اسرائيلي فوجن فتح ڪيو جنهن ۾ هو اڳي ترسيا هئا ۽ ان گهر کي بہ ڇڏڻ تي مجبور ٿي ويا. هن دفعي ڪين غازا(Gaza) ضلعي ۾ البرج (Al-Burj) نالي مهاجر ڪئمپ جي طنبن ۾، هزارن جي تعداد ۾ فلسطينين سان گڏ نو مهينا گذارڻو پيو. اهو ٿي سگهي ٿو تہ اسرائيلي ظلم ۽ بربريت جي نتيجي ۾ هن پناهہ گير ڪئمپ واري زندگيءَ صابري البانا جي دل ۽ دماغ ۾ اسرائيلي يهودين خلاف ٻج پوکيو هجي جيڪو وڌي وڌي ڪيس هڪ ڌهڪائيندڙ انقلابي بڻايو ۽ انهيءَ سال ۾ البانا خاندان کي پنهنجو مال ملڪيت ڇڏي چار گهر بدلائڻا پيا، جتي هنن سخت مفلسيءَ واري زندگي گذارڻ جا ڏک ڏٺا. جڏهن صابري البانا کي بيشمار دولت جي بجاءِ بک ۽ بدحاليءَ پنهنجي گهيري ۾ آندو ۽ هن ڏٺو تہ اڳيم ڪيترا ملازم سندن خدمت ڪرڻ لاءِ اڳيان پويان ڊوڙندا هئا ۽ سندس گهر جا ڪشادا ڪمرا سندن رانديڪن سان ڀريل هوندا هئا ۽ هاڻي هو ان

جي بجاءِ هڪ تنبوءَ جي زندگي گذارڻ تي مجبور ٿيا. هو ڏسي رهيو هو ته ڪهڙيءَ طرح سندس ماءُ ، پيائر ۽ ٻيا خاندان جا فرد ۽ فلسطيني قطارن ۾ اقوام متحده جي رليف ويلفيئر ايجنسيءَ (U.N.R.W.A) کان پنهنجي روزانو خوراڪ حاصل ڪندا هئا. اهي جيڪي ڪيس سڃاڻيندا هئا. تن ڪيس ڏنو ته هن ڪهڙي نموني پنهنجي ڏکن ڏولاون واري زندگي کي هڪ بوتل ۾ بند ڪري محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪڏهن به ٻين آڏو ظاهر نه ڪيو. جڏهن اهو وقت آيو ۽ هن کي اسرئيلي ظلمن جا واقعا ظاهر ڪرڻ جو موقعو مليو ته انهن ماڻهن ڏٺو ته هن ڪيڏن ڪهرن ۽ سخت لفظن ۾ يهودين ۽ برطانيه تي شديد نقطه چيني ڪري مذمت ڪئي، جن فلسطين لاءِ هڪ درد ناڪ ڊرامو ڪيڏيو هو.

ان ڪئمپ ۾ نون مهينن گذارڻ کانپوءِ هن جي خاندان فيصلو ڪيو ته مصري ملٽري جي تحفظ ۾ غازا پٽيءَ کان نابلس روانو ٿئي. جيڪو اولهندي ڪناري تي هڪ وڏو شهر هو ۽ هاشمي خاندان جي شاه عبدالله 1949ع ۾ اردن حڪومت ۾ شامل ڪيو هو. جيئن ته البانا خاندان واپاري طبقي ۾ ماهر ۽ شهرت رکندڙ هئو. انڪري هن خاندان پنهنجي تمام ٿوري سرمائي سان نابلس ۾ ڪاروبار شروع ڪيو. سندن والد جي بهترين تعلقات ڪري هنن کي غازا کان نابلس روانگيءَ ۾ وڏي سهوليت ملي. ڪيترا سندن اڳوڻا ملازم جيڪي نابلس آيا هئا. انهن کي البانا پيائرن مدد جي درخواست ڪئي. جڏهن ته سندن والد انهن جي پوري پوري مدد ڪئي هئي. ان وقت صابري البانا 12 سالن جي عمر جو هو ۽ هڪ سال جي بريڪ کانپوءِ وري اسڪول ۾ داخل ٿيو. سندس پيائرن ۾ هاڻي اها طاقت ڪانه هئي جو هن لاءِ پرائيويٽ اسڪول جي پڙهائيءَ جو بندوبست ڪن. جيتو ٺيڪ هو ڪو وڏو هو شيار شاگرد ڪونه هو پر تنهن هوندي به ڪيس ايڊونچر آڪائيون وڏيڪ پسند هيون ۽ وڏي شوق سان پڙهندو هو. هن 1955ع ۾ گريجوئيشن حاصل ڪئي.

صابريءَ انجينئرنگ ڊپارٽمينٽ قاهره (Cairo) (مصر) يونيورسٽيءَ کي درخواست ڪئي. ۽ ڪيس داخلا جي اجازت ملي ويئي.

يونيورسٽيءَ کان نابلس واپس اچي ٿورو وقت هن اسڪول ماستري ڪئي. جيڪا گهٽ پگهار هجڻ ڪري قبول نہ پيس. ايتري ۾ سندس پياءُ ذڪريا (Zakariya) سعودي عرب ۾ آرمڪو عرب -آمريڪن تيل ڪمپنيءَ (Aramco Arab-American Oil Company) ۾ انجينئر هو. تنهن کيس لکيو تہ هو سعودي عرب پهچي ڇاڪاڻ تہ اتي تيل جي اهم پيداوار ڪري ملازمت جا بهترين موقعا آهن. البانا کي 1960ع ۾ سعودي عرب جي هڪ ڪنسٽرڪشن ڪمپنيءَ ۾ جده (Jedda ) جي ويجهو اسسٽنٽ اليڪٽريشن طور ملازمت ملي ويئي. اهي ماڻهو جن کيس اهو وقت ياد ڏياريو ۽ ٻڌايس تہ انهن ماڻهن جي مخالفت ڪندو هئين. جيڪي فلسطين جي آزاديءَ واري هن سياسي جنگ ۾ حصو وٺڻ کان انڪاري هئا. سي کيس هن ملازمت ۾ ڏسي تعجب ڪندا هئا. سندس خوبين مان اها بہ هڪ خوبي هئي جو هو هڪ سنو ملازم (obedent) حڪم مڃڻ وارو بہ هو سندس اهڙي خصلت تي سندس پياءُ کي ڪوبہ تعجب ڪونہ هو. هن کي ياد آيو تہ جڏهن هڪ دفعي سندن والده کيس هڪ سُوٽ ڏنو هو جڏهن هو نابلس ۾ غربت جي زندگي گذاري رهيا هئا ۽ سندن ماءُ هڪ هڪ پئسو گڏ ڪري هن کي اهو سُوٽ وٺي ڏنو هو. ٻئي ڏينهن جڏهن هو اسڪول کان واپس آيو تہ هن کي اهو سُوٽ ڪونہ هو. جڏهن ماءُ پڇيا کيس تہ اهو سُوٽ ڪاڏي ويو تہ هن جواب ڏنو هو تہ اهو سُوٽ هن پاڻ کان وڌيڪ هڪ غريب شاگرد کي ڏيئي ڇڏيو جنهن جي هن کي وڌيڪ ضرورت هئي. جڏهن ماءُ کيس حڪم ڏنو تہ واپس وڃي اهو سُوٽ وٺي اچي تہ هن صاف انڪار ڪري مار کائڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هن قبول ڪيو هو تہ سندس اها خواهش هئي تہ جيڪڏهن کيس پنهنجن پيئرن گهڻو ماريو تڏهن بہ اها ان قربانيءَ جي قيمت گهٽ آهي.

محمد البانا سندس خانداني لاڳاپن جي پڻ ساراهہ ڪئي. هو هميشہ خاندان سان ڳنڍيل ۽ وفادار رهيو. هر سال هو سعودي عرب کان نابلس موٽي ايندو هو. خاص ڪري پنهنجي ماءُ سان ملڻ. هوساڻس وڏي محبت ڪندو هو ۽ هميشہ پنهنجي ماءُ جي سارسنڀال لاءِ رقم موڪليندو رهندو هو.

1962ع ۾ معمول مطابق جڏهن واپس آيو ته هن سان هڪ نوجوان ڇوڪري جي ملاقات ٿي، جن جو خاندان به جافا کا هتي پهتو. هو هن سندس هٿ پڪڙي شاديءَ جي پيشڪش ڪئي جنهن پنهنجي خاندان کان اجازت وٺڻ کانپوءِ ساڻس شادي ڪئي بعد ۾ سعودي عرب روانو ٿي ويو. سندن شاديءَ کان 24 سال پوءِ کين ٽي پار ڄاوا، جن ۾ به ڌيئر بيسان ۽ نائفہ (Bisan and Naifa) ۽ هڪ پٽ جنهن جو نالو ندال (Nidal)

هو. صابريءَ کان پڇيو ويو ته ڇا هو پنهنجي پيءُ وانگر وڏيڪ شاديون ڪندو، پر هن جواب ڏنو هو ته هڪڙي زال صحيح نموني ۾ ڪافي آهي.

صابري البانا پنهنجي اليڪٽريشني واري ملازمت جاري رکي، پر ڪن فلسطيني دوستن جي زور ڀرڻ تي سياست ۾ به حصو وٺڻ شروع ڪيو.

پهريائين هو باٿ (بعث) (Baath) پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. جيڪا سعودي عرب ۾ غيرقانوني سرگرمين ۾ مشغول هئي ۽ پئن (Pan-Arabism) عرب ازم جي حمايت ۾ ڪم ڪري رهي هئي سندس ان وقت باٿ پارٽيءَ ۾ عملي جدوجهد هن لاءِ عراقي حڪومت سان پنهنجو تعلق وڌائڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. انڪانپوءِ اهو يقين سان نٿو چئي سگهجي ته ڪڏهن هو الفتح ۾ شامل ٿيو. اهي حالتون ۽ سندس چو گرد ماحول ڪهڙو هو جنهن کيس الفتح تنظيم ۾ شموليت تي آماده ڪيو. تمام ٿوري انداز ۾ تفصيل مليو، ڪنهن جو چوڻ آهي ته هو سعودي عرب ۾ پهريون شخص هو جيڪو هن تنظيم ۾ شامل ٿيو هو. ٻين جو چوڻ آهي ته هو عمان پهچڻ کانپوءِ شامل ٿيو. ڪهڙي به طرح سندس سياسي شموليت هڪ طرف آرمڪو تيل ڪمپنيءَ جي عملدارن جو ڌيان ڇڪايو ته ٻئي طرف سعودي عرب جي سيڪريٽ سروس هن تي نظر رکي. صابري البانا تي سعودي عرب ۾ حملو به ٿيو ۽ بعد ۾ جيل ۾ وجهي مٿس وڏو تشدد ڪيو ويو ۽ آخرڪار ملڪ نيڪالي ڏني وئي. سندس اهڙي تلخ تجربي ڪري سعودي حڪومت خلاف سخت نفرت جوڪارڻ ٿي سگهي ٿو.

هڪ انقلابيءَ جي حيثيت ۾ صابري البانا ان ملڪ جي لاءِ جنهن مٿس

تشدد ڪيو ۽ ملڪ نيڪالي ڏني، تنهن ڪري هن پنهنجي نفرت ۽ سياسي ڇڪتاڻ جي مجموعي موٽ ڏني. مرحوم ڊاڪٽر اسام سارتوي جيڪو فلسطين جو هارٽ سرجن هو انجو بنيادي سبب، صابري البانا جي سماجي نا انصافي ٻڌايو. جڏهن ته هن هڪ اليڪٽريشن جي حيثيت ۾ رواجي مزدور طور خدمت ڪئي. اهڙي شاهوڪار ملڪ ۾ هڪ رواجي مزدور انهن جي ڊانچي واري ڏاڪڻ جوترو شمار ڪيو ويجي ٿو. انڪري اتان جا رهواسي ان سماج ۾ جيڪو مزدور پيشي ۾ شامل آهي، نفرت ڪن ٿا. سارتوي جي چوڻ مطابق صابري البانا سعودي عرب سان انهيءَ نقطي تي نفرت ۽ برخلافي ڪئي. هن جا اخلاقي قدر نهايت بلند هئا. اهڙو اظهار صلاح خلف (Salah-Khalaf)۾ جيڪو ابو اياد (Abu Iyad) جي نالي سان بهتر ڄاتو ويجي ٿو ۽ الفتح ۾ ٻيو نمبر اڳواڻ سمجهيو ويجي ٿو. هن نومبر 1986ع ۾ لي نوول آبزرويٽر (Le Novel Observator) کي انٽرويو ڏيندي چيو ته ابو ندال ستن سالن تائين يعني 1967ع کان1974ع تائين منهنجي بلڪل ويجهو رهيو. اسان عمان ۾ تقريبن هر روز ملندا هئا سون. ڊاڪٽر سارتويءَ وڌيڪ ٻڌايو ته پنهنجي والد جي ائين زال جي فرزند طور وڏي تيڻ جو پڻ اهو تجربو ظاهر ڪريٿو ته هن جي لاءِ سموريءَ دنيا جيڪا سامراج جي طرفدار آهي، انهيءَ کان بدلو وٺڻ فطري آهي ۽ سندس اهڙو اظهار انهن چند انٽرويوز ۾ ڏيکاريل آهي ته هو دنيا ۾ پنهنجون نشانيون ڇڏي ويجي.

صابري البانا 1967ع جي ڇهن ڏينهن واري لڙائيءَ کان ڪجهه مهينا اڳ پنهنجي زال ۽ ننڍڙي پٽ سميت نابلس پهتو هو. هن جون مهيني جي پهرين ڏينهن تائين ڏاڍا ڏکيا ڏينهن گذاريا. انهن ڇهن ڏينهن ۾ اسرائيلي فوج سينائي اپيبيت ۽ گولان پهاڙين جي اولهندي ڪناري ۽ غازا پٽيءَ کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. ٻين ڪيترن نابلس جي رهواسين سان گڏو گڏ صابري خاندان به اسرائيلي فورس جي ٽئنڪن کي شهر ۾گهرندو ڏٺو ۽ نابلس جي بربادي‌ءَ مان به نه وسارڻ جوڳو تجربو حاصل ڪيو. اهڙي جارحانه مظاهري صابري البانا کي ڪنهن جدو جهد لاءِ اڀاريو. جڏهن ته هوڪيترن سالن

ڪان الفتح جو ميمبر هيو ۽ ان سان عملي جدوجهد جي ڪاروائين ۾ به سندس گهٽو ڪجهه هٿ هيو، پر هاڻي اسرائيلي قبضي ڪانپوءِ زير زمين ڪاروائين ۾ ڀرپور حصو وٺڻ جو فيصلو ڪيو.

جڏهن اسرائيلي سيڪريٽ سروس الهندي ڪناري ۾ الفتح تنظيم جي ميمبرن جي ڳولا شروع ڪئي، تڏهن صابري نابلس کي ڇڏيو ۽ عمان ۾ رهندڙ پنهنجن ڀائرن سان وڃي مليو. اهو منهنجي لاءِ وڏي ڏک جو ڪارڻ آهي محمد البانا ٻڌايو ته مان صرف اڪيلو پنهنجي خاندان جوميمبر آهيان جيڪو نابلس ۾ رهان پيو. اسانجو هڪ ڀاءُ فلوريڊا (Florida) ۾ رهي ٿو، به مري ويا آهن ۽ باقي ڀيا اردن ۾ رهن ٿا. جن سان اسانجو ڪوبه رابطو ڪونه رهيو آهي منهنجو خيال آهي ته اسانجي خاندان جا 1000 ڪان 1500 ميمبر آهن، جيڪي سڀئي ابوندال کي پيار ڪنتا ۽ مان پاڻ به ڪيسُ پيار ڪريان ٿو. آخرڪار هو منهنجو ڀاءُ آهي پر مان يهودين جو به دوست آهيان. مان عبراني (Hebrew) ڳالهائيندو آهيان ۽ انهن سان منهنجو ڪاروبار آهي. ڪڏهن ڪڏهن هو مونکي چوندا آهن ته منهنجي ڀاءُ هي ڪيو آهي يا اهوڪيو آهي، پر سندن ابوندال تي ڪاوڙ يا نفرت منهنجي رستي ۾ نٿي اچي ۽ مان ان جي قدمن تي پڻ هلندس.

صابري البانا جي الفتح ۾ عملي جدو جهد بابت صرف اهو منظر عام تيَ آهي ، جڏهن هو عمان ۾ رهيل هو آرگنائزيشن جي ٻين ميمبرن وانگر صابريءَ کي گوريلا جنگ ۾ پنهنجو نالو رکڻ لاءِ چيو ويو ۽ هن پنهنجو نالو ابوندال (Abu Nidal) پسند ڪيو. جنهن جي معنيٰ هئي ” ندال جو پيءُ“ انهيءَ ڪان علاوه ندال جي معنيٰ ”جدو جهد جو ابو“ به آهي. اهو ڏنو ويو هو ته ابوندال صلاح خلف (ابو اياد) سان بلڪل گڏ هو، جيڪو ياسر عرفات جي مدد گارن مان هڪ هئو ۽ هاڻي الفتح ۽ پي. ايل. او ۾ ٻيو نمبر اڳواڻ آهي. ابو اياد جي خصوصي اهميت ڪري ابو ندال کي به ڪيتريون اهم ذميواريون سونپيون ويون ۽ ڪجهه سالن ۾ هن پنهنجو اعتماد بحال ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون هيون. هو الفتح جي فائونڊنگ

فادرس (Founding Father's) مان نہ هو جنهن ڪري سندس نالو
سينٽرل ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۾ ڪڍهن بہ ڪونہ ڏنو ويو، ۽ نہ وري ان کان
متاهين فلسطيني نيشنل ڪائونسل ۾ رهيو هو.

ليڪن 1969ع ۾ ابوندال کي تنظيم جي ڪمانڊ طرفان سوڊان جي
تخت گاهہ خرطوم (Khartoum) ۾ تنظيم جو بنيادي مرڪز قائم
ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو، جتي پهچڻ سان هن پنهنجي لاتعداد صلاحتين مان
ڪم وٺي فلسطيني شاگردن کي ڀرتي ڪري تنظيم جو مرڪز قائم ڪيو.
اهڙو معاهدو تنظيم ۽ سوڊاني حڪومت ۾ اڳ ئي ٿي چڪو هو. الفتح اهو
قبول ڪيو هو تہ سندن ڪابہ ڪاروائي حڪومت جي صلاح مشوري سان
ڪئي ويندي، حڪومت جي سڪريٽ سروس (جاسوسي اداري) اهو
محسوس ڪيو تہ ابوندال ان عهدنامي (Agreement) جي پوئواري ڪونہ
ٿو ڪري. سندس شاگردن کي ڀرتي ڪرڻ ۽ هن ملڪ ۾ مرڪز قائم
ڪرڻ ڀيون ڪاروايون ان عهدنامي جي اصل روح کي ختم ڪرڻ جو باعث
بڻيون. سندن انهن مهينن جي مشغولين دؤران ڪيس ڪيترا دفعا خبردار ڪيو
ويو تہ اهڙن عملن کان پري رهي، پر هن ڪابہ پرواهہ ڪو نہ ڪئي. تنهن
ڪري سوڊاني حڪومت تنظيم جي اڳواڻن کي لکيو تہ ابوندال کي واپس
گهرايو وڃي. انهيءَ ڪري ياسرعرفات ڪيس واپس تنظيم جي هيڊ ڪوارٽر
گهرايو ۽ بعد ۾ هو عمان پهچي ويو. جنهن کان بعد ڪيترن صلاح
مشورن کانپوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ ابوندال کي عراق لاءِ تنظيم جو اڳواڻ
مقرر ڪيو وڃي. جنهن جو مکيہ سبب اهو هو تہ هو عراق طرفان سعودي
عرب ۾ حڪومتي پارٽي بعث جي زير زمين عملن جو ميمبر ٿي رهيو هو ۽ ان
وقت عراق ۾ ساڳي پارٽي برسراقتدار هئي. انهيءَ ڪري ياسرعرفات ۽ ٻين
اڳواڻن جو خيال هو تہ ابوندال جا ان پارٽيءَ سان بنيادي لاڳاپا تنظيم لاءِ
عراقي حڪومت تي اثر انداز ٿيندا ۽ هو عراقي حڪومت سان تنظيم جي
رشتن کي مضبوط ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪندو. ابوندال جي زندگيءَ ۾
الفتح تنظيم جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ عراق پهچڻ، هڪ اهم موڙ جو بنياد
ثابت ٿيو. هو بغدادا ۾ اگست 1970ع ۾ پهتو ۽ جلد ئي هن ملڪ ۾

الفتح تنظيم جون شاخون قائم ڪرڻ شروع ڪيون. جيئن تہ عراق ۾ هو پي. ايل. او جي سرڪاري سفير جي حشيت سان پهتو هو. جتي فلسطيني ڪاز لاءِ پي. ايل. او تنظيم ڪي مٿي جو چٽ سمجهيو ويندو هو جڏهن تہ ظاهر ۾ سچ پچ هن سمورو ڪم تنظيم جي ڀلائي لاءِ وڏي جان فشاني سان ڪيو هو. جنهن ۾ درحقيقت سندس پنهنجي عملن جو بہ هٿ هو.

جهڙي طرح عرفات ۽ الفتح جي اڳواڻن 1969ع ۾ پي. ايل. او کي وڏي پيماني تي منظم ڪري شاندار حيثيت حاصل ڪئي هئي، جنهن لاءِ عرفات اها پوري تسلي ڪئي هئي تہ تنظيم جي اڳواڻي لاءِ اهڙا شخص چونڊيا وڃن جيڪي ان جا خاص حامل هجن. جڏهن تہ ابوندال کي انهن عرفات جي خاص ماڻهن ۾ ڪڏهن بہ نہ سمجهيو ويو هو. سندس ابواياد سان ويجها لاڳاپا صرف سندس خوشامند پيدا ڪيا هئا. جنهن ڪيس ياسرعرفات جي مددگارن تائين پهچايو هو جن جي مدد سان هڪ اصل شخص پنهنجي اصل جڳهہ تي پهچي ويو.

ابوندال بغداد ۾ پهرين سالن ۾ تنظيم جي اڳواڻن کي پنهنجي قابليت ۽ وفاداريءَ جا اهڙا ڪم ڏيکاريا جن جي ڪري هو تنظيم جو پهريون ميمبر هو جنهن کي اترڪوريا ۽ چين ۾ وڏيڪ فوجي تربيت حاصل ڪرڻ جو اعزاز مليو هو جتي هن گوريلا ويڙهہ جا طريقا، هٿيارن ۽ بمن جي استعمال جي عملي تربيت حاصل ڪئي. انهيءَ دوران هن مارڪس ازم ۽ مائو ازم جي نظرين بابت بہ تعليم ۽ تربيت ڪئي. چار مهينا جيڪي هن ٻنهي ملڪن ۾ گذاريا ان مان ڪيس وڏو اعتماد ۽ جرئت حاصل ٿي. انهن تربيت گاهن کان واپس موٽي هن چين جي ڪميونسٽ پارٽي ۽ انجي حيرت انگيز ترقيءَ، لاڙن ۽ موجدن بابت ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن پهرين ڏينهن کان وني اهڙو اظهار شروع ڪيو تہ اچوڪي جديد سياست ۾ مان (ابوندال) چواين لائي (Chou En Lai) جي انتظامي ۽ تنظيمي صلاحيتن کي وڏ ۾ وڏ ساراهہ جوڳو سمجهان ٿو.

الفتح سفارت جو هڪ ٻيو ميمبر جنهن جو نالو محمد دائود اودا اَبودائود هو. (Muhammad Daud Auda) اهو جيڪو پوءِ بليڪ سيپٽمبر جي

ڪمانڊرن مان هڪ هو. جنهن 1972ع جي ميونخ اولمپڪ (Munich Olympics) راندين دوران اسرائيل جي يارنهن اٿليٽس (Atheletes) کي قتل ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو هو .

انهيءَ حقيقت جي ڪري جتي ابوندال جو هڪ فوٽو ورتو ويو هو جنهن ۾ هن کي ملٽري ٽوپي پاتل هئي ۽ شهري پوشاڪ ۽ هٿ ۾ سگريٽ هيس سندس اهو فوٽو اتر ڪوريا جي هڪ انسٽرڪٽر سان گڏ ورتو ويو هو. اهو سندس پهريون فوٽو هو جيڪو پوءِ لبناني هفتيوار الديار (Al Diar) ۾ شايع ڪيو ويو. اهڙي طرح ابوندال ۽ ابو داؤد اها تربيت گڏجي هڪ وقت حاصل ڪئي هئي. انڪري ڪن ماڻهن جي اها به راءِ هئي ته ابوندال به بليڪ سيپٽمبر جو ڪامنڊر رهيو هو. هي به هيلنا ڪوبن (Helena Cobban) طرف اشارو آهي.(١)

تحقيق اها اهم ذميواري آهي، ۽ نه پن ڏهڪائيندڙن جي وچم دوستي، پر چاڪاڻ ته ابو اياد پنهي جو دوست هيو، جڏهن هي شروعات ۾ الفتح اندر داخل ٿي رهيا هئا. حالانڪ ابواياد صابري البانا جي آتم ڪهاڻيءَ جو ذڪر نه ڪيو هو. اها غير حاضري سگهاري معلوم ٿئي ٿي. سڀ ڪانپوءِ ڇاجي ڪري هن نالي واري شخص کي الفتح سان ويساه گهاتي ڪندڙ سمجهيو وڃي ٿو ۽ ڇا جي ڪري هن کي مارڻ لائق نهرايو؟ اهو سچ آهي، جيتوڻيڪ 1970ع جي ابتدا ۾ ابو اياد الفتح ۽ بليڪ سيپٽمبر جي واسطي ۾ آيو هو. ابو اياد جو چوڻ آهي ته بليڪ سيپٽمبر جي تخليق خودبخود عمل ۾ آئي، جڏهن فلسطيني تنظيم تي سيپٽمبر 1970ع ۾ اردن حملا ڪيا ۽ پوءِ انهن کي شهنشاهه حسين جي حڪم تحت ملڪ نيڪالي ڏئي ڇڏي، فلسطيني جيڪي بچي نڪتا، تن پنهنجي يائرن جي قتلن جو بد لو ونڻ ٿي چاهيو. اسرائيلي ۽ مغربي جاسوسي ادارن جا ماهر وري انهيءَ ڳالهه جا قائل آهن ته بليڪ سيپٽمبر کي الفتح قيادت جي خفيه فيصلي هيٺ جاري ڪيو ويو هو ته

---

هيلنا ڪوبن فلسطين جي آزاديءَ جي تنظيم The palestinian liberation organization يعني عوام، طاقت ۽ سياست).

هو اسرائيل جي مٿان ۽ اردن کي ڌمڪائيندڙ عملن جو نشانو بڻائي ۽ اهڙي طريقي سان الفتح پنهنجي معصوميت جو مظاهرو ڪري سگهندي ۽ انهيءَ ڳالهه کان انڪار ڪري سگهندي تہ هوڪا ڌمڪائيندڙ عملن ۾ ملوث آهي.

ٻين معاملن وانگر هاڻي بہ صابري البانا ڪنهن جلد بازيءَ ۾ ڪونہ هو تہ هو بليڪ سيپٽمبر جي ميمبر هجڻ کان انڪار ڪري يا اعتراف ڪري، چاڪاڻ تہ چوڌاري ايرندڙ افواهہ سندس مقصد کي پورو پيا ڪن، ۽ سندس پاليسي کي تقويت پيا بخشن. بليڪ سيپٽمبر ڪڏهن بہ ميمبرسازي نہ ڪئي ۽ هميشہ مڪمل خفيہ طريقي سان ڪم ڪيو . نتيجي ۾ سندن طرفان ڪابہ خبر ظاهر نٿي ٿئي.

وقت بہ وقت بليڪ سيپٽمبر کي پي ايل او ۽ الفتح جي سرڪاري آفيس کي جيڪي مغربي يورپ ۽ عرب ملڪن ۾ هيون. تن مدد پئي ڪئي آهي. تنهن ڪري اها ڳالهہ بلڪل واضع ٿي سگهي ٿي تہ صابري البانا پنهنجي سر ياسندس بغداد جي آفيس معرفت بليڪ سيمپٽمبر کي ڪوڙن پاسپورٽن ، پئسن ۽ اسلح ڏيڻ ۾ مدد ڪئي ، ۽ ان جي برانچن کي مدد ڏني. پر آخري نتيجي هيٺ اهو چوڻو پوندو تہ البانا (ابوندال) جو گهڻو وقت بغداد ۾ الفتح جي حق ۾ ڪم ڪندي گذريو آهي.

# نظرياتي ۽ تواريخي پس منظر

ڪيترن سالن ڪان عراقي حڪومت ٻه ٻين عرب ملڪن وانگر فلسطيني ڪاز کي پنهنجي سياسي مقصدن لاءِ ترقيءَ جو واسطو بنايو. 1948ع جي چڪتاڻ، جنهن ۾ عربن کي شڪست مليءَ اسرائيل جي صيهوني تحريڪ کي عرب پريس ۽ پبليڪيشن جيترو اڀاريو اوترو عرب رياستن ۾ نفاق پيدا ڪيو. پر 1952ع جي مصري انقلاب عرب دنيا کي متحد ٿيڻ جو موقعو فراهم ڪيو جڏهن ڪرنل جمال عبدالناصر ضرورت تحت مصر جو صدر بنيو.

مارچ 1959ع ۾ فلسطيني وجود جي ٿاس ناصر جي آفيس ۾ ٿي. جتي سيني فلسطيني برادرين ۾ وڏو اتساهه پيدا ٿيو. سيني فلسطينن خاص ڪري نوجوانن کي اهائي اميد هئي ته هي مصري اڳواڻ سندن پوري مدد ڪري فلسطين جي آزادي واپس ڏياريندو ۽ سندس فوجون اسرائيلي رياست کي پاٽي پاٽي ڪري ڇڏينديون ۽ فلسطينن جي پنهنجي حڪومت قائم ٿيندي. صدر ناصر جو اهڙو سڏ سندس ابتدائي قدم هو، جنهن فلسطينن کي نئون جنم ڏنو. هن کي پورو يقين هو ته هو فلسطيني قوميت کي اڀاريندو ۽ پوءِ انهن کي پنهنجي جنگين ۾ عرب افواج جي هر اول دستي طور استعمال ڪندو. خاص ڪري پنهنجي ۽ عراقي ليڊر جنرل قاسم جي وچ ۾ سياسي ڪشمڪش لاءِ، ٻئي ليڊر فلسطيني سوال کي استعمال ڪرڻ جا خواهشمند هئا. جيئن عرب دنيا ۾ پنهنجي پنهنجي مقبوليت کي ڦهلائڻ ۽ جداگانا حيثيت بحال ڪرائڻ واري پنهنجي ڪوشش ۾ ڪاميابي حاصل ڪن. جنرل قاسم جيڪو 14 جولائي 1958ع تي هڪ خوني انقلاب جي ذريعي اقتدار حاصل ڪيو هو. ۽ بغداد ۾ هاشمي بادشاهت جي سموري خاندان کي موت جو شڪار بڻايو هو. هاڻي سندس نظرون اردن جي هاشمي بادشاهه شاهه حسين تي ڪتل هيون. هن ڪليو ڪلايو اردن ڪان الهندو ڪنارو ۽ مصر ڪان غازا پٽي فتح ڪري اتي فلسطينين جي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ پنهنجي خدمتن جي آڇ ڪئي هئي. سندس ان اپيل جو اهو مقصد هو ته

عرب دنيا ۾ عراق جي حڪومت جو نالو روشن ڪري ۽ پنهنجي دشمن کي خوار خراب ڪري. عراقي ليڊر يروشلم جي مفتي حاجي امين الحسينيءَ جو پڻ آئيڊل هو ۽ ان جي مدد سان هن عراقي فوج ۾ فلسطيني سولجرن جي پهرين بٽالين قائم ڪئي هئي. انهيءَ بٽالين نو سال پوءِ اردن جي شاهه حسين کي زير ڪرڻ واري مهم ۾ شرڪت ڪئي، جنهن ۾ نائف روسن به حصو ورتو.

فيبروري 1963ع ۾ بغداد ۾ ٻيهر انقلاب آيو جنهن ۾ عارف (Arif) پائلٽن ۽ بعث پارٽيءَ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. جنرل قاسم کي قتل ڪيو ويو ۽ عبدالسلام عراق جو صدر ٿيو پر هن کي تمام ٿورو اقتدار حاصل هيو. اصل اقتدار جي مالڪ بعث پارٽي هئي. جولاءِ 1968ع ۾ وري ٽيون انقلاب آيو جنهن ۾ جنرل احمد حسن البڪر (General Ahmad Hasan Al Bakr) کي صدر مقرر ڪيو ويو. سندس اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ بعث پارٽيءَ کي وڏيڪ طاقت ملي.

ابوندال جي تنظيم ۽ سندس مقصدن کي سمجهڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته پهريائين بعث پارٽيءَ جي تخليق ۽ نظريات تي غورڪجي. جهڙي طرح سندس سرڪاري نالو عرب سوشلسٽ انقلابي پارٽي آهي. سندس بنياد 1953ع ۾ شام ۾ پيو. جنهن ۾ ٻه تنظيمون شامل ٿيون هڪ عرب روائيول پارٽيءَ (Arab Revival Party) جنهن جي اڳواڻي مچل افلاق (Michel Aflaq) ۽ صلاح البتر (Salah Al Bitar) ڪري رهيا هئا ۽ ٻي عرب سوشلسٽ پارٽي جنهن کي اڪرام الهوراني (Akram Al Hurani) قائم رکيو هو. عرب روائيول پارٽي کي ڪيترا سال اڳ شام ۾ فرينچ حڪومت جي خلاف قائم ڪيو ويو هو . 1946ع ۾ شام جي خود مختياري ڏيارڻ ۽ فرينچن جي واپسيءَ ڪانپوءِ پارٽيءَ جي مقصد کي بدلايو ويو ۽ هاڻي پارٽيءَ جو پورو ڌيان سماجي اقتدار کي وڌ ۾ وڌ ڪاميابي ڏيارڻ ۾ رهيو. اهو نظرياتي لاڙو عراق ۽ شام کي جديد دور ۾ سمجهڻ نهايت ضروري آهي. پارٽيءَ جي آئين ۾ صاف طور ظاهر ڪيو ويو هو ۽ سرڪاري طور اعلان ڪيو ويو ته ”هي هڪ پاپولر ۽ قومي

انقلابي پارٽي آهي، جيڪا عرب اتحاد، آزادي ۽ سوشلزم لاءِ جدوجهد ڪندي،" جيڪو دراصل بعث پارٽيءَ جو نظرياتي پروگرام هو. پارٽي پروگرام عربن کي هڪ متحد قوم ڏسڻ چاهي پيو. جهڙي طرح سندس آئين جو پهريون اصول ٻڌائي ٿو ته عرب صرف هڪڙي قوم آهن. هن قوم جو فطري حق آهي ته هو هڪڙي رياست ۾ هجڻ ۽ پنهنجي قدرن کي سمجهڻ ۾ آزاد هجن. مچل افلاق جيڪو هن آئين جو مسودو تيار ڪرڻ وارن مان هڪ هو اهو 1959ع ۾ هڪ مضمون "جاڳرتا واسطي" (Toward.a. Revival) ۾ لکي ٿو ته "قومپرستيءَ کي اسان پنهنجو اول ۽ آخر مقصد سمجهون ٿا." هي اهي نظريات آهن جيڪي فردن کي هڪ اجتماعيت ۾ ڳنڍين ٿا ۽ پنهنجي وطن کي هڪ وڏي خانداني گهر مطابق ڄاڻن ٿا ۽ قوم کي هڪ وڏو خاندان سمجهن ٿا. "قومپرستيءَ سان ڪنهن به نموني محبت ۽ پيار ڪرڻ سان دل خوشين سان تمتمار ٿي وڃي ٿي ۽ روحاني جذبن جون اميدون يقين ۾ ڦهلجي وڃن ٿيون." بعث پارٽيءَ وانگر هن قومپرستيءَ جو مقصد دنيا جي عربن کي متحد ڪرڻو آهي. انهيءَ لاءِ ته هو پنهنجيون تاريخي ذميواريون پوريون ڪري ۽ انسان کي مهذب ڪرڻ ۾ شرڪت ڪري. بعث پارٽيءَ جي نظرئي مطابق جيتو ٽيڪ دنيا جي عربن جي اتحاد جو سبب سماجي ۽ روحاني انقلاب جو ذريعو ٿي سگهي ٿو. اهڙو انقلاب سامراجي ۽ فيوڊل طاقتن کي نڪرائي هڪ آزاد ۽ سوشلسٽ سماج جو اقتدار وجود ۾ آندو وڃي. بعث پارٽيءِ 1958ع تائين شام ۾ شاندار مقام حاصل ڪري ورتو هو ۽ پوري ملڪ تي ڇانيل هئي، پر ڇاتل سڄاتل نظريو ايترو ڪافي نه هو جو پارٽيءَ ۾ ان جي مختلف ڌڙن جي ترقي ۽ طاقت حاصل ڪرڻ جي جدوجهد کي روڪي سگهن. 1966ع ۾ پارٽيءَ جي ڪجهه بنيادي اڳواڻن دمشق ڇڏي عراق جو رخ ڪيو. تڏهن به 1967ع جي لڙائيءَ کانپوءِ شام ۾ داخلي جدو جهد (تضاد) ايترو تيز ٿي وئي جو نيٺ اسرائيل موقعو ڏسي گولان جون پهاڙيون قبضي ڪري ورتيون. جڏهن عراق ۾ جنرل البقر ۽ سندس ساٿين بعث پارٽيءَ طرفان 1968ع ۾ اقتدار حاصل ڪيو، تڏهن شام جي اڳواڻن جيڪي پڻ بعث پارٽيءَ

جاميمبر هئا. تن کي بہ انهيءَ روشنيءَ ۾ اچڻ گهربو هو. پراڻي اها صورتحال نہ هئي. خاص ڪري تن سڀن ڪري حڪومتون هڪ ٻئي جون مخالف ٿي ويون هيون.

پهريون تہ بغداد شام جي بعث پارٽيءَ جي شاندار مقبوليت کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ٻيو شام کي وڏو ڌڪ پهتو جو عراق طرفان افلاق ۽ البتر کي آشيرواد ڏني وئي.

ٽيون ۽ آخري عراق شام جي ان تڪڙي قدم تي جنهن ۾ هن اقوام متحده جي قرارداد 242 کي مسئلي جو پر امن حل سمجهي قبول ڪري ورتو هو جيڪو شام ۽ اسرائيل جي لاءِ ڇيو وڃي ٿو. جنهن لاءِ عراق ظاهر ڪيو تہ هو شام جي هن غلطيءَ کي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندو. 1968ع ۾ بعث پارٽيءَ جي نائين ڪانگريس ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو تہ فلسطين کي آزاد ڪرڻ لاءِ مسلح جدو جهد جي ضرورت آهي ۽ هن وقت تائين پرامن ڪوششن مان ڪوبہ ڪڙ تيل نہ نڪتو آهي. انڪري پرامن سياسي جدوجهد کي رد ڪجي ٿو. ان جو مطلب اهو هو تہ شام کي خبردار ڪيو وڃي تہ هو اهڙو سياسي رستو ڇڏي ڏيئي ۽ اسرائيل سان امن معاهدو ختم ڪري اڳتي مسلح جدوجهد ۾ ساٿ ڏيئي. عراقين جي چوڻ مطابق اها حقيقت جنهن ۾ شام 1967ع ۾ اسرائيل سان جيڪا جنگ بندي قبول ڪئي هئي، سا دراصل رعايت آهي جيڪا اسرائيل کي ڏني وئي آهي جنهن جو نتيجو اڳتي پوڪڻو پوندو. وڌيڪ البتر شام تي رحمدل پيٽي بور جوازي جو الزام لڳايو جنهن سياسي جوڙ توڙ ڪري انقلابي اقدامن کي نقصان پهچايو. بجاءِ ان جي تہ هو 1967ع ۾ اسرائيل سان لڙائيءَ دوران پهتل نقصان جو اڳتي وڌي بدلو وٺن، اهو سڀ ڪجهہ البتر جي نظرن ۾ اها پرامن مصالحت آهي جيڪا فلسطين جي ماڻهن تي ۽ پوري عرب قوم تي وڌيڪ بربريت، بربادي ۽ استحصال آڻيندي.

بعث پارٽيءَ جي ٻن ڌڙن جي وچ واري لڙائي ۾ البتر جو عمل وڌي ويو ۽ سندس فاتح عراقي صدر صدام حسين بہ فلسطيني ڪاڙتي پنهنجي ردعمل کي وڌايو. جڏهن تہ عراقي اڳواڻن فلسطيني تحريڪ اندر تڪڙ ۾ پنهنجي

پوزيشن ناهڻ لاءِ هڪ ڌڪائيندڙ تنظيم قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جنهن کي سندن مڪمل پٺڀرائي حاصل هوندي. اهڙي تنظيم نہ صرف عراق ۾ بعث پارٽيءَ جو سهڪار ڪندي پر "الصاعقہ" (Al Saiqa) جي متبادل ڀرپور طاقت جو مظاهرو پڻ ڪندي. اهڙي تنظيم الصاعقہ شام جي بعث پارٽيءَ کان اڳ ئي اپريل 1968ع ۾ قائم ڪئي هئي. شام جي الصاعقہ جو بنياد بعث پارٽيءَ جي اصل فلسطيني ميمبرن تي مشتمل هو. جنهن جون ذميواريون ۽ نظريات پارٽيءَ جي مقصدن تي ٻڌل هيون.

آريہ يودفات (Aryeh Yod Fat) ۽ يوول ارنان اوهانا (Yuval Arnon-Ohana) نوٽ لکيو هو تہ الصاعقہ جو سمورو دارو مدار شام تي آهي، جيڪا کيس رقم، هٿيار، سندن عملي تربيت، سفري سهوليتون ۽ انسٽرڪٽر مهيا ڪندي هئي. الصاعقہ فلسطيني انقلاب کي "بين عرب انقلاب" جي هڪ حصي طور ذميواري قبول ڪئي هئي ۽ ڏٺو تہ فلسطين جي الڳ رياست قائم ڪرڻ ۾ انصاف کان ڪم نہ ورتو ويو آهي. ان جي بجاءِ سيني عرب رياستن جي اِتحاد کي شام جي تاريخي اڳواٽيءَ ۾ وڏو نقصان پهتو آهي. عام طرح اهو انڪري بہ، تہ سيني فلسطيني تنظيمن جي نالن ۾ بہ فلسطين جو لفظ شامل نہ هو. الصاعقہ جيڪا ٻي وڏي ۾ وڏي هٿيارن توڙي افرادي قوت جي لحاظ کان فلسطيني تنظيم هئي. جنهن الفتح جي نعماالبدل طور پاڻ کي پيش ڪيو هو ۽ ڪيترن سالن تائين پنهنجي فوجي ۽ سياسي قوت کي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. جهڙي طرح الفتح مختلف فلسطيني آباديءَ جي مرڪزن ۾ پنهنجو ڪردار بحال ڪيو هو. ڪهڙي بہ نتيجي ۾ الصاعقہ کي ان لاءِ قائم ڪيو ويو هو تہ هو شام جي بعث پارٽيءَ جي ڪيترن عملن ۾ خدمت ڪري ۽ پارٽيءَ کي انهن انتها پسند ميمبرن جي دٻاءَ کان آزاد رکي، جيڪي اسرائيل خلاف عملي جدوجهد ڪرڻ تي زور ڏين ٿا. هو اڻ سڌيءَ طرح پارٽيءَ کي اهڙين ڪاروائين ۾ شامل رکندي جيئن ظاهر ۾ اهو نظر نہ اچي، پر فلسطين جي پسمنظر ۾ لبنان ۽ اردن اندر اهڙو مظاهرو ڪري ۽ سڀ کان وڏيڪ سندس ذميواري شام جي داخلي مسئلن کي منهن ڏيڻ هو. جڏهن عراقين پوءِ فلسطيني تنظيم قائم

ڪئي ۽ سندس نالو عرب لبريشن فرنٽ (A.L.F) رکيو ويو ۽ هن گروپ
کي 1969ع جي وچ ڌاري قائم ڪيو ويو. شروعات ۾ ڪيس بعث پارٽيءَ
جي بنياد تي رکيو ويو. ۽ ان جا خاص ميمبر مختلف عرب رياستن ۾ ڪنيا
ويا. جن جي اصل قوميت فلسطيني هئي. سندس پهريون اڳواڻ عبدالوهاب
ڪايالي (Abdul Wahhab Kayyali) هو جنهن جي جاءِ تي پوءِ جلد
ئي عبدالرحيم احمد (Abdul Rahim Ahmad) کي آندو ويو. انهيءَ
فرنٽ پنهنجو عربي تشخص اڳيان رکيو ۽ الصاعقہ وانگر سندس ميزبان آرمي
جي پوري پٺ ڀرائي ڪئي ۽ سندس انتظام عراقي حڪومت جي حوالي هو.
انهيءَ وقت عراقي انٽيليجنس ٻين فلسطيني تنظيمن جي فائدن تي پنهنجو
ڌيان ڌيڪارڻ شروع ڪيو هو. جن وچ اوير ۾ پنهنجي حيثيت مڃائي هئي.
خاص ڪري جهڙي طرح برسات ڪانپوءِ مشرومس (Mushrooms)
ڪيو هو. جيتوڻيڪ انهن مان هڪ نهايت چست تنظيم لبريشن آف
فلسطين کي ڪنيو ويو. جنهن جي اڳواڻي ڊاڪٽر اسام سارتوي (Dr.
Issam Sartawi) ڪري رهيو هو.

سارتوي اپريل 1983ع کان، جڏهن ڪيس پور چوگال ۾ ذميواريون
سونپيون ويون، ان کان چند سال اڳ پي ايل او جي وچولي درجيهہ جي ونگ
جو اڳواڻ ڄاتو ويندو هو. ۽ هو عام اظهار ڪندو هو. تہ اسرائيل کي گهر
جي تہ هو هن خود مختيار رياست کي ڇڏي وڃي. هن ڪان اڳ هن پاڻ
ٻڌايو تہ هو ڌهڪاءُ وارين ڪاروائين ۾ مشغول هو.

1971 تائين سارتويءَ اردن ۾ ، عراقي انٽيليجنس کان رقمون ورتون
هيون ۽ تربيت ۾ مدد ۽ هٿيار حاصل ڪيا هئا. سندس عراقي حڪومت
سان لاڳاپن جي ڪري ابوندال سان بہ ملاقاتن جو موقعو مليو. جيڪو ان
وقت فلسطيني تنظيم الفتح جو بغداد ۾ اڳواڻ هو. ٻنهي جي وچم ٽن سالن
تائين ويجهو تعلق رهيو. انهيءَ عرصي دوران سندس ڪيترين ملاقاتون
ٿيون. جڏهن سارتويءَ پنهنجا عراقي انٽيليجنس سان لاڳاپا ختم ڪيا .
تڏهن هنن ٻنهي دوستن جو تعلق بہ ٽٽي ويو.

سارتوي، اهو محسوس ڪيو تہ ڪن خاص عرب رياستن سان ويجها ناتا، فلسطيني تنظيم جي لاءِ پنهنجي خود مختياري قائم رکڻ ۾ ، وڏي تڪليف جو ڪارڻ ثابت ٿيندا. ۽ درحقيقت سندن تنظيم کي انهن ملڪن جو ڳيجهو بڻائيندا. هن جڏهن پوريءَ طرح ضروري حالتن جو تجزيو ڪيو تڏهن هن خودمختيار فلسطيني تنظيم الفتح ۾ شموليت اختيار ڪئي. جتي خاص ڪري ياسرعرفات جو ڪيس وڏو اعتماد حاصل ٿيو. اهڙي اعتماد جي نتيجي ۾ پي ايل او جي طرفان اسرائيلي حڪومت سان رابطي لاءِ سندس تي ذميواري عائد ڪئي ويئي. ٻئي طرف ابوندال پنهنجي بر عڪس منصوبن ۾ رڌل رهيو. ۽ پنهنجي خاص قدرن ڪري بغداد ۾ عراقي حڪومت جي هر محڪمي اندر پنهنجهو اعتماد بحال ڪرايو. خاص ڪري عراقي جاسوسي محڪمي ۾- صابري البانا ڏکهو عرصو عراقي آفيسرن جي هدايتن تي عمل ڪيو ۽ سندن اعتماد حاصل ڪيو. الفتح جي اڳواڻن سندس پٺڀرائي ڪئي، تہ جڏهن هو ضروري سمجهي تہ لوڪل انٽيليجنس آفيسرن سان ملي سگهي.

جڏهن ڪي تڪليف ده رپورٽون الفتح جي هيڊ ڪوارٽر ۾ پهچڻ شروع ٿيون، ۽ ڏٺو ويو تہ ٻنهي طرفن جا تعلقات وڏي وڏي خاص حد تي پهتا آهن تڏهن ابوندال جي عملن سرگرميءَ کي شڪ سان ڏٺو ويو. اسان هتي ٻڌائڻ گهرون ٿا تہ ياسرعرفات جهڙن تنظيم جي اڳواڻن کي اسام سارتويءَ وانگر اهو يقين هو تہ الفتح کي سيني عرب رياستن تي گهٽ ۾ گهٽ دارومدار رکڻ گهرجي ۽ نہ وري ڪنهن هڪڙي رياست تي.

ابو اياد پنهنجي ڪتاب "منهنجو گهر منهنجو وطن" (My Home My Land) ۾ لکيو آهي تہ پي ايل او جي ميمبرن کي پوري دنيا ۾ اهي خاص هدايتون مليل آهن تہ هو ڪنهن بہ عرب حڪومت کان وڌيڪ مدد حاصل ڪرڻ لاءِ نہ سوچين، نہ ڏسن ۽ نہ وري واجهائن، جيستائين ڪٿي ڪا سخت ضرورت نہ پوي. جيتو ٺيڪ ابوندال انهن فيصلن جي ڀڃڪڙي ڪئي هئي ۽ جلد ئي پنهنجو پاڻ اڪيلي سر عراقي انٽيليجنس سان گهرا لاڳاپا قائم ڪيا. دراصل جڏهن 1971ع جي شروعات ۾ ابوندال

عراق پهتو هو، تڏهن ان کان چند مهينا پوءِ الفتح جي اڳواڻن کي اطلاع مليو هو تہ هن عراقي انٽيليجنس سان تعلق وڌايو آهي ۽ ڪهڙي نموني سان تنظيم جي قائدن جي پڇڪڙي ڪئي آهي. هو جيترو وقت بغداد ۾ رهيو هو، ان دوران هو پنهنجي پوزيشن تي جهڙي نموني عراقي حڪومت سان سندس تعلقات هئا. ۽ ٻئي طرف تنظيم ۾ "ٻيهر غورڪري " جنهن فيصلي تي پهتو هو، ان جي نتيجي ۾ هو عراقي حڪومت ۾ پهريون نمبر فلسطيني هو جنهن کيس وڏو مرتبو، طاقت، وسيلا ۽ مختلف ترجيحات وارو اقتدار فراهم ڪيو.

عراقي جاسوسي اداري جي خدمت ڪري ۽ لوڪل الفتح آرگنائزر واري حيثيت وڃائي آهستي آهستي ابوندال پنهنجي خود مختيار حيثيت کي بنياد فراهم ڪيو. جڏهن الفتح تنظيم سندس انحرافيءَ کي سمجهيو تہ انهن کي ڪاوڙ لڳي، جڏهن تہ سندس ڪنهن بہ اڳواڻ جي غلطين جي نتيجي ۾ سنڌن گروپ جي بدنامي ٿئي ٿي ڀ- حامي اهو هڪ فرد هجي يا پورو گروپ ان ۾ ملوث هجي. اهو غير مقبوليت جو سبب بنجي ٿو. ياسرعرفات جي هميشهہ ڪوشش رهي آهي تہ پنهنجي تحريڪ کي منظم رکجي، جنهنجي ڇو نہ ڪيڏي بہ قيمت ادا ڪرڻي پوي. عراق ڏانهن ڪيترين ئي سفارتون موڪليون ويون تہ ابو ندال کي واپس آڻين، پر هو خالي هٿين واپس آيا. عراقي انٽيليجنس جي ڪليل حمايت ڪري ڊاڪٽر سارتوي جي ڇڏي وڃڻ ۽ پروعراقي فلسطين لبريشن فرنٽ جي ناڪام ٿيڻ ڪري هو ڪنهن اهڙي فلسطينيءَ جي تلاش ۾ هئا. ابوندال 1973ع کان پنهنجي اڳواڻيءَ هيٺ اهڙي تنظيم جو بنياد رکڻ شروع ڪيو هو جيڪا سندس خيال مطابق ياسر عرفات ۽ سندس الفتح جي ساٿين جي وچولي راهہ ۽ پرامن ناهہ وارن خيالن کي رد ڪرڻ ۽ انجي ابتڙ عراقي حڪومت طرفان رد ڪرڻ واري پاليسي کي پوري پوري تقويت پهچائڻ ۾ مدد ڪئي.

هي اظهار اهميت رکي ٿو تہ جنهن وقت ابوندال پي ايل او کان پاڻ کي ڌار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو، ان وقت خود عراقي حڪومت عرب دنيا کان هڪ پاسي رهي پنهنجي اقتدار کي وڌائڻ ۾ مشغول هئي. هن جي هڪ طرفي

پاليسي ۾ ماضيءَ جي لاڳاپن کين مضبوط ۽ مستحڪم قدمن کڻڻ تي آماده ڪيو. هو اهڙي عهدنامي کي "الڳ عهدنامو" -Treaty of the isolat) (ed جو حوالو ڏنو ويو يعني رد ڪرڻ واري نظرئي ۾ پائيواري، جيڪو بعث پارٽيءَ جو بنياد هو. جنهن مطابق اهڙن سيني قدمن جي مخالفت ڪرڻي هئي جنهن جي ذريعي عرب اسرائيل جنگ کي سياسي يا ڊپلوميسيءَ رستي نبيريو وڃي.

ابوندال انهيءَ مونجهاري سبب ويهين صديءَ جي مختلف ڏهڪا ڏيندڙ ۽ گوريلا تنظيمن سان سياسي ۽ نظرياتي بنيادن تي پنهنجا لاڳاپا وڌائڻ لڳو. پروفيسر والٽر لاڪيوئر (Professer Walter Laqueur) پنهنجي ڪتاب "دهشتگرديءَ جي اپياس جا تاريخي ٽڪرا"(The Terrorism Reader A Historical Anthology) ۾ شدمد سان بيان ڪيو آهي ته ڇا جي ڪري انهن تنظيمن کي هلائڻ ۾ مونجهارو هين، اهي هيا سندن آدرش ۽ اصول. فلسطيني گروپن بابت بلاشڪ اهو درست آهي ته هو "ساڃي ڏر" ۽ " کابي ڏر" جي حصن ۾ ورهايل آهن. ساڳي حالت ابوندال گروپ سان به آهي. انهيءَ جو مطلب ته هن گروپ وٽ به پنهنجا اصول ۽ تربيت آهي. سموريون ڏهڪائيندڙ تنظيمون پنهنجي آدرشن کي پنهنجن عملن جي ڪارگذاري ۾ سچو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون، حالانڪ حقيقت ۾ڪيترن جو پنهنجي نعرن (Slogans) سان سلسلو نٽو ملي.

تنهن هوندي به جي ڪوشش ڪبي ته ابوندال جو هڪ بنيادي سياسي اصول ۽ انهن جو آدرشي بنياد ظاهر ڪري سگهبو، سو هيو بعث پارٽيءَ سان هم آهنگي، جنهن ڪري ابوندال الفتح مان نڪري ويو هو. آخر البانا وري وري مشهور ٿي ڪيو ته هي الفتح جو اعتماد جو ڳو سچو آدرشي ڦهلاءَ ۽ پرچار ڪندڙ هيو. هو موافقت ۾ دعوا ڪري ٿو ته عرفات ۽ باقي الفتح جي قيادت تحريڪ سان دوهه ڪندي ڏٺي وئي آهي ۽ سندس منزل مقصود حقيقي آهي.

تاريخ ۾ مسيحي چرچ (Christian Church) وانگر ڪڏهن هڪ يا هڪ کان وڌيڪ گروپ پنهنجو پاڻ ظاهر ڪندا رهيا آهن ته "حقيقي ميجيندڙ" عيوضي اسان آهيون ۽ باقي اهي سمورا نه ميجيندڙ ۽ مختلف راءِ رکندڙ، "ڪافر ۽ بي دين" آهن. تنهن ڪري صابري البانا پڻ پاڻ کي ڏسي الفتح جي نظرياتي مشعل تي سوار ٿيو ۽ هن جي پوري مخالفت الفتح جي مقصدن کي ظاهر ڪرڻ تي هئي. ابواياد ٻڌايو هو ته ابوندال جي ميجتا جو تصور سندس انهيءَ پوراڙئيءَ (Simplistic) ۾ هيو ته ٻيا سمورا فلسطيني اڳواڻ هن جي نظر ۾ انقلاب سان سچا ڪونه هئا. ۽ هي پاڻ ئي لائق هيو. ٻيا سڀ خارج ٿيڻ جي مستحق هيا. اهو رستو هيو ڪيس پنهنجي گروپ کي پڌري ۽ ظاهر ڪرڻ جو. پر ڪيس پنهنجي آدرشن ۽ نالي ڪيائڻ جي خواهش هئي. تنهن ڪري اسانکي 1950ع دوران الفتح جي تاريخ ۽ سندس آدرشن کي سوجهڻ گهرجي. عام طور الفتح کي ترتيب وار هڪ کان وڌيڪ حصن ۾ سموئي سگهجي ٿو. جيئن پروفيسر والٽر لاڪيوئر چيو ٿي ته قومپرست ڏهڪائيندڙ تنظيمي گروپن ۾ مختلف لاڙا ڏسي سگهجن ٿا. جيئن باسڪ اِي . ٽي. اي (Basque E.T.A) آئرش آءِ . آر . اي (Irish I.R.A)، ۽ آرمينين اي . ايس . اي . ايل . اي (Armenian A. S.A.L.A) ۾ آهن. جيئن ذري گهٽ انهن گروپن ۾ ترقيءَ جي هڪ لهر ظاهر ٿي هئي ته هو جديد ڪابي ڏر سان تعلق ۾ وڌن ويجهن ۽ ساڳي طرح 1960ع ۽ 1970ع جي ڏهاڪي ۾ شاگردن اندر ڏٺو ويو. الفتح پڻ پنهنجي ڪاميابيءَ لاءِ انهن جي قرضدار هئي. هوءَ يورپ جي مارڪسي آدرشن ۽ پروٽيسٽ (Protest) شاگرد تنظيمن جي مدد جو پنڌار هئي. بهرحال مغربي يورپ جون ڏهڪائيندڙ مختلف تحريڪن جي برعڪس الفتح ڪيئن الڳ ٿي ترقي ڪئي هوندي، جن وٽ وچ اوڀر جي خودمختياري پوري طرح بحث هيٺ آهي. سندن مقصد هيو ته وڌ ۾ وڌ آزادي ملي ۽ فلسطين وارا "يهودين جي غلاميءَ" کان آزاد ٿين يا "يهودي دشمنيءَ" جي هيٺ اچي جديد فلسطين رياست قائم ڪئي وڃي. هي هيو

الفتح جو مرڪزي مقصد جنهن تي سندس بنياد وڌو ويو، ۽ اڄ ڏينهن تائين اهوئي سندس مقصد آهي، جنهن ۾ پنجويهه ورهين کان وڌيڪ وقت گذريو آهي.

ابوندال ان نظرئي جي ضرورت تحت پنهنجي تنظيم جي جوڙجڪ ڪئي. جيڪا الفتح جي هئي. ابوندال هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو تہ اسانجو پروگرام بہ الفتح پروگرام تي ٻڌل هئو. يعني يهوديت جي واڌ جو مڪمل خاتمو، عرب اتحاد ۾ حصو يعني ٻين عرب ازم جورتو، فلسطينين جي وطن ۾ فلسطيني جهموري حڪومت جو قيام، ٻين لفظن ۾ اسانجي جدوجهد جو مقصد فلسطين جي آزاديءَ لاءِ آهي جنهن کي اسان هڪ سيڪيولر ڊيمو ڪريٽڪ رياست جو وجود ڏيڻ چاهيون ٿا.

جڏهن الفتح پنهنجي وطن جي آزاديءَ لاءِ هڪ مرڪزي گاڏيءَ جي حيثيت ۾ مسلح جدوجهد جي شروعات ڪئي هئي، تڏهن اها سوچ سندن هر هڪ عمل جو احاطو ڪندي هئي. ياسرعرفات اهڙو اظهار ڏهہ ڀيرا ڪيو هو، خاص ڪري 1973ع جي يومہ ڪپور لڙائيءَ (yom Kippur War) کان اڳ ڪيترن سالن دوران ڪيو هو. هن هڪ ڀيري چيو هو تہ فلسطين هڪ باهہ جي طوفان ۾ قاتل آهي ۽ هلي تو ۽ انکي باهہ جي طوفان سان هلايو ۽ بحال ڪيو ويندو جهڙي طرح سمجهيو وڃي ٿو تہ اڳوائيءَ کي ڪنهن نظرئي جي ضرورت نہ آهي. اسانجو اصول آهي تہ گولي جو رخ دشمن جي ڇاتي هجي، اسان پنهنجي خيالن کي پنهنجي تابع ڪيو آهي.

سندن پهريون انقلابي عمل ۽ ڌمڪائيندڙ ڪاروائي جنوري 1965ع ۾ اسرائيل کي پاڻي پهچائيندڙ قومي پاڻيءَ واري اداري" (Against the Israeli National water carrier) تي عمل ۾ آئي. الفتح جي ڪاروائين جي نتيجي ۾ عرب رياستن کي اسرائيل جي خلاف لڙائيءَ ۾ شامل ڪيو ويو. جون 1967ع واري جنگ فلسطيني جدو جهد ۾ پهرين ڏاڪي تي هئي ۽ الفتح ان ڪريڊٽ جي حقدار هئي. لڙائيءَ کانپوءِ تنظيم ٻي اسٽيج جي لاءِ پوري طاقت سان مسلح جدوجهد جي تياري ڪئي هئي.

جنهن ۾ اسرائيل طرفان قبضي ڪيل علائقن فلسطينين ۾ گوريلا تنظيمون قائم ڪيون ۽ خاص ڪري الهندي ڪناري تي جنهن جو طريقہ عمل الجزائر جي F.L.N ۽ ويتنام جي ويٽ ڪانگ (Wait Cong) ۽ پڻ فرانزفينن جي آزادي واري نظرئي تي درآمد ٿيل هو.

ابواياد پنهنجي ڪتاب "منهنو گهر منهنو وطن" ۾ پين گوريلا طريقن جو ذڪر ڪيو آهي جن تحريڪ کي هٿي ڏني. ڪميونسٽ چين ۽ اتر ويتنام جي فوجي ڇاوڻين ۾ تربيتي ڪئمپن ۾ شرڪت اسانجي لاءِ وڏي مددگار ٿي. جتي اسان گوريلا تنظيمون ٺاهڻ ۽ سکيا جي طريقن کي سمجهڻ لائق ٿيا سون. جن کي پوءِ اسان جي وڙهندڙ سرويچن استعمال ڪيو. جنرل گياپ (Giap) جي ويتنام کان اسان گهڻو متاثر ٿيا سون. فرانز فينن جڪو منهنجي پسند جو لکڪ آهي تنهن پنهنجي ڪتاب "مٽي هاڻا ماڻهو" (The Wretched of the earth) ۾ ليڪو آهي تہ جيڪو مون ڪيترا دفعا پڙهيو آهي تہ صرف "اهو ماڻهو جيڪو دشمن جي ٽئنڪن ۽ توبن کان نتو ڊڄي اهوئي ڪنهن انقلاب برپا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو" انهيءَ درآمد ٿيل نظرئي ڪانسواءِ جيئن تہ اسرائيلي سيڪريٽ سروس اسان جي ہي اسٽيج کي ٿورن مهنن ۾ سبوتاژ ڪري سگهي پئي.
ابوندال کي نابلس مان زبردستيءَ اردن موڪليو ويو. جڏهن اتي اسرائيل قابض ٿيو هو، ۽ جڏهن تہ الفتح ۽ ہين تنظيمن کي نوان طريقا استعمال ڪرڻا پيا. 1960ع واري ڏهاڪي جي آخر ۾ ۽ 1970ع واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ فلسطيني گوريلا تحريڪ اسرائيل جي خلاف پنهنجي مسلح جدوجهد جاري رکي، جن جو بنياد هيٺئين ٽن طريقن تي ٻڌل هو. پهريون اسرائيلي باردر جي اندر شيلنگ ڪرڻ، ٻيو اسرائيل جي اهم جڳهن ۽ ڳاڏين تي اوچتو حملو ڪري ڀڄي وڃڻ ۽ رهائش جو بندوبست ڪرڻ ۽ ٽيون اسرائيل ۽ يهودي فردن تي ۽ اهڙن ملڪن جي ادارن تي جيڪي سڌو سنئون ان جهيڙي ۾ ملوث نہ هئا ۽ پڻ ہين ملڪن جي مفادن کي نقصان پهچائڻ، مثال طور انهن جا جهاز اغوا ڪرڻ ۽ ان جي سياسي شخصيتن کي مليا ميٽ

ڪرڻ جا واقعا شامل هئا. ھين لفظن ۾ اهڙن انقلابي عملن ڪرڻ جو سبب اسرائيل ۽ فلسطين جي جهيڙي کي پوري دنيا ۾ شهريت وٺرائڻ هو. ان جهيڙي کي عالم آشڪار ڪرڻ جو شروعاتي منصوبو PFLP جي جارج حباش ڪيو هو. جنهن 1960-1970ع جي آخري ۽ شروعاتي ڏهاڪي ۾ بي انتها مقبوليت حاصل ڪئي. 1974ع کان خاص ڪري سيني فلسطيني تنظيمن پنهنجي جدوجهد کي عالمي شهريت ڏيڻ جي واٽ ورتي. بليڪ سيپٽمبر جيڪا تنظيم الفتح جي اڳواڻي ۾ خاص ڪري ڏهڪاءَ وارين ڪاروواين لاءِ قائم ڪئي ويئي هئي. ان جون ڪاروايون 1973ع ۾ بند ٿيون. PFLP جون جهازن اغوا ڪرڻ جون ڪاروايون بہ ختم ٿي ويون هيون. چاڪاڻ تہ جاسوسي ادارن جي رپورٽن مطابق جارج حباش دل جي بيماريءَ سبب سخت بيمار هيو. ڊاڪٽر وادي حداد جيڪو تنظيم جو آپريشن آفيسر هو ۽ جهازن جي اغوا ۾ هڪ اعاليٰ دماغ وارو هو، سو اوڀر جرمن اسپتال ۾ ڪئنسر سبب گذاري ويو. ۽ ڪن ھين جي چوڻ موجب عراقي جاسوسي اداري طرفان ڪيس زهر ڏنو ويو هو. پوءِ اهڙن سڀني جي ڪري باقي صرف ابوندال بچيو هو. جيڪو فلسطيني جهيڙي کي عالمي سطح تي پهچائڻ جون ڪاروايون ڪري رهيو هو.

جهڙيطرح تنظيم جو مرڪزي نظريو مسلح جدوجهد کي قبوليو ويو هو، انڪري ابوندال هڪ انٽرويوءَ ۾ ٻڌايو هو تہ صيحونيت خلاف فلسطينين جون سڀئي ڪاروايون اسان جي سڃاڻپ آهن. اهڙيون شاهديون لنڊن ڪورٽ ڪيس ۾ بہ ٻڌيون ويون هيون، جڏهن نائف روسن کان پڇيو ويو هو تہ ڇا هو فلسطينين جي ڏهڪاءَ وارين ڪاروواين جي پٺڀرائي ڪري ٿو؟ هن جواب ڏنو هو تہ مونکي يقين آهي تہ سڀئي گوريلا گروپ هن پنهنجي جدوجهد کي انصاف جوڳو قدم سمجهن ٿا. جيڪڏهن هو پنهنجي دشمن صيهوني تحريڪ جي خلاف لڙن ٿا.

ابوندال کي يقين آهي ۽ ان نظرئي تهت عمل ڪري ٿو تہ "جڏهن مان فائر ٿو ڪريان تڏهن زندهہ آهيان" انهيءَ ڪري هن الفتح ۽ پي ايل او جي هر سياسي قدم جي مخالفت ڪئي. ابوندال جي چوڻ مطابق الفتح ۽ پي ايل

او اڳواٺن طرفان 1970ع جي وچ کان وٺي سياسي اقدام انتها تي پهچي ويا. جڏهن ياسرعرفات 22 نومبر 1974ع تي اقوام متحده ۾ ظاهر ٿيو. جيڪو قدم مسلح جدوجهد واري اصول جي ڀڃڪڙي هو. حالانڪ پي ايل او کي ٻئي حربا استعمال ڪرڻ يعني مسلح جدوجهد سان گڏوگڏ سياسي جدوجهد ڪرڻ ۾ اعتماد آهي، پر ابوندال جي خيال ۾ اهو نظريو درست نہ آهي، ان مان ڪوبہ فائدو حاصل نہ ٿيندو.

انهيءَ نظرئي ڪانسواءِ تہ مسلح جدوجهد ڪيڏي بہ قيمت تي درست قدم آهي، ٻيو خاص وڏي گروپ جي خيال ۾ عرفات ۽ پي ايل او جي اڳواٺن جي وچٿرن قدمن جي مخالفت ڪرڻ آهي سندن سياسي نظرئي کي قبول ڪرڻ ابوندال جي خيال ۾ هڪ بين الاقوامي ڳٺجوڙ آهي. جنهن ۾ ياسر عرفات، سادات، سعودي عرب جو ٻيسو ۽ اسرائيلي سهڪار شامل آهي. لنڊن ٽائيمس کي گروپ جي هڪ اڳواڻ ٻڌايو تہ ياسرعرفات ۽ سندس حواري فلسطيني انقلاب جي نفي ڪري رهيا آهن. هو يهودين سان صلح صفائي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهن جنهن جي ڪري سندن قسمت ۾ اهو ڪجهہ لکيل آهي جيڪو سادات سان ٿيو آهي.

اسان ظاهر ظهور ٻڌرو ڪري رهيا آهيون تہ جيڪو فلسطيني اقتدار جي مخالفت ڪندو، ان کي فلسطيني ۽ عرب اقتدار جي برعڪس عملن ڪرڻ جي ڪڏهن بہ اجازت نہ ڏني ويندي. عرب اقتدار جي نعرن ۾ ٽئين قسم جو نعرو اسان جي گروپ جي نظرئي ۾ وڏي اهميت جو حامل آهي. مسلح جدوجهد جي ضرورت جي اظهار ڪانپوءِ اهڙن ڌمڪائيندڙ ڪاروائين جي تصديق اسان جي گروپ جي تشخص ۽ خاص ضرورت کي عرب قوم جي آزادي لاءِ اهم مقام مليو آهي. اهو اصول پهريائين بعث پارٽيءَ جي مفادن لاءِ استعمال ڪيو ويو. جنهن پارٽيءَ ۾ ابوندال ڪيترا سال خدمت ڪئي. ابوندال کي يقين آهي تہ عرب عوام هڪ قوم آهي. سندن وطن هڪڙو آهي. جنهنکي سياسي، معاشي ۽ جاگرافيائي مفادن تحت ڪن شاهہ پسندن ورهائي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو آهي. جيڪو سڀ ڪجهہ جڙتو آهي. مستقبل ۾ فلسطيني رياست جي جوڙجڪ شام جي هڪ حصي طور ڪئي ويندي

ابوندال ٻڌايو تہ اسرائيل کي دنيا جون بادشاهتون مدد ڪن ٿيون. جيڪو پوري عرب قوم لاءِ خوفناڪ آهي. جنهن کي عرب عوام گڏ جي مسلح جدوجهد جي ذريعي منهن ڏين.

ابوندال قبول ڪيو تہ سندس عرب ڪنزرويٽو رياستن جي خلاف جدوجهد جوخيال بعث پارٽيءَ سان سندس تعلقات جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو آهي. هن وڌيڪ ٻڌايو تہ "اسان فلسطيني ۽ عرب دنيا جي خود مختياري واري مڪيہ اصول ۾ يقين رکود ٿا." اسانکي عراق ۽ شام جي سياسي اڳواڻيءَ تي پورو يقين آهي، جيڪو هڪ ڏکهي ۽ ڳڏيل تجربي جي ڪري ٿيو آهي، اسان جا ساٿي عراق، شام ۽ لبيا ۾ پنهنجي سر هن جدوجهد ۾ شامل آهن، ۽ ان جي قسمت جاذميوار آهن. اسان جي جدوجهد جو پهريون حدف (Target) يهوديت آهي. ٻي خاص اهميت انهن غير شريڪ حڪومتن جي تباهيءَ لاءِ آهي، جن ۾ مصر، اردن ، لبنان ۽ سعودي عرب حڪومتون شامل آهن.

ابوندال پاڻ کي قرمطين تحريڪ (Qarmatian Movement) جو نئون اڳواڻ قرار ڏئي ٿو. جن جي خاتمي سان مسلم تواريخ ۾ وڏي عرصي وارو ڏکهو خال ڇڏيو هو. انهن پنهنجو نالو قرمطين رکيو. جنهن جي لفظي معنيٰ " ڪنهن غيبي عقيدي جي مخفي تعليم" (teaching the se- cret an occult doctrine) ڪرڻ آهي. جنهن ڪيترن ڏهاڪن لاءِ گروپ جي هڪ خود مختار رياست جو پايو وڌو، جنهن ۾ ايراني نار (Persian Gulf) ۽ ڪميونزم جا فتح ڪيل علائقا شامل هئا. وڌيڪ ان نڪتي تي قرمطين انقلاب جي ڏهڪائيندڙ ڪارواين ذريعي پنهنجي رياست قائم ڪئي. جيڪو ابوندال لاءِ سندس نظرئي تحت خوشيءَ جو مقام هو . جنهن ڪري هن پنهنجي عمل کي (پاليسين کي ) قرمطين وارو قدم قرار ڏنو . جنهن مطابق هن پاڻ کي قرمطين جو جديد وارث بنايو هو. جن مڪي شريف جي ڪعبي مان هڪ نشان ٿيل ڪارو پٿر ڪڍي عوام جي زيارت لاءِ ڪيترا پيرا انتظام ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ ڪين اڄ تائين مسلم شودر

(Muslim Shudder) سڏيو ويجي ٿو. ابوندال قرمطين جي طريقہ ڪار کان پوري طرح متاثر آهي ۽ سمجهي ٿو تہ ڌمڪائيندڙ عمل عرب دنيا ۾ انقلاب آڻڻ جو سچو ۽ مؤثر طريقو آهي. هو ڌمڪاءُ واري عمل يا مسلح پروپيگنڊا کي پنهنجي پرچار ۽ پيغام جو وڌ ۾ وڌ طاقتور ذريعو سڏي ٿو.

هن دير اسپيگل کي انٽرويو ڏيندي ٻڌايو هو تہ مان اوهان کي اهو ڪجهہ ٻڌايان ٿو جنهن جو مون خواب ڏٺو آهي، جنهن مطابق هر هڪ عرب رهواسي، آزادي سان، انصاف سان ۽ برابريءَ سان پنهنجي زندگي گذاري سگهندو، منهنجا اهي يهودي دشمن آهن، جن اسان جي وطن تي قبضو ڪيو آهي. منهنجون دشمن بادشاهتون آهن، پوءِ اهي ڪهڙي بہ طريقي قائم ٿيون هجن، جن عربن جو ورهاڱو ڪيو آهي ۽ عرب سماج کي انتشار جي ڌپڻ ۾ اڇلايو آهي.

ابوندال جي نڪتن ۽ نظرين جي پس پشت نظر وجهڻ سان هرڪو ٻڌائي سگهي ٿو تہ جهڙيطرح الفتح تنظيم کي شروع وارن سالن ۾ ڪو بہ صاف ظاهر سياسي ميدان ۾ اهڙو نظريو ڪونہ هو. جهڙيطرح آريہ يودفات ۽ يوول اوهان آرنن (Aryeh Yodfet and yuval Ohana-Arnon) پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ نظرياتي بنيادن تي الفتح پنهنجي قدرن ۾ ظاهر ظهور ڪمزور هئي، ان ڪري تہ عمل جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل صورتحال کي روڪين. اهڙيءَ طرح ابوندال گروپ کي بہ "ڪو بہ سياسي طريقو ظاهر ۾ نہ آهي. جنهن جي ڪري سندس مخالف ڪيس عراقي جاسوسي اداري جو هڪ ايجنٽ سمجهن ٿا. جنهن ڪانپوءِ شام جو، ۽ بعد ۾ لبيا جو ايجنٽ سمجهن ٿا. ۽ اهو سچ آهي تہ هو ڪنهن بہ سياسي نظرئي کان عليحده آهي. ابوندال جو نظريو دنيا لاءِ صرف ڌڪاءُ آهي. جيڪو هڪ دڪانداري وارن نعرن جو مجموعو آهي. گروپ هڪ ميڙ جي شڪل اختيار ڪئي آهي. جن ان ٻيج ڊاهہ کي عام طرح سان قبول ڪري، ٿي مکيہ ڪهاڻا استعمال ڪيا آهن.

صيهونيت جي خلاف مسلح جدوجهد، فلسطيني نمڪ حرام، دغاباز ن

۽ ويساه گهاتي ڪندڙن جي خلاف ۽ انهن عربن جي خلاف جيڪي ساڻن متفق نہ آهن.

ابوندال پنهنجي هڪ تنظيم جوڙي ان کي زير زمين ڪري مٿين ٽن طريقن تي عمل پيرا آهي. گروپ کي اهڙي نموني تربيت ڏيئي منظم ڪيو ويجي ٿو تہ جيئن سندن عملن جي نتيجي ۾ اهي ٽي مقصد حاصل ٿين.

# جوڙجڪ

جهڙي طرح اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ جن لاڳاپن ذريعي ابوندال گروپ جي جوڙجڪ ڪئي وئي، سي 1973ع جي يوم ڪپور جنگ (yom Kip-pur War) کان اڳ شروع ٿيا هئا. انهيءَ ڪانپوءِ جڏهن ابوندال جي اڳوائيءَ ۾ الفتح جي آفيس بغداد ۾ بغير هاءِ ڪمان اٿارٽيءَ جي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. ابوندال جي پهرين خود مختيار ڪاروائي 5 سيپٽمبر 1973ع تي عمل ۾ آئي، جنهن ۾ گروپ جي پنجن ميمبرن پئرس ۾ سعودي عرب جي سفارتخاني تي قبضو ڪيو هو ۽ ان جي يارنهن اسٽاف ميمبرن کي اغوا ڪري هوائي جهاز رستي پهريائين ڪويت آندو ۽ پوءِ لبيا پهچايو ويو. ان سفارتخاني تي ظاهر ۾ حملي جا ٻہ سبب هئا. جنهن ۾ ابوندال جو اهو منصوبو هو تہ ان عمل ۾ ياسر عرفات کي ملوث ڪجي ۽ عراق جو اهو پروگرام هو تہ سعودي عرب کي ڌمڪايو وڃي. ان حملي جي ذميواري ال-اقب (Al Iqab) نالي تنظيم طرفان قبول ڪئي وئي. جنهن جي لفظي معنيٰ "سزا" آهي، جنهن کي ابوندال پوءِ پنهنجي ڪاروائين ۾ نالو ڏنو هو.

يورپ جي اخبارن ۽ جاسوسي ايجنسين هن کي بليڪ سيپٽمبر جي ڪاروائي قرار ڏنو هو، جڏهن تہ اها ڪاروائي ابوندال دراصل صلاح خلف "Salah Khalaf" (Abu Iyad) جي اجازت ڪانسواءِ ڪرائي هئي. جيڪو پي. ايل. او ۽ بليڪ سيپٽمبر جي وچ ۾ رابطي وارو اڳواڻ هو. جنهن جي نتيجي ۾ مرڪزي ڪمان ۽ عراقي برانچ جي چڪتاڻ کي وڏيڪ گهرو ڪيو ويو ۽ ياسرعرفات جي مونجهاري جو سبب بڻي. ابواياد (صالح خلف) پنهنجي ڪتاب ۾ ان وقت جي واقعن متعلق چيو هو تہ "جهازن جي هاءِ جيڪنگ (plane hijackings) جو هٿيار بہ، اسانجي ڪاوڙ ۽ ناراضپي ڪري نڪما ظاهر ٿيا هئا. 1969ع ڌاران جهاز جي پهرين اغوا

(Hijacking) تي، جيڪو اچانڪ اسرائيل هٿان پڪڙ جي پيو. انهن هائجيڪرن بابت صيهوني اڳواڻن انڪار ڪري ڇڏيو ته جيستائين هائيجيڪرن جو بندوبست يا ڳالهہ ٻولهہ ذريعي مسئلي جو حل نٿو ڳوليو وڃي- اهڙي طرح اسان ٿوري وقت اندر محسوس ڪيو ته جهازن جون اغوائون اسانجي مقصد (cause) ۾ بنهہ مدد ڪونہ ٿيون ڪن. اسانجي مقصد کي اهڙي گنڀير نقصان جي باوجود بہ اسانجن ڪوشش ۽ جدوجهد جو مطلب عوام جي نظر ۾ آزادي هيو. انهيءَ لاءِ اهو سبب ڪافي آهي تہ الفتح ٻين سمورن مختلف ڪمن ۾ اعتماد وڃائي چڪي هئي، جيئن پئرس ۾ سعودي عرب جي سفارتخاني تي حملو ڪيو هو ۽ ايلچي (Diplomats) ۽ هو سٽيج (Hostage) ڪنيا هئا. اهي اهڙا سمورا ڪم غير منطقي ۽ جوکم وارا هئا، جيڪي اسانجي مقصد کي اڳتي وڌائڻ ۾ ڪوبہ فائدو ڪونہ ڏين پيا.

1973ع واري لڙائيءَ کان ٻہ مهينا پوءِ ، جنهن وقت جينيوا (Geneva) ۾ پائدار امن قائم ڪرڻ لاءِ ڪانفرنس ۾ ڳالهہ ٻولهہ تي رهي هئي تہ ابوندال جي ماڻهن عراقي هوائي حد اندر K.L.M جو هوائي جهاز قبضي ۾ ڪري ورتو، جنهن ۾ پڻ بليڪ سيپٽمبر کي ذميوار ٺهرايو ويو. جنهن تنظيم ان جي ذميواري قبول ڪئي، ان پنهنجو نالو " عرب قومپرست نوجوانن جي تنظيم" (Arab Nationalist youth organization) ظاهر ڪيو. حالانڪ الفتح جي اڳواڻن کي پورو يقين هو تہ اهو عمل باغي ابوندال جو آهي. جنهن جو مقصد الفتح کي خبردار ڪرڻ هو، تہ هو امن ڪانفرنس ۾ شرڪ نہ ٿين. انهيءَ ڪري مارچ 1974ع ۾ ابوندال کي الفتح تنظيم مان ڪڍيو ويو ۽ هڪ سرڪاري اعلان (communique) جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ ٻڌايو ويو تہ عراق ۾ جنهن مقصد لاءِ ابوندال کي موڪليو ويو هو سو پورو ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري هو جلدي تنظيم جي هيڊ ڪوارٽر ۾ حاضر ٿي پنهنجي فرض ادائگي ڪري، پر هن انڪار ڪيو ۽

سندن اختلاف يا ويڇو انتها جي حد تي پهتو.

جيتوڻيڪ انهيءَ کان اڳئي ابوندال پنهنجي تنظيم عراقي بعث حڪومت جي حمايت سان قائم ڪرڻ شروع ڪئي هئي ۽ عراق ۾ فلسطيني برادريءَ مان 10 رضاڪار ڀرتي ڪيا هئا. انهن کان علاوه الفتح جي آفيس جا ملازم ۽ ميمبر جيڪي بليڪ سيپٽمبر جي ختم ڪرڻ ڪانپوءِ بيروزگار ٿي چڪا هئا، انهن به هن تنظيم ۾ شموليت اختيار ڪئي. آئينده 10 سالن ۾ ڪجهه سو فلسطيني هن تنظيم جي مددگارن ۾ شامل ٿي چڪا هئا. جن کي مختلف عرب رياستن ۽ اولهه يورپ ۾ موڪليو ويو. جن ۾ گهڻو ڪري فلسطيني شاگرد، جن کي فرانس، اسپين، اٽلي ، آسٽريه (Austria) ۽ برطانيه جي فلسطيني تنظيم جي مرڪز مان ڪڍيو ويو هو، شامل هئا.

اسرائيلي ۽ اولهه وارن جاسوسي ادارن 1985ع ۾ اندازو لڳايو هو ته هن گروپ ۾ ڏيڍ سو کان وڌيڪ چست ميمبر ڪونه آهن، ۽ ان کان علاوه ڪجهه سو سندن مددگار ۽ حمايتي آهن. اهڙن علحده مرڪزن ۾ اڳواٽيءَ لاءِ چونڊ (Selection) خاص ڪري ويجهي تعلق، اعتماد ۽ رشتيداريءَ جي بنياد تي ڪئي وڃي ٿي. جهڙيطرح مروان البانا کي لنڊن جي مرڪز ۾ رکيو ويو، جيڪو ابوندال جو عزيز هو.

ومبلڊن جي هاسٽل Y.M.C.A ۾ مروان البانا جي ڪمري مان هٿ آيل ڪاغذات ۾ ٻين اهڙن گروپ جي اڳواڻن جي رشتيدارن جا نالا لکيل هئا.

انقلابي يا ڌهڪائيندڙ جمندا نه آهن، پر انهن کي بڻايو ويندو آهي. ڪوبه ماڻهو ان کان بهتر نه بڻائي سگهندو، جيڪي فلسطيني پناهگير ڪئمپون تيار ڪن ٿيون. خاص ڪري اهي جيڪي لبنان (Lebanon). صابره(Sabra) ۽ شتيلا (Shatilla) ۾ آهن، جتي سيپٽمبر 1982ع ۾ 800 ماڻهن، عورتن ۽ ٻارن کي اسرائيلين قتل ڪيو هو. جتان محمد سحران (Muhammad Sahran) جهڙو انقلابي ديش ڀڳت پيدا ٿيو. جنهن روم ايئرپورٽ تي اسرائيلي هوائي جهاز ڪمپني ال آل El-Al جي ٽڪيٽ ڪائونٽر تي حملي جي اڳواڻي ڪئي. سحران پنهنجي پيءُ کي، جيڪو هڪ

ٽيڪسي ڊرائيور هو. هڪ ڪئمپ ۾ قتل ٿيندو ڏٺو. سندس پائر ۽ پينرون پڇي ويون ۽ سندس ماءُ بيماريءَ ۾ فوت ٿي وئي. وڏي ۾ وڏي سهوليت جيڪا گروپ کي ملي هئي، سا فلسطيني شاگردن جي حمايت آهي. هيءَ اها ساڳي حڪمت عملي آهي، جيڪا الفتح پنهنجي تنظيم قائم ڪرڻ ڪانپوءِ آزمائي هئي.1960ع جي شروعات ۾ الفتح کي جيڪو وڏو سهارو مليو هو، سو جنرل يونين آف پئلسٽائين اسٽوڊنٽس (General Union of Palestinian Students) جو ڪنٽرول سندن حوالي رهيو، جنهن جا 10 هزار ميمبر هئا ۽ 1959ع ۾ برپا ٿي هئي. صابري البانا جنهن کي الفتح جي خاص شريڪ ڪار جو شرف حاصل هئو، تنهن پڻ ساڳيو طريقو اختيار ڪيو. جنهن کي پرتي واري طريقي ۽ تنظيم جي جوڙجڪ جو پورو تجربو حاصل هو. خاص زور پروپيگنڊا تي، تعلقات تي ۽ فلسطيني ڪميونٽي جي ذهين شاگردن جي چونڊ تي ڏنو ويو.

فرينچ جي لي ماندي (Le Monde) ۾ ڏنل رپورٽ مطابق 1976 ۽ 1978 جي دوران عراق ۾ يورپ جي فلسطيني شاگردن کي اسڪالرشپون ورهائڻ ۾ گروپ طرفان مڪمل هڪ هٽي (Monopoly) حاصل هئي. جنهن جي موٽ ۾ اهڙا شاگرد جن اسڪالرشپ ورتي هئي،تن پاڻ کي گروپ جي خدمت ڪرڻ جو اعتراف ڪيو هو. انهيءَ لاءِ ته جڏهن به ڪنهن ضرورت تحت ڪين سڏيو وڃي ته هو پنهنجو قرض ادا ڪن. هي اهڙو طريقڪار ظاهر ٿئي ٿو، جنهن تحت مروان البانا برطانيه ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اسڪالرشپ ورتي هئي.

هڪ ٻئي ڪيس ۾ هڪ نوجوان فلسطيني، جيڪو پئرس ۾ هڪ پي.ايل. او جي فلسطيني اڳواڻ جي قتل ۾ ملوس هو، تنهن قبول ڪيو هو ته هن کي ابوندال جي گروپ طرفان چونڊيو ويو هو، ۽ ان قتل جي عيوض ڪيس اولهه يورپ لاءِ اسڪالرشپ ملي هئي.

ابوندال جي طرفان پرتيءَ واري طريقڪار ۾ الفتح جي بنسبت ڪابه روڪ ٽوڪ ۽ ظابتي جون پابنديون نه هيون، هو صرف پرتيءَ واري وقت

ظاهر ٿيندا هئا ۽ پوءِ ان وقت جڏهن ڪين ڪنهن ڪاروائي لاءِ ويٺو پوندو هو. ان کان علاوه ابوندال پنهنجي تنظيم جو سرڪاري نالو جيڪو پسند ڪيو هو، سو عربيءَ جي ترجمي مطابق (Palestine Liberation Movement) فلسطين لاءِ آزاديءَ جي تحريڪ هيو. ٻئي طرف الفتح تنظيم جي نالي جا ٻه ساڳيا الفاظ هئا. صرف ابتڙ يعني تہ (The Movement for Liberation of Palestine) تحريڪ آزادي فلسطين لاءِ هيو.

ابوندال 1973ع ۾ الفتح تنظيم کي ڇڏڻ کان اڳ پنهنجي ان خيال کي ظاهر ڪرڻ لاءِ، تہ الفتح تنظيم پنهنجي ان اصلوڪي مقصد کان هٽي وئي آهي. تنظيم جي جنرل باڊيءَ جي اجلاس ۾ پنهنجي راءِ تي زور ڏيندي چيو تہ "هو پنهنجهو هڪ نئون ادارو شروع ڪري رهيو آهي. جنهن جو ٻہ ساڳيو نالو هوندو، جيڪو الفتح جو آهي. جنهن ۾ اهي ساڳيا انقلابي اصول هلايا ويندا، جيڪي الفتح جا آهن." مثال طور جڏهن هن ريڊيو براڊ ڪاسٽنگ اسٽيشن قائم ڪئي، جيڪا عراق جي بعث پارٽيءَ جي سهائتا سان قائم ٿي هئي. جنهن جو نالو "فلسطين جو آواز" (The voice of palestine) رکيو. جيڪو نالو الفتح اڳ ۾ استعمال ڪري چڪي هئي، اهڙي طرح پنهنجي نيوز ايجنسيءَ جو نالو "وفا" (Wafa) رکيو. جيڪو الفتح جي نشرياتي اداري جو رکيل هو، ۽ گروپ جي اخبار جو عنوان فلسطين ال-تحاورا (Palestine Al-Thawra) يعني "فلسطين انقلاب" ڏنو ويو.

جڪي صرف ٽپال جي ذريعي ورهايون وينديون هيون. شروع ۾ صرف بغداد ۾، ۽ بعد ۾ دمشق ۾ ڇاپيون وينديون هيون. 1985ع جي آخر ۾ لبنان جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ بقا واديءَ (Biqa valley) ۾ ڇپائي سرڪيوليٽ ڪئي ويندي هئي ان جي ڇپائي ايترو تہ ٿوري (خفيہ) هوندي هئي، جو اسرائيلي جاسوس وڏي مشڪل سان هڪ ڪاپي حاصل ڪري سگهندا هئا.

ابوندال گروپ جا سڀ مرڪز زير زمين هئا، ۽ انهيءَ ساڳي بناوت تي

قائم هئا. جهڙيطرح الفتح شروعات وارن ڏهن سالن تائين پنهنجا مرڪز هلايا هئا. ابوندال پنهنجي هڪ انٽرويوء ۾ ٻڌايو هو تہ "منهنجون ڪاميابيونٰ بلڪل مخفي هجڻ تي دارومدار رکن ٿيون". جنهن جو مثال هي آهي تہ "منهنجي ڏيءُ بيسان (Bisan) بہ ڪونہ ڄاڻندي آهي تہ مان اصل ۾ ڪير آهيان." هو پاڻ ڪي ۽ پنهنجي گروپ جي ميمبرن کي هر طرح سان لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ اخباري انٽرويو ڏيڻ کان بہ ڪيبائيندو هو. تي پيرا 1985ع ۾، هڪ پهريون دفعو ڊسمبر 1974ع الديار (Al-Diar) اخبار ۾، ۽ ٻيو ٻيرو جولاء1978ع ۾ مڊل ايسٽ (Middle East) اخبار ۾ ڇپيو، جڪا برطانيہ ۾ عربن طرفان اشاعت ٿيندي آهي، ۾ ڇپيو ۽ جڏهن 1985ع ۾ ظاهر ڪيو ويو تہ هو مري ويو آهي. انهيءَ خبر کي غلط ثابت ڪرڻ لاء ان سال بہ هن ٽي پيرا انٽرويو ڏنا. (ڇاڪاڻ تہ 1984ع ۾ نيوزويڪ (Newsweek) هڪ ڪهاڻي ابوندال جي ڪردار متعلق پيش ڪري ٻڌايو تہ هو هاڻي مري چڪو آهي) ۽ پويان بہ انٽرويو ترپولي ۽ لبيا ۾ ڏار ڏار اولهہ جرمنيءَ جي دير اسپيگل ۽ ڪويتي اخبار القباص (Al-Qabas) جي صحافين وٽي ٻڌرا ڪيا. پنهنجي ليڊر جي پيروي ڪندي گروپ جا ميمبر عراق، شام، لبنان ۽ اولهہ يورپ ۾ پنهنجي ڳجهن لفظن (code) تي نهايت سختيءَ سان عمل ڪندا هئا. سندن تعلق زير زمين مرڪزن سان هيو، جن جا نمبر ٽن کان ستن ميمبر تائين هوندا هئا، ۽ هر مرڪز جا ميمبر ٻئي مرڪز جي ميمبرن کي صرف ڪوڊ جي ذريعي سڃاڻپ ڪرائيندا هئا. ان لاء تہ جڪڏهن ڪنهن مرڪز جا ميمبر ظاهر ٿي پون تہ ٻين جي نشاندهي نہ ڪري سگهن . جيڪڏهن ڪنهن مرڪز کي ڪنهن عمل لاء چونڊيو ويندو هو تہ انهن کي ٻين مرڪزن کان بلڪل عليحده رکيو ويندو هو ۽ عام طرح سان ڪيترا هفتا ان مرڪز جي ميمبرن کي بريف ڪيو ويندو هو تہ ان ٽارگيٽ تي ڪهڙي طريقي حملو ڪجي ۽ پوءِ ڪهڙي نموني فرار ٿي وڃجي. هر ميمبر لاء عرفيت وارو نالو ضروري هئو. جهڙيطرح برٽش ڪورٽ ۾ ڏنو ويو. هڪ مرڪز جي سيني ميمبرن جي

سجائپ عرفيت وارن نالن سان ٿيندي هئي. هن کي پنهنجي انتها درجي جي سيڪريسي قائم رکڻ جي تربيت ڏني ويندي هئي، هي پنهنجون ملاقاتون گهٽ ۾ گهٽ ڪرڻ ۽ صرف سخت ضرورت جي وقت فون ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو ويندو هو. ملاقاتون صرف عام جڳهن، جهڙوڪ ريلوي اسٽيشن، هوٽل لابيون ۽ وڏي ميڙ وارن ريسٽورينٽ ۾ ڪرڻ جون هدايتون هيون. اڪثر ڪري پيغام مقرر ٿيل قاصدن جي ذريعي موڪليا ويندا هئا. جيئن مروان البانا لنڊن ڪيس ۾ پوليس کي پڌايو هو. پيغام ڪوڊ وارن لفظن ۾، ۽ شروعات جدوجهد ۾ خوشخبري (عربيءَ ۾ ندالي) سان ڪئي ويندي هئي، پيغام جي آخر ۾ "انقلاب جيستائين فتح ٿئي" سان ڪئي ويندي هئي. جڏهن ميمبر هڪ ٻئي سان مخاطب ٿيندا هئا ته لفظ ڪامريڊ سان ابتدا ڪندا هئا.

هڪ سترهن سالن جي نوجوان فلسطيني نالي عطا حسن (Attah Hussan) جنهن کي سيپٽمبر 1985ع ۾ روم ۾ برطانوي هوائي ڪمپني جي آفيس کي بم سان اڏائڻ جي شڪ ۾ گرفتار ڪيو ويو. اٽليءَ ۾ ان وڏي تشدد ۽ پڇا ڳاڇا کان بعد هن پنهنجو هڪ طويل بيان ڏنو. حسن ٻڌايو ته 1982ع يا 1983ع ۾ کيس بيروت جي هڪ مهاجر ڪئمپ مان ورتو ويو ۽ شام ۾ شايد بيڪاوادي (Bekaa valley) ۾ تربيت ڏني وئي. 1985ع جي اونهاري ۾ هڪ ڏينهن کيس روم لاءِ هوائي جهاز ۾ سوار ڪرايو ويو، جنهن ۾ ان کي 500 ڊالر روڪ، موراڪو جو پاسپورٽ جنهن ۾ اٽليءَ لاءِ داخلي جي آزاد ويزا لڳل هئي، ڏنو ويو. کيس دارالحڪومت ۾ ٻن خاص ننڍڙن هوٽلن ۾ رهائش حاصل ڪرڻ لاءِ چيو ويو هو ۽ هر روز صبح جو پيزا ڪور (Pizza-cavour) هوٽل جي لابيءَ ۾ ستين بجي موجود رهڻ لاءِ هدايت ڪيل هئي. هڪ ڏينهن صبح جو هڪ عربي ڳالهائيندڙ بيلجين کيس هڪ بم ڏنو ۽ هدايتون ڏنيون، جنهن مؤجب هن عمل ڪيو ۽ بم برٽش ايئرويز جي آفيس ۾ اڇلايو ويو، جنهن ۾ چوڏهن ماڻهو زخمي ٿيا.

ابوندال گروپ جي سيڪريسي سندن بچاءَ جو بنياد آهي، جڏهن بہ ڪو عمل ختم ڪيو وڃي تہ ان ۾ حصو وٺندڙ بعد ۾ صرف هڪ يا ٻن سان ملاقات ڪري، ان لاءِ تہ جيڪڏهن پڪڙيو وڃي تہ انٽيليجنس کي ٻين جي باري ۾ معلومات نہ ڏيئي سگهي. اهڙو سيڪريسي ڪوڊ ۽ عرفيت وارو طريقو الفتح وارو اختيار ڪيو ويو هو، جنهن تي شروعات ۾ الفتح عمل ڪيو هو. جهڙيطرح الفتح جي اڳواڻن پنهنجي عرفيت پسند ڪئي هئي ۽ عرفات، ابو امار، (Abu Amar) صلاح خلف جيڪو ابواياد هو ۽ خليل ال -وزير (Khalil Al Wazir) کي ابوجهاد (Abu Jihad) چاتو ويندو هو ۽ صابري البانا کي ابوندال سڏيو ويندو هو.

ٻيو طريقڪار جيڪو فتح جو استعمال ڪيو ويو، اهو هو پنهنجي گروپ کي نون نون نالن ڏيڻ جو، ان لاءِ تہ جيئن اسرائيلي جاسوسي ادارن کي مونجهارو پيدا ٿئي ۽ پڻ ٻين کي جيڪي سندن عرب رياستن ۽ اولهہ يورپ ۾ تلاشي ڪري رهيا آهن. انهيءَ ڪري ابوندال گروپ هيٺيان نالا ضرور استعمال ڪيا آهن. جڏهن جملن ڪان پوءِ گروپ ٻي. الاقوامي ميڊيا کي مخاطب ڪيو آهي. اهي آهن فتح (The Revolutionary Council) العاصفہ (Al Asifa) (دي اسٽارم) (The storm) بليڪ جون(Black June). انقلابي عرب برگيڊ (The Revolutionary Arab Brigades) سوشلسٽ مسلمانن جي انقلابي تنظيم (The Revolutionary organisation of Socialist Muslims) مثال طور لنڊن مرڪز جي اڳواڻ نائف روسن لنڊن پوليس کي پنهنجي گروپ جي پاليسيءَ مطابق شروع وارن سالن ۾ گروپ طرفان فلسطينن کي قتل ڪرڻ جي ذميواري قبول نہ ڪئي هئي. هڪ ڪيس ۾ جنهن ۾ در حقيقت سعد حمامي (Said Hammami) کي گروپ قتل ڪرايو هو. جڏهن عرب ۽ عالمي پريس ابوندال گروپ کي ان جو ذميوار قرار ڏنو هو تہ گروپ جي هڪ فرد ان الزام کي رد ڪيو هو، مگر جڏهن دير اسپيگل ابوندال جو

انٽرويو ورتو تڏهن هن پاڻ قبول ڪيو هو تہ حماميءَ ڪي سندس ميمبرن قتل ڪيو هو، جيڪو اتفاق سان سندس عزيزن مان هڪ هو. ابوندال ان جي وضاحت ڪندي ٻڌايو هو تہ اسان اهڙيون هڪ سئو ڪارروايون ڪيون آهن، جن جي تشهير يا پروپيگنڊا ڪئي وئي آهي. جنهن جو سبب هميشہ هڪڙو رهيو آهي تہ هنن "موسائد" سان واسطو رکيو هو. ۽ آئنده بہ جيڪو عرب يا فلسطيني "موسائد" (موسائد اسرائيلي جاسوسي اداري جو نالو آهي) سان رابطو رکندو، ان جو انجام ساڳيو ٿيندو، جيڪو حماميءَ جو ٿيو هو.

ٻئي طرف اسرائيلي ٽارگيٽ تي هر هڪ حملي جي ابوندال گروپ طرفان ذميواري قبول ڪئي ويئي. ان ڪان علاوه اهڙا ٻين گروپن طرفان ڪيل حملا بہ هن گروپ قبول ڪيا، جن سان سندن ڪوبہ واسطو ڪونہ هيو. اهڙا ڪيترائي حملا يرو شلم ۾ ڪيا ويا، ان ڪانسواءِ اپريل 1984ع ۾ هڪ بس تي حملو ڪيو ويو هيو جيڪا بس جافا ڪان غازه وڃي رهي هئي، اهو حملو ٻين گروپن ڪيو هيو، جن سندن عرفيت استعمال ڪئي هئي.

جڏهن گروپ چاهيندو هيو تہ ڪنهن خاص ڪاروائيءَ جي ذميواري قبول ڪري تہ اهڙي معلومات فون جي رستي، يا ٽپال جي رستي ڪنهن اخبار يا بين الاقوامي نيوز ايجنسيءَ کي موڪلي ويندي هئي. اهڙي طرح نائين جون 1982ع تي بيروت ۾ ريو ٽرس ايجنسيءَ (Reuters Agency) کي هڪ اطلاع مليو جنهن ۾ العاصفہ قبول ڪيو هو تہ لنڊن ۾ سفير آرگووف تي حملي جي ذميواري اسان تي آهي مگر فتح جي هڪ اڳواڻ جنهن جي هڪ ملٽري ونگ جو نالو بہ العاصفہ آهي جلد ئي پريس ۾ بيان ڏنو تہ اسان جو ان ڪاروائيءَ ۾ ڪوبہ هٿ نہ آهي.

ان ڪان نو مهينا پوءِ هڪ فرينچ نيوز ايجنسيءَ کي ٽيليفون تي هڪ پيغام نوٽ ڪرايو ويو تہ برٽش گورنمينٽ جلد از جلد سفير آرگووف تي حملي ۾ گرفتار ڪيل ٽن ماڻهن کي آزاد ڪري ورنہ ٻي حالت ۾ انهن جي ججن کي سبق پڙهايو ويندو تہ انقلابي انصاف ڪهڙو آهي. انهيءَ پيغام ۾ گارجين اخبار جي هڪ رپورٽر آن بليڪ (Ian Black) طرفان شايع ڪيل فيچر جنهن ۾ گروپ جو ذڪر ڪيل هو- جي سخت مذمت ڪئي ويئي

هئي. ٻئي هڪ پيغام ۾ جيڪو لنڊن ۾ شايع ٿيندڙ عربي اخبار العرب (Al Arab) کي موڪليو ويو. جنهن ۾ گروپ سفير آرگووف کي موسائڊ جو ايجنٽ سڏيو هو ۽ مٿس الزام لڳايو ويو هو تہ هو اري اوينري (Uri Avenery) اسرائيلي جرنلسٽ (صحافي) آهي ۽ نيسٽ (Knessest) جو اڳوڻو ميمبر جي حيثيت ۾ سندس مختلف فلسطيني تنظيمن سان لاڳاپا رهيا آهن، ۽ ڊاڪٽر اسام سارتوي برطانوي اخبارن کي مواد فراهم ڪيو آهي.

جون 1984ع ۾ قاهره جي اسرائيلي سفارتخاني جي گارڊ زوي ڪيڊر (Zvi Kedar) تي حملي جي ذميواري قبول ڪندي ۽ پاڻ کي "انقلابي مصر جي تنظيم ظاهر ڪيو هو. سوويت نيوزايجنسي "تاس" (TASS) قاهره کي پوري صفحي جو ڪميو نڪي (سرڪاري اطلاع) جاري ڪيو. جنهن ۾ ڄاڻايو ويو هو تہ هن تنظيم قاهره ۾ اسرائيلي موسائڊ جي جيڪي قاهره ۾ سياستدانن جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪن ٿا خلاف مسلح جدوجهد شروع ڪئي آهي. ان کان چند ڪلاڪ پوءِ قاهره ۾ آگسٽ 1985ع ۾ اسرائيلي سياستدان البرٽ اتراڪچي (Albert Atrakchi) کي قتل ڪيو ويو. انقلابي مصر ڪيترن نيوز ايجنسين کي هڪ پڌرنامو جاري ڪيو، جنهن ۾ ٻڌايو ويو هو تہ اتراڪچي اسرائيلي انٽيليجنس جو جاسوس هو.....

انهيءَ حقيقت جي باوجود تہ هي گروپ ننڍو ۽ زير زمين آهي. سندس چوڻ مطابق ڪوبہ فيصلو جمهوري نموني ڪيو وڃي ٿو. هي اها صورتحال آهي جيڪا مروان البانا لنڊن پوليس ۽ ڪورٽ جي بيان ۾ ٻڌائي هئي. مروان کان پراسيڪيوٽر راءِ املوٽ ڪورٽ ۾ سوال ڪيو هو تہ ڇا ابوندال جي اڳواڻيءَ ۾ فلسطين جي قومي آزاديءَ جي تحريڪ جو گروپ بغداد ۾ ڪم ڪري رهيو آهي؟ اهو ائين ناهي ۽ مروان جواب ڏنو تہ، مان ان بابت نٿو ڄاڻان.

"تون ان بابت نٿو ڄاڻين تہ اهو نالو مڊل ايسٽ ۾ مشهور آهي.

نہ، مونکي ذاتي طور ان بابت علم ڪونهي، سواءِ اخبارن ۾ پڙهڻ جي. اخبارن جي ايياس مان ڄاڻ ملي آهي تہ ڪو ابوندال جو گروپ بہ آهي، پر اهو فقط هڪ شخص جو نالو آهي، جيڪو وچ اوڀر ۾ چستيءَ سان گشت

ڪري رهيو آهي.

ڇا ابوندال يا صابري البانا گروپ جو اڳواڻ آهي؟ "نہ". تون انهيءَ جي بچاءُ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهين؟

"نہ سائين. مان ڇا لاءِ سندس بچاءُ ڪندس؟ هو پنهنجو پاڻ بچاءُ ڪندو. مان پوليس کي ٻڌايو هو ۽ هتي ظاهر ڪريان ٿو تہ فلسطيني قومي آزاديءَ جي تحريڪ (P.N.L.M) 1974ع ۾ پي. ايل. او جي ڪري جعن ۾ ورهائجي وئي هئي، ڇاڪاڻ تہ فلسطينين ۾ صورتحال اهڙي وڃي بيٺي هئي.

"گروپ جو اڳواڻ ڪير آهي؟"

هن سوال جي جواب ۾ چيو هو تہ سندن گروپ جو ڪوبہ اڳواڻ ڪونہ آهي ۽ هن ۾ صرف هڪ جنرل ڪائونسل آهي". ان ڪائونسل جو ڪوبہ ليڊر ڪونہ آهي، گروپ جا اهم فيصلا سينئر ميمبر ڪندا آهن جيڪي پاڻ ۾ بحث مباحثو ڪري ڪنهن نہ ڪنهن نتيجي تي پهچندا آهن.گروپ ۾ صابري البانا جي حيثيت هڪ سينئر ميمبر واري آهي.

انهيءَ بيان مان هڪ ٻيو نتيجو ظاهر ٿئي ٿو تہ ابوندال گروپ جو بنياد جمهوري آهي ۽ سندن گڏيل اڳواڻيءَ (Collective Leadership) جو طريقو اهو ساڳيو آهي جيڪو فتح جو آهي. حقيقت ۾ صابري البانا پاڻ بہ اهو ذڪر ڪيو هو تہ هو پنهنجي گروپ جو جنرل سيڪريٽري نہ آهي، پر انقلابي ڪائونسل جو هڪ ميمبر آهي. آهڙي طرح گڏيل اڳوڻيءَ جو هڪ حصو آهي.

اهو بہ سچ آهي تہ 1978ع ۾ ابوندال ان ڳالهہ ۾ راضي هو تہ هو پنهنجي طاقت ۾ (اڳوائيءَ) ۾ ناجي الوش (Naji Alush) کي ڀائيوار ڪري جيڪڏهن هو گروپ ۾ شامل ٿئي جتي سندس ذهين قابل قدر قيادت جي ضرورت آهي. الوش کي انقلابي ڪائونسل جو ڊپٽي چيئرمين چونڊيو ويو هو ۽ کيس فلسطينن ۾ هڪ نهايت اهم آدرشي شخصيت سمجهيو ويندو هو. سندس 1950ع کان اڳ جا مضمون ۽ آرٽيڪل فلسطينن جي

اڪوائن لاءِ نهايت سبق آموز سمجهيا ويندا هئا. انهيءَ ڪان اڳ جڏهن فلسطيني اهو قبول ڪرڻ لاءِ آماده هئا تہ عرب رياستن جو اهو فرض آهي تہ هو فلسطينن کي پنهنجو وطن وٺي ڏين. تڏهن ناجي الوش فلسطينن کي سڏ ڏنو تہ هو پاڻ اڳتي وڌن ۽ گڏجي پنهنجي قسمت پنهنجي هٿن سان ناهين. تڏهن اهو آواز وڏي پئماني تي پکڙجي ويو هو. ڇهن ڏينهن واري لڙائيءَ کان پوءِ جيتوڻيڪ فلسطيني تحريڪ کي وچ اوير جي هن جهيڙي ۾ مرڪزي حيثيت حاصل هئي تنهن ۾ هن جي پيغام کي وڏي اهميت حاصل ٿي هئي.

پنهنجي ڪتاب "فلسطيني پيچرو"(The road to Plestine) سان الوش فلسطيني گوريلا لڙائي وڙهندڙن جو رهبر بڻجي ويو هو. هن ان ڪتاب ۾ بہ ڪيوبا، ويتنام ۽ دنيا جي ٻين گوريلا لڙائي لڙندڙن جو تجربو شامل ڪيو هيو ۽ اهي سبق اسرائيل جي خلاف مسلح جدوجهد ۾ استعمال ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي هئي. هن پنهنجي ڪتاب ۾ فلسطيني تنظيم جي روايتي عقيدن کي رد ڪرڻ لاءِ وڏي تنقيد ڪئي هئي جنهن جي اڪواڻي احمد شو قيزي (Ahmad Shuqayri) ڪري رهيو هو. ۽ پي. ايل. او. جو پهريون چيئرمين هو. (جنهن کي هن ڪتاب ۾ هڪ مسخرو ۽ ڀڳت سڏيو هو) هن اهي طريقا استعمال ڪرڻ جي حمايت ڪئي هئي جيڪي شروع ۾ فلسطين جي خيال کي ٻين-عرب ازم ۾ گڏڻ لاءِ سوچيو ويو هو. 1969ع ۾ الوش سرڪاري طرح پي ايل او ۾ شرڪت ڪئي ۽ ڪيس خود مختيار حيثيت ۾ فلسطيني نيشنل ڪائونسل جو ميمبر چونديو ويو. جو تہ سندس ڪا بہ تنظيم ڪا نہ هئي.

الوش جي لاءِ اسرائيل سان جهيڙي جو بنياد عرب قوم کي هڪ ڪرڻ لاءِ ترت اقدام جي واحد خدمت هئي (وسيلو هو). ۽ عرب دنيا جي مسئلن کي حل ڪرڻ جو سوچيل سمجهيل طريقو هو. انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ نظريا بہ ساڳيا هئا جيڪي عراقي بعث پارٽيءَ جا هئا. اهو اظهار ماٽي اسٽينبرگ (Matti Stemberg) ۾ ڪيو هو، جيڪو -Hebrew Uni

versity جي ٽرومئن انسٽيوٽ جو هيو. اهڙن بنيادي نظرين جي يڪسانيت الوش کي ابوندال جي ويجهو پهچايو. انهيءَ کان اڳ ۾ الوش فلسطيني رائيٽرس جي جنرل يونين جو سيڪريٽري جنرل رهيو هو جيڪا فلسطيني تحريڪ ۾ هڪ مکيه تنظيم هئي ۽ کيس وڏو مرتبو حاصل هو.

الوش جي نظرين جي ڪري جيڪي يونين جي جنرل الڪاتب (Al Katib) ۾ شايع ٿيا هئا. ياسر عرفات کي ڪاوڙ لڳي، مگر الوش جي مقبوليت جي ڪري ياسرعرفات بيوس هو. تہ ان جي خلاف ڪجهہ ڪري. جيتوڻيڪ 1975 کان ياسرعرفات جي ڪوشش جاري هئي تہ ڪهڙيءَ طرح بہ الوش کي سندس يونين جي سيڪريٽري جنرل جي عهدي تان هٽائي، مگر هو ڪامياب نہ ٿيو. الوش فتح ۽ پي ايل او جي اڳواڻ خاص ڪري ياسرعرفات تي تنقيد جي مهم جاري رکي.

الوش ۽ پي ايل او جي وچ ۾ اختلاف اپريل 1978 ۾ ان وقت ختم ٿيا جڏهن اسرائيل لبنان تي چڙهائي ڪئي. جنهن کي لتاني (Littani) آپريشن جو نالو ڏنو ويو. (لبنان جي ڏاکڻي حصي ۾ لتاني هڪ ندي آهي جنهن جو نالو لتان آهي) انهيءَ اسرائيل جي خلاف لڙائي دوران فتح جا ڪيترا ميمبر ياسرعرفات تي ناراض هئا، جيڪي خاص ڪري ياسرعرفات جي اقوام متحده جو سيڪيورٽي ڪائونسل جي ريزوليوشن نمبر 425 کي قبول ڪرڻ جي رضامنديءَ تي وڏيڪ ناراض هئا. جنهن تحت جنگ بندي عمل ۾ آئي ۽ اقوام متحده جون فوجون (U.N.I.F.I.L) ڏکڻ لبنان جي علائقي ۾ پهچي ويون.

ان جي نتيجي ۾ سچي تنظيم جي هاءِ ڪمانڊ ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي ويئي. جن ياسرعرفات جي حمايت ڪئي انهن ۾ ابوجهاد، ابو وليد (Abu Wal-id) (جيڪو 1982ع ۾ شام ۾ گذاري ويو) ۽ ٻيا اڳواڻ شامل هئا، جڏهن تہ مخالف ڌڙي ۾ ابوصالح (Abu Salah)، ابو داؤد (Abu Daud)، ۽ ٻيا شامل هئا. الوش ۽ ابو داؤد جيڪي اڳ ۾ ئي ابوندال کي سڃاڻندا هئا،

جنهن هن سان گڏ ڪميونسٽ چين ۽ اترڪوريا ۾ فوجي تربيت حاصل ڪئي هئي. بغداد پهچي ويا ۽ ياسرعرفات کي مخفي طور ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

عراقي سيڪريٽ سروس جي وڏيڪ مدد سان ابوندال 150 پنهنجن ماڻهن تي مشتمل هڪ جٿو لبنان پهچايو جيڪو ابو داؤد جي اڳوڻيءَ ۾ تربيت حاصل ڪرڻ ۾ لڳي ويو. انهيءَ تربيت ۾ اها سکيا به شامل هئي، ته ڪهڙي طرح ڏکڻ لبنان ۾ اسرائيلي ڊفينس فورس واري لائين پار ڪجي. جڏهن بارڊر پار ڪجي ته پوءِ اسرائيل جي خلاف سندن حدن ۾ اهڙيون ڪاروايون عمل ۾ آڻين، جو فائربنديءَ واري عمل کي سبوتاز ڪيو وڃي. فتح ڪمانڊ پنهنجي فوجي ڏڙي جي ڊيوٽي ڪمانڊر خليل الوزير (ابوجهاد) جي مدد سان ڪنهن به نموني ان منصوبي کي اگهاڙو ڪيو ۽ ڪيترن گروپ جي ميمبرن کي گرفتار ڪيو ۽ ابو داود پاڻ انڪار ڪيو مگر ان دوران ابو دائود جي ڪن وفادارن فتح تنظيم جي بيروت ۾ أبرا (Ubra) ڪئمپ جي ڪجهه مرڪزن تي حملو ڪيو، ان سخت لڙائيءَ ۾ سورنهن ماڻهو قتل ٿيا ۽ ڪيترا زخمي ٿيا. جنهن جي جواب ۾ عرفات جي ماڻهن ڏکڻ لبنان ۾ نباتيا (Nabatayya) ڪئمپ تي حملو ڪيو جتي ابودائود جا ماڻهو هڪ هنڌ گڏ هئا انهن کي گرفتار ڪيو ويو، ان کان پوءِ، جون جي مهيني ۾ ابودائود جي ٻن ساٿين کي ڦاسي ڏني وئي. اها لڙائي ڪيترا ڏينهن هلي جنهن ۾ فتح جي اڳواڻن خاص ڪري ياسر عرفات جي خلاف ٽيون محاذ کليو هو. پهريائين اهڙا حملا 1966ع ۾ ٿيا هئا. ۽ ٻيو دفعو 1973ع ۾ جڏهن ابوندال کي مجرم قرار ڏنو ويو هو.

مگر ابودائود، الوش ۽ ابوندال جي درميان ٻڌي گهٽو وقت نه هلي، ابو دائود پنهنجو ذهن بدلايو. پنهنجي ڪيل ڪاروائين جي معافي ورتي ۽ ڪيس ٻيهر فتح ۽ پي. ايل.او ۾ واپس قبول ڪيو ويو. ناجي الوش وڏيڪ ڪجهه وقت ابوندال جي حمايت جاري رکي مگر آخرڪار 1979ع ۾ ڪيس ڇڏي لبيا روانو ٿيو. جتي لبيا جي ليڊر ڪرنل معمر قذافي سندس همٿ افزائي ڪئي ۽ سندس اڳواڻيءَ ۾ پنهنجي هڪ تنظيم قائم ڪئي جيڪا نومبر

1979ع ۾ عرب پاپولر لبريشن فرنٽ (Arab popular liberation Movement) جي نالي سان وجود ۾ آئي.

جڏهن ابوندال، الوش ۽ ابودائود جو ڳانڍاپو ديرپا ثابت نہ ٿيو هو. ان جو اظهار نهايت ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو پهريون واقعو هو جنهن ۾ ابوندال گروپ جي پنهنجي مفروضي جو کليل اظهار ڏسڻ ۾ آيو ۽ صاف ظاهر تاثر مليو تہ ابوندال جي پنهنجي حيثيت هڪ گن بردار (Hired Gun) جي آهي. سندس پنهنجن ئي ساٿين کي شامل رکڻ ۾ ناڪامي هڪ اهم واقعو آهي جنهن ثابت ڪيو تہ ابوندال جو گروپ سچ پچ هڪ ماڻهوءَ جي ڪاروائيءَ آهي ۽ هو، پنهنجي سر ڪنهن ٽيم ۾ هڪ حصيدار جي حيثيت ۾ ڪم ڪري نٿو سگهي.

ماٽي اسٽينبرگ (Matti Steinberg) کي يقين آهي تہ ناجي الوش ۽ ابودائود جي ابوندال کان ڌار ٿيڻ جو مکيہ سبب اهو آهي تہ انهن گروپ ۾ ابوندال جي آمرانہ ڪردار کي چئلينج ڪيو. ان کان علاوہ سندس طريقڪار تي بہ نڪتہچيني ڪئي ۽ ان جي جواب ۾ نہ صرف ابوندال سندن ياڳي پائيواريءَ کان انڪار ڪيو پر آگسٽ 1981ع ۾ ابوندال جي ماڻهن وارسا (Warsaw) ۾ ابودائود کان بدلو وٺڻ ۽ کيس قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

1978ع ۾ ابوندال جو الفتح کان ڌار ٿيڻ بہ سندس خود مختيار اقتدار جي خواهش جو وڏيڪ مثال پيش ڪري ٿو، جيڪو سندس گروپ جي جمهوري اقتدار جي نفي ڪري ٿو. جنهن جو هن پاڻ ۽ مروان البانا اظهار ڪيو هو تہ سندن گروپ جو بنياد جمهوريت تي آهي. جنهن جو حقيقت سان ڪوبہ واسطو يا تعلق نہ آهي. اهڙن اظهارن جو مقصد ان ساري حقيقت کان منهن موڙڻ ڏکيو تہ آهي، نہ فتح جي مقابلي ۾ جتي ياسرعرفات کي مڪمل ڪنٽرول ڪرڻ جو ڪوبہ حق نہ آهي. ابوندال گروپ ۾ هڪ جهڙي گڏيل اڳواڻي نہ آهي ۽ ابوندال جو نڪتل لفظ صرف آخر آهي.

اهو چوڻ ڪڏهن بہ قابل قبول نہ رهيو آهي تہ شروع ۾ گروپ جي روا جي بناوت فتح سان مطابقت رکي ٿي مثال طور گروپ جا بہ وڏا حصا آهن.

جنهن ۾ سياسي پاڱو اطلاعاتي خدمت ، پروپيگنڊه ۽ رقمون حاصل ڪرڻ تي مشتمل آهي. هي اهو حصو آهي جنهن ۾ مروان البانا پاڻ کي پيش ڪيو هو، هن جون اهي ٻه ذميواريون آهن تہ گروپ جو اشاعتي ڪم ڪري ۽ اسڪالرشپون ورهائي. 1970ع ۾ ان ريڊيو اسٽيشن کي پڻ هلايو ويو جيڪا عراقي حڪومت سندن حوالي ڪئي هئي.

ملٽري ونگ، جنهن جو نالو العاصفہ (The Storm) طوفاني جٿو آهي جنهن جون ذميواريون آهن تہ وڙهندڙن جون ڀرتيون ڪري، تربيت جو انتظام ڪري. ۽ ڌمڪائيندڙ ڪارروايون ڪري. (جنهن جو نائف روسن ڊپٽي ڪمانڊر هو) ان جو ڪجھہ ننڍڙو حصو، جيڪو انٽيليجنس جون ذميواريون جهڙوڪ پوري دنيا جي معلومات، ۽ اهڙا آسان ٽارگيٽ ڳولهڻ جن تي مستقبل ۾ حملو ڪري سگهجي، جنهن ۾ وقت ۾ وقت معلومات لنڊن جي مرڪز فراهم ڪئي هئي. جنهن جي اشاعت 7 اپريل 1986ع جي نيوز ويڪ ۾ ڪئي وئي.

گروپ جي ڪمانڊ صابري البانا ۽ ٽئين ٻين مددگارن تي مشتمل آهي. جيڪي گهڻو ڪري فتح جا پراڻا نڪتل ميمبر آهن. ٽاپ ليفٽيننٽ مصطفيٰ مورادي (Lt. Mustafa Muradi) جنهن کي ابو نظر سڏيو ويجي ٿو ۽ موتمار (the killer) ظاهر ڪيو ويجي ٿو. سيني ڪاروائن جي منصوبہ بندي ڪندو آهي. ٻين ۾ غثان العلي (Ghasan Al Ali) جنهن هڪ انگريز عورت سان شادي ڪئي هئي، ۽ ابوندال جي زور ڀرڻ تي ڪيس ڇڏٿو پيو هو. هو اڪنامڪس ۾ پي ايچ ڊي Ph.D آهي جنهن الوش کان بعد سندس جاء ورتي آهي. محمد واصفي حنان( Wasfi Hannon) ۽ عبدالرحمٰن عيسيٰ (Abd Al Rahman Isa) جن کي فتح مان الزام تراشي ڪري ڪڍيو ويو هو.گروپ جي ڪمان جنهن 1980ع تائين بغداد ۾ رهنمائي ڪئي ۽ بعد ۾ دمشق پوء لبيا ٽرانسفر ٿيو ان کان علاوه گروپ جون برانچون لبنان ۽ يورپ جي گاديءَ وارن شهرن ۾ قائم آهن.

آخري ڪجهه سالن ۾ گروپ طرفان ڪوشش ڪئي ويئي ته بين الاقوامي ڏهڪاءَ وارين ڪجهه ٻين تنظيمن سان به تعلق قائم ڪيو وڃي. جن ۾ ائڪشن ڊائريڪٽ (Action Dierect) فرانس ۾ ۽ اٽليءَ جي ڏهڪائيندڙ تنظيمن، اهو ان لاءِ ڪيو ويو ته جيئن وچ اوڀر جي هن جهيڙي ڏانهن عالمي برادري جو ڌيان ڇڪايو وڃي، ۽ هن علائقي جي بارڊر يا حدن کان ٻاهر ڪاروائين ۾ مدد ملي. هيءَ ڪوشش ساڳي برادريءَ جي تعاون لاءِ هئي. تنهن هوندي به منطقي سهڪار لاءِ اهي ڪوششون محدود پيماني تي هيون، ڇو ته ابوندال ڪي يورپ جي اهڙين تنظيمن تي اعتبار نه هو. تنهن ڪري انهن سان ذهني لاڳاپا قائم ڪرڻ کان انڪاري هو. جيتو ٽيڪ دنيا جي آزاديءَ لاءِ اتحاد واري تنظيم ساليڊيرٽي (Solidarity with the Freedom organization in the world) طرفان اهڙو اظهار ڪيو ويو هو جيڪا دنيا ۾ آزاديءَ لاءِ قائم تنظيمن جي اتحاد جي حامي آهي. گروپ پنهنجي سيڪريسيءَ ڪي وڏ ۾ وڏ اهميت ڏني، جنهن ڪري يورپي ڏهڪائيندڙ تنظيمن سان حقيقي لاڳاپا نه ٿي سگهيس.

گروپ جو اهو به چوڻ هو ته سندس گروپ جا ڪجهه مرڪز الهندي ڪناري جي مفتوح علائقي ۾ به قائم آهن. درحقيقت اسان ڪيترن محاذن تي لڙائي جاري رکي آهي ۽ ان ۾ يقين رکون ٿا ته مسلح جدوجهد ئي فلسطيني اقتدار جو واحد حل آهي. انهيءَ ڪري اسان لاءِ مفتوح علائقي ۾ اهڙيون ڪاروايون ڪرڻ اشد ضروري آهن. جنهن جو دشمن به اعتراف ڪري ٿو ته اسانجي اسرائيل جي فتح ڪيل علائقي ۾ مضبوط حاضري (موجودگي) آهي. اهڙو اظهار صابري البانا 1978ع ۾ ڪيو هو. ۽ ان کي ٻيهر 1985ع ۾ ورجايو هو. مگر اصليت ان کان مختلف آهي. گروپ جي اولهه ڪناري ۾ ڪوبه مرڪز ڪونه آهي ۽ نه وري ڪا اهڙي ڪاروائي منظر عام تي آهي. جيتوٽيڪ گروپ جا ڪيترا ميمبر انهن خاندانن مان آهن جيڪي اولهه ڪناري جا رهواسي آهن.

گروپ کي عراق، شام ۽ لبنان جي حڪومتن کان هر قسم جي مدد

حاصل آهي ۽ پڻ سنڌن سيڪريٽ سروس جي گروپ کي هٿيار ۽ بارود پهچائڻ لاءِ وڏين سيڙپن سان ڪيترائي اهم انتظام ڪيل آهن. ان کان علاوه گروپ جي ميمبرن جي تربيت، رقمون حاصل ڪري ڪين پهچائڻ ۽ هٿيار يا ڦاٽندڙ بارود، جنهن ۾ ٽائيم بم، دستي بم ۽ ريموٽ ڪنٽرول وارا بم شامل آهن، کي گروپ جي استعمال لاءِ عراقي ۽ شام جي آرمي فراهم ڪندي آهي. انهن هٿيارن ۾ زيڪوسلواڪين (Czechoslovakian) اسڪاربين گن (Scorpion gun) ۽ پوليش W.Z 63 سب مشين گن، ڪلاشنڪوف، رائفل ۽ (R.P Gund) ريپٽر سندس ميمبرن کي ڏنا ويا آهن، جن انهن هٿيارن سان ويانا (Vienna)۾ بروسلز (Brussels)، لنڊن ۽ پئرس اندر حملن ۾ استعمال ڪيا آهن، ۽ پيون خدمتون بہ شامل آهن.

عراق جي حڪومت صابري البانا جي حوالي عراق ۾ فلسطيني انقلاب جي سياسي ڪميٽيءَ جي اڳواڻي پڻ ڪئي آهي. جنهن کي "ڇٽي گروپ" (Umbrell Group) سڏيو وڃي ٿو، جنهن ۾ عراق ۾ جيڪي بہ فلسطيني تنظيمون حڪومت جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪن ٿيون، شامل آهن. ان سياسي گروپ جي اڳواڻي ڪري صابري البانا کي عراق ۾ فلسطيني ڪميونٽيءَ جي ميمبرن ۾ وڏو مرتبو حاصل ٿيو آهي.

ابوندال گروپ جا ميمبر صابري البانا جا شڪر گذار آهن جنهن کي ڇٽي گروپ جي چيئرمين شپ حاصل آهي. جنهن ڪري گروپ هڪ ريڊيو اسٽيشن حاصل ڪئي، هڪ نندڙي نيوزايجنسي.لوڪل فلسطيني اخبار ۽ اهو سڀ ڪجهہ جنهن ۾ انهن سيني ادارن کي هلائڻ لاءِ رقمون بہ شامل آهن، جملہ ضروري سهوليتون حاصل ٿيون.

اسرائيلي انٽيليجنس جي اڳوڻي سربراه برگيڊيئر جنرل يشوڪا ساگي (Yehoshua Saguy) جي 1981ع ۾ واشنگٽن پوسٽ هڪ رپورٽ شايع ڪئي هئي جنهن ۾ هن ٻڌايو هو تہ عراقي حڪومت کان ابوندال کي پنجاهہ ملين ڊالر جي مدد ملي آهي. ان کان علاوه فلسطيني شاگردن لاءِ

اسڪالرشپ فنڊ جو ڪنٽرول به سندس حوالي آهي. ابوندال کي ڪيترن عرب رياستن کان به رقمون حاصل ٿين ٿيون، جن ۾ سندس ميزبان عراق کان علاوه شام، جنهن ڪيس هڪ ملين ڊالر ڏنا ۽ لبيا به ڪيترا سوهزار ڊالر مهيا ڪيا آهن. هو جڏهن عراق ڇڏي شام پهتو ته شام ڪيس ڇهه ملين ڊالرن جي ساليانى گرانٽ ڏيڻ شروع ڪئي. لبيا جي اڳواڻ معمر قذافيءَ ڪيس ساليانو 251 ملين ڊالرن ڏيڻ جو واعدو ڪيو ته جڏهن هو تريپولي پهچندو ته ڪيس ڏناويندا.

ابواياد جي چوڻ مطابق 1978ع تائين ابوندال پنج ڪارخانه لبنان ۾ لڳايا هئا ۽ بيروت فوخاني ڪوارٽرز (Fokhani Quarters) ۾ هڪ بوتيق (Boutique) (بوتيق = جنرل اسٽور) جو پڻ مالڪ آهي. گروپ جي وڏيڪ فاضل آمدني به آهي جيڪا سادي طرح ڪنهن جو بچاءُ ڪرڻ، تيل سان مالا مال شاهوڪار عرب رياستن جي آفيسرن ۽ سياستدانن کي ڌمڪائي رقمون حاصل ڪرڻ جن ۾ سعودي عرب ۽ متحده عرب امارات قابل ذڪر آهن، جن کان ابوندال ڪيترا سال ڪيترائي ملين ڊالر حاصل ڪيا. هوڪيترن سالن کان ڪويت کي به ڌمڪائيندو رهيو آهي، ته جيڪا رقم ڪويت ۾ رهندڙ فلسطينن کان سندن ساليانى آمدني جو پنج سيڪڙو ڪٽي ڪري پي ايل او کي ڏني ويجي ٿو. اها رقم هن گروپ کي ڏني وڃي. مگر ڪويت جي حڪومت انڪاري آهي. جنهن ڪري گروپ وقفه وقفه سان ڪويت جي مفادن تي حملا ڪندو رهيو آهي.

ان ڪري ظاهر آهي ته گروپ جي ميمبرن کي رقمن جي آزادانه ترسيل سندن آزادانه ڪاروائين ۾ وڏي مددگار رهي آهي. ڇهه سال بعد فلسطيني تنظيمن پنهنجي ڌمڪائيندڙ ڪاروائين کي پوري دنيا جي اندر وڌائڻ شروع ڪيو. 1973ع جي لڙائيءَ کان پوءِ تنظيم جي اڳواڻن کي اچانڪ بهادريءَ سان اهڙن فيصلن ڪرڻ جي ضرورت کي منهن ڏيڻو پيو.

1973ع جي لڙائيءَ ۾ شڪست ان ضرورت جو احساس ڏياريو ته هو سخت عمل ڪن جڏهن ته ملين ڊالر جي ريفائنريز کي باهيون يا بين الاقوامي راندين ۾ چند رانديگرن جي قتل جهڙا ڌمڪاءُ وارا عمل ڪوبه فائدو

پهچائي نہ سگهيا هئا. بي ايل او جي آخري ڏهڪائيندڙ ڪاروائي 1973جي شروعات ۾ سوڊان ۾ سعودي عرب جي سفارتخاني تي قبضو هو. جنهن ۾ ٽي اولهہ يورپ جا سياستدان ۽ هڪ امريڪي سفير قتل ٿيا هئا. جيستائين عرفات جو تعلق آهي تہ هن لڙائيءَ جي اهڙين ڪاروائين کي ختم ڪري ڇڏيو هو، فتح کي هاڻي پنهنجي گهر جي عدالت کي منهن ڏيڻو هو. سندس "بليڪ سيپٽمبر" جون ڪاروايون اسرائيل کان ٻاهر ختم ڪرڻون هيون جنهن ڪري عرفات کي بين الاقوامي ڏهڪائيندڙ ڪاروائين کي روڪڻ جو فيصلو ڪرڻو پيو. ۽ اسرائيل جي خلاف سندس سرحدن ۽ فتح ڪيل علائقي ۾ ئي صرف مسلح جدوجهد کي نئين سر منظم ڪرڻ سان گڏو گڏ سياسي پليٽ فارم تان بہ مسئلي کي بين الاقوامي اهميت ڏيارڻ ۽ حمايت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي هئي. آمريڪي آڳواڻن سان مخفي ملاقاتن ۾ ياسرعرفات هي واعدو ڪيو هو تہ سندس تنظيم طرفان امريڪي مفادوارين جاين تي ڏهڪائيندڙ ڪاروايون بند ڪيون وينديون ۽ جيڪا فلسطيني تنظيم سندس انحرافي ڪندي، ان متعلق تفصيل يا جيڪي ڏهڪائيندڙ ڪاروايون ڪيون وڃن، انهن بابت معلومات امريڪي حڪومت کي فراهم ڪئي ويندي. سي.آءِ.اي سان رابطي ۾ سندس ماڻهو حسن سلاما (Hasan Salama) هو جيڪو اولهہ يورپ ۾ بليڪ سيپٽمبر جو آپريشنل ڪمانڊر هو. ۽ بعد ۾ ڪيس فتح جي اندورني سڪيورٽي يونٽ جو ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو. جنهن کي فورس 17 (Force 17) (عرفات 1984ع ۾ فورس17 جو ڪمانڊر ابو طيب (Abu Tayeb) کي مقرر ڪيو. جيڪو سندس باڊي گارڊ هيو. ڪيس اتان استيفا ڏياري هئي. هي حملي آوار فورس گهڻو ڪري اسرائيلي نيويءَ خلاف آپريشن ۾ استعمال ڪيو ويندو هو.) چيو ويندو هو. حسن سلاما کي 1979ع ۾ بيروت ۾ قتل ڪيو ويو. هڪ ڪتاب "ڳاڙهو شهزادو" The Red Prince جيڪو 1983ع ۾ ڇپيو ان جي ليکڪ ايتن هابر ۽ مچل بار زهار (Eitan Haber and Michael Bar Zahar). جيڪو نيسٽ (Knesset) جو سابق ميمبر هيو

لکيو هو تہ سلاما کي اسرائيلي موسائڊ ميونخ ۾ 1972ع ۾ اسرائيلي رانديگرن جي عيوض قتل ڪيو هو.

ڪنهن بہ سبب جي ڪري جنهن جا ظاهر ۾ بہ سبب آهن فتح ۽ پي ايل او جي وچ ۾ تڪرار شروع ٿيو. پهريون تہ اها حقيقت هئي تہ ياسرعرفات يو. اين (U.N) جي جنرل اسيمبليءَ کي 1974ع ۾ خطاب ڪيو ۽ پيو تہ هو هاڻي ان تي راضي هو تہ سياست ۾ چالبازيءَ کان ڪم وٺي پنهنجو مقصد حاصل ڪجي. جنهن کي سندس مخالفن سمجهيو تہ هو پنهنجهي اصل مفروضي (نظرئي) کان هٽي ويو آهي ۽ مسلح جدو جهد رستي ڪاميابي حاصل ڪرڻ کان انڪار ڪري رهيو آهي. پر جڏهن هن جنرل اسيمبلي کي خطاب ڪيو هو تہ سندس تقرير ٻڌي پنهنجو عقل وڃائي ڇڏيو هو. هو جڏهن نيويارڪ ۾ اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ کي خطاب ڪرڻ لاءِ اٿيو هو تہ مخصوص سڃاڻپ واري پوشاڪ "ڪفيا" (Kufiya) ۾ ملبوس هو تڏهن سندس هڪ هٿ ۾ زيتون جي ٽاري هئي "جيڪا امن جي نشاني آهي" ۽ ٻئي هٿ ۾ روالور پنهنجي تقرير دوران ياسرعرفات فلسطيني چارٽر جي مکيہ شرطن کي گهٽ ۾ گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ خاص ڪري سيڪشن 5،4 ۽ 6 کي ڊاڪيومينٽ تان هٽائڻ جو اظهار ڪيو. جن ۾ هڪ فلسطينيءَ جي تعريف ڪئي ويئي آهي تہ "فلسطيني ڪير آهي".

ياسرعرفات جي مخالفن جو نظريو سمجهڻ لاءِ اسان کي چارٽر جي پس پشت ڏسڻو پوندو. اهو ياد ڏيارڻ ضروري آهي تہ اهو چارٽر 10 سال اڳ 1964ع جي مئي جي آخر اوير يروسلم اندر پي ايل او تيار ڪيو هو. ان ميٽنگ اندر جنهن ۾ هن چارٽر کي ترتيب ڪرڻو هو، سا ڪجهہ مهينا اڳ سڏائي ويئي هئي، جڏهن تہ ان ساڳي سال اندر جنوريءَ ۾ قاهره ۾ عرب ڪانفرنس ختم ٿي هئي،اها سمت اسرائيل جي ان اعلان کان پوءِ گهرائي ويئي هئي، جڏهن اسرائيل اعلان ڪيو تہ هو گئليلي سمنڊ (Galilee Sea) کان نيگوف بيابان (Negov Desert) تائين پاڻيءَ جي قومي پائيپ لائين تيار ڪري رهيو آهي، مصر جي صدر جمال عبدالناصر لڳاتار

عرب رياستن تي زور ڏيندو رهيو تہ هو اسرائيل سان مسلح جنگ جو تيستائين آغاز نہ ڪن جيستائين هو پنهنجي فوجي طاقت کي خاص ترقيءَ تي نٿا آڻين. انهيءَ جي جواب ۾ عرب رياستن مان هن جي دشمن صدر ناصر کي هڪ گيدي ۽ ڪمزور حڪمران قرار ڏنو ۽ الزام هنيو تہ هو فلسطين جي مسئلي کان انڪاري آهي.

هن پنهنجي دشمن کي سمجهڻ لاءِ اها سمت سڏائي هئي ۽ ڪانفرنس تي زور ڏنو تہ هو ان ريزوليوشن کي قبول ڪن تہ هو اردن نديءَ جي پوري طاقت کي هڪ گڏيل طاقت ۾ تبديل ڪن. جنهن جي نتيجي ۾ پي.ايل.او جو بنياد پيو.

فلسطيني آزاديءَ جي تحريڪ پي ايل او جي بنيادي ميٽنگ ۾ وچ اوڀر جي سموري فلسطيني برادرين جي رهبرن شرڪت ڪئي. جيڪي پراڻي دور جا اڳواڻ هئا. جن کي رسم ۽ رواج جي تهي يا پيڙهي سڏي سگهجي ٿو. جن کي عربي ادب ۾ "چڙويچڙ پيڙهي" خطاب ڏنو. ڪانفرنس فلسطيني متحرڪ اڳواڻ احمان شوقيريءَ (Ahman Shuqayri) کي چيئرمين ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ چونڊيو ۽ فيصلو ڪيو تہ پئلسٽائين لبريشن آرميءَ (P.L.A) قائم ڪيو وڃي. انهيءَ ڪانفرنس ۾ فلسطيني نيشنل چارٽر کي منظور ڪيو ويو جنهن فلسطيني تحريڪ کي ان وقت تائين ڳنڍي رکيو هو. چارٽر جي سيڪشن پنجين ۾ چيو ويو آهي تہ "فلسطيني عرب قوميت وارو اهو آهي جيڪو 1947 تائين فلسطين ۾ رهيو آهي. پوءِ کيس اتان ڪڍيو ويو هجي يا رهندڙ هجي. انهيءَ دور کانپوءِ جيڪو بہ فلسطيني پيءُ جو پٽ ڄائو آهي اهو بہ فلسطيني آهي پوءِ چاهي فلسطين ۾ يا ان کان ٻاهر ڄائو آهي."

سيڪشن 6 ڇهين ۾ ٻڌايل آهي تہ:

"يهودي جيڪي رواجي حالت ۾ فلسطين ۾ رهيا آهن. جيستائين يهودي حملي جي شروعات نہ ٿي آهي. انهن کي بہ فلسطيني سمجهيو ويندو".

يهودي حملا ڪڏهن شروع ٿيا؟ اهي وري گنجائش کان وڌيڪ سمجهائن ٿا. ڪجهہ ان جي شروعات 1882 سمجهن ٿا. جنهن هڪ مٺ جيترو هووي يهودي گروپ (hovevei zion groups) جيڪي جديد

صيهونيت جا تبليغ ڪندڙ اڳواڻ هتي اچي هن ملڪ ۾ آباد ٿيا هئا. ڪجهه 1917ع چون ٿا، جڏهن بالفور (Balfour) ڊڪليئريشن (اعلان) برطانيه جي حڪومت جاري ڪيو هو. ان مان ظاهر آهي ته هي سيڪشن ۽ پڻ پيا جن ۾ چيو ويو آهي ته "صيهو نيت جو بين الاقوامي سرمائيداريءَ سان تعلق آهي ۽ دنيا ۾ آزادي ۽ ترقي پسند تحريڪن جي سيني ڪاروائين جي دشمن رهي آهي". ۽ هوءَ پنهجي فطرت ۾ ڪٽر مذهبي ۽ تعصبي نسل پرست آهي. هن جو مقصد لالچ، جارحيت تي بينڪي راڄ قائم ڪرڻ هيو. ۽ پنهنجي ۽ وسيع پڪيڙ تي ڪردار ۾ ظالم ۽ فاشت آهي. جنهن جي خلاف سخت گير مسلح جدوجهد، آزادي جي حق ۽ انصاف وارو عمل آهي. ان لاءِ ته فلسطين کي آزاد ڪرائي سگهجي ۽ صيهونيت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري. فلسطين مان هڪالي ڪيجي. جيتوڻيڪ اها حقيقت آهي، پر تنهن هوندي به ان وقت جي ڪجهه فلسطيني ذهين ميمبرن ان تي اعتراض ڪيو هو. انهيءَ پس منظر واري وضاحت جي ڪري پي ايل او جي ميمبرن جي وچ ۾ مخالفت کي سمجهڻ ۾ آساني ٿيندي.

ياسرعرفات يونائيٽيڊ نيشن جي جنرل اسيمبلي ۾ اظهار ڪيو هو ته "مستقبل جو فلسطين انهن سيني يهودين کي بنا ڪنهن متيبدجي رهڻ جي اجازت ڏيندو جيڪي هتي امن سان رهڻ پسند ڪندا." ياسر عرفات جو اقوام متحده ۾ ظاهر ٿيڻ سندس ان فيصلي تي ٻڌل آهي ته هو چاهي ٿو ته سياسي ميدان ۾ پنهنجو آخري مقصد حاصل ڪيو وڃي. اها تبديلي 1974ع جي ابتدا ۾ قلمي بنيادن واري پرچار تي شروع ٿي، جيڪا 1973 جي لڙائيءَ کان پوءِ يڪدم باشعور نوجوانن کي چڙ ڏيارڻ يا ڪاوڙائڻ ۾ عملي طرح سهڪاري بڻي.

آڪٽوبر 1974ع ۾ عراق جي سربراهيءَ ۾ الجيريا ۽ ڏکڻ يمن جي بغداد ۾ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ P.F.L.P جي اڳواڻن، احمد جبرائيل جي تنظيم ۽ "عرب لبريشن فرنٽ" (A.L.F) ۽ ابوندال شرڪت ڪئي. ڪانفرنس .P.L.O جي تازي ڪلابازيءَ جي مخالفت ڪئي ۽ انهن

"فلسطينن جي فرنٽ قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو، جيڪي ان پيش پوڻ واري ٺهراءَ کي ردڪن ٿا (The Front of these Palestinians who Reject solutions of surrender) جنهن کي ٿورن لفظن ۾ رد ڪندڙ گروپ (Rejectionist group) سڏيو ويو. ڪانفرنس ۾ شريڪ ڪار خاص ڪري ابوندال ، پي ايل او جي ان فيصلي جي خلاف جنهن ۾ بين الاقوامي ڌمڪائيندڙ ڪاروايون بند ڪرڻ، بليڪ سيپٽمبر کي بند ڪرڻ، امريڪي سيڪريٽ سروس سان سهڪار ڪرڻ، مسلح جدو جهد سان گڏو گڏ سياسي سرگرميون وڌائڻ ۽ خاص ڪري اسرائيل سان مخفي ملاقاتن جي شروعات ڪي، "فلسطيني ڪاز کي وڏو ڌڪ رسائڻ " جو اظاهر ڪيو.

هن نئين فرنٽ جو خاص مقصد اهو هيو تہ هو اهڙي امن ڪانفرنس کي ابتدا ۾ ئي روڪين جهڙي ساڳئي مقصد لاءِ ڊسمبر 1973ع ۾ جنيوا (Geneva) ۾ ٿي چڪي هئي جنهن ۾ مصر، اسرائيل، سويت يونين ۽ آمريڪا شرڪت ڪئي هئي ۽ اها جنيوا ڪانفرنس بغير ڪنهن فيصلي جي ہي ڪانفرنس تائين ملتوي ڪئي وئي هئي جنهن ۾ هن جهڳڙي سان متعلق سيني پارٽين جي شرڪت لازمي قرار ڏني ويئي هئي ۽ فلسطيني اڳواڻن جي شرڪت بہ لازمي هئي.

پي.ايل. او ۽ فتح جي سيني انهن سياسي پاليسين ۾ تبديلن صابري البانا کي غمگين ۽ ڏکارو ڪيو ۽ هن عراقي سيڪريٽ سروس جي مدد سان بدلو وٺڻ لاءِ ڪاروراين جي هڪ رٿا تيار ڪئي.

ابواياد پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ فلسطيني نوجوان گروپ فيصلو ڪيو هيو تہ جورڊان، موراڪو، سعودي عرب جي بادشاهن ۽ سوڊاني صدر نميريءَ کي قتل ڪيو وڃي. جنهن لاءِ انهن آڪٽوبر 1974ع جي آخر ۾ اهو وقت منتخب ڪيو هو جڏهن رباط (Rabat) ۾ عرب سربراه ڪانفرنس ڪوٺائي وڃي (جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو هيو تہ جورڊان جي بجاءِ پي.ايل.او کي فلسطيني عوام جو نمائنده تسليم ڪيو وڃي). موراڪو

جي سيڪريٽ سروس ان منصوبي کي ظاهر ڪيو جيڪي منصوبي ۾ شامل هئا تن کي گرفتار ڪيو ويجي مگر انهن فردن ابوندال کي ان منصوبي ۾ ملوث نہ ڪيو، جنهن جي ڪري ڪيس وڏيڪ موقعو مليو تہ هو پنهنجا سمورا ذريعا استعمال ڪري الفتح جو هن دنيا مان نالو نشان متائي ڇڏئي.

گروپ جي ڪجهہ ميمبرن انهيءَ سال نومبر ۾ برطانيہ ايئرلائين جو هڪ جهاز اغوا ڪري تيونس ۾ لاٿو ۽ گروپ جي 15 ميمبرن کي جيڪي مصر ۾ قيد هئا آزاد ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. ابو اياد لکي ٿو تہ سندن اهو بہ مطالبو هيو تہ پي.ايل. او جي ياسر عرفات جي اڳوڻيءَ ۾ نيويارڪ ۾ اقوم متحده جي جنرل اسيمبلي ۾ موڪليل وفد کي بہ واپس موٽايو وڃي. مصر جي صدر جي خصوصي عرض تي صلاح خلف جيڪو صابري البانا کي فتح ۽ بليڪ سيپٽمبر جي ڏينهن کان ڄاڻندو هيو کي مقرر ڪيو ويو تہ هو گروپ جي ميمبرن سان صلح جا مذاڪرات ڪري. ابواياد جي چوڻ مطابق ان قضئي جي خوشگوار پڄاڻي ٿي. اغوا ڪندڙن پنهنجا مطالبا واپس ورتا ۽ ٻيهر فتح ۾ شامل ٿي ويا.

اهڙي نموني ابوندال جي هڪ ٻي ڌمڪائيندڙ ڪاروائي ناڪام ويئي هئي. پر ابوندال جي ٻين ميمبرن جي حملي جو طريقيڪار ۽ اختتام ائين نہ رهيو آهي. نومبر 1974ع جي شروعات ۾ بيروت جي يو. پي آءِ (U.P.I) خبرون نشر ڪندڙ ايجنسيءَ رپورٽ ڏني تہ الفتح جي ڪورٽ صابري البانا کي ڏوهي ٺهرايو آهي تہ هو ياسر عرفات جي تنظيم خلاف هٿيار بند بغاوت ڀڙڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.

اهڙي تهمت واري زير زمين بيان پڌري ٿيڻ سان ۽ ريڊيو فلسطيني انقلاب جو آواز، جيڪي بغداد کان نشر ڪياويا، جيڪا نشريات ابوندال جي نگراني هيٺ هئي، تنهن ٻڌايو تہ اها راءِ پي. ايل. او جي طويل مقصد واري پوزيشن جي عڪاسي نٿي ڪري.

اهو صاف ظاهر آهي تہ پي. ايل. او ۽ الفتح جي قيادت ابوندال تي الزام تراشيءَ جو بهانو بنائي تحريڪ مان خارج ڪرڻ گهرن پيا. اصل حقيقت ۽ سبب اهو هو تہ هو مرڪزي ڪمان يا سندس اٿارٽي ڪيس ڏکهي جدوجهد

۾ ڪارگر مددگار قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هيون.

انهيءَ سال آڪٽومبر ۾ دمشق جي پسگردائي ۾ هڪ گهر مان ڪجهہ مسلح افراد پڪڙيا ويا هئا. اهو گهر محمد عباس جي گهر جي ويجهو هيو جيڪو فتح جو خزانچي هيو. محمد عباس جي باڊي گارڊن انهن کي پڪڙيو هو. گهڻي پڇا کان بعد آخر انهن قبول ڪيو هو تہ اسان ابوندال جي گروپ جا آهيون. جنهن ڪين نہ صرف محمد عباس پر ياسرعرفات کي بہ قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو هيو.

فتح ڪورٽ ۾ ڪيس هلڻ ڪانپوءِ صابري البانا کي سندس غير حاضري ۾ موت جي سزا ڏني ويئي. حملو ڪندڙ گروپ جي ٽن ميمبرن کي هڪ سال کان 7 سالن تائين سخت پورهئي سان جيل جي سزا ڏني ويئي. فتح جي اڳواڻن بغداد جي حڪومت کان ابوندال جي گهر ڪئي تہ جيئن ان سزا تي عمل ڪرايو وڃي مگر عراقي حڪومت صاف انڪار ڪيو.

صابري البانا جي اهڙين ڪاروائين پي.ايل.او جي اڳواڻن ۾ بيچيني پيدا ڪئي هئي. جڏهن تہ فلسطيني تنظيمن جي فائيلن ۾ اهڙا تلخ واقعا ڪيترائي درج هئا جن ۾ آزاديءَ لاءِ جدو جهد ڪندڙ گروپن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿي هئي. آخر ۾ سيني گروپن هڪ گڏيل اجلاس ۾ زباني اقرار ڪيو هو تہ هو ڪڏهن بہ هڪ ٻئي گروپ جي اڳوڻن تي قتل وارا حملا نہ ڪندا. ڌرين جي وچ ۾ لڙائيءَ خونريزي جائز هئي، پر اهي ڪنهن بہ اڳواڻن خلاف ڪڏهن بہ ملوس ڪونہ ڏٺا ويا آهن. اهو هيو خاموش معاهدو، جيڪو پوري طرح، اهو عجب جهڙو معاهدو هڪ سال مس جٽاءُ ڪري سگهيو. ايستائين صابري البانا بہ نڪري نروار ٿيو. هن جا حملا (ACTION) ايڏا خطرناڪ سمجهيا ويندا هئا جو سندس نوان ساٿي رجيڪشنسٽ فرنٽ وارن متي جاٿايل معاهدي تحت هن سان تعاون ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

صابري البانا رجيڪشن فرنٽ کي رٽ ڏني تہ لڙائي ۾ هٿ وجهڻ جو مطلب ديش دروهيءَ الفتح ۽ پي ايل او کي خارج ڪرڻ آهي. جڏهن پوري اختياري سان هن ساڻ هم آهنگ ٿيڻ کان انڪار ڪين. تڏهن هن فرنٽ کي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو.

جيتوڻيڪ فرنٽ ۾ شامل فلسطيني ڪئمپ جي اڳواڻن جي وڏي تعداد ۾ البانا جاويجها دوست ۽ ساٿي به شامل هئا جن سندس منصوبن کي رد ڪري علهدگي اختيار ڪئي هئي، تڏهن به عراقي حڪومت جي طرفان مڪمل ساٿ جي يقين دهاني البانا کي خوشين سان تمتار ڪيو.

جيتري قدر صدام حسين جو تعلق آهي، هن جي لاءِ ابوندال جون خدمتون وڏي فائدي واريون هيون. جنهن فتح جا اهڙا ماڻهو هٿ ڪيا هئا جيڪي سندس قتل جا خواهشمند هئا. ان ڪري بغداد سندس انهن ڪاروائين ۾ پنيرائي جاري رکي جيئن هو فلسطيني تحريڪ ۾ سندن دشمن قوتن کي ختم ڪري. انهيءَ وچم اپريل 1980ع ۾ بلگراد ۾ ابواياد تي ڪيل سندن حملو به نڪام ويو هو. جنهن جو مطلب هو ته عراقي حڪومت فلسطيني عوام جو هڪ دشمن تيار ڪيو هيو. انهيءَ دور ۾ شامين هينئين ڳالهين ڪري لبنان تي حملوَ ڪيو. شامي عيسائين (CHRISTIAN) جي بچاءُ ۾ لبنان اندر داخل ٿيا، جيڪو هن سيني مسلمانن ۾ جهيڙي جو ڪارڻ بڻيو ۽ دروز (DRUSE) مليشيا ۽ ڪاهي ڌر جي فلسطيني قوتن وچم خانه جنگي (CIVIL WAR) جي آفت اچي ٿئي، شام جو صدر حافظ الاسد هن علائقي کي به پنهنجي وڏڙن ابن ڏاڏن جي ڌرتي يا قديمي وارث پيو چاٿي ته ڪنهن به طرح انهن پنهي لبنان ۽ فلسطين کي "عظيم تر شام" (GREATER SYRIA) ۾ شريڪ ڪجي، پر هو هن پاڙيسري کي موجوده ساڳين (STATUS QUO) حدن ۾ تبديليءَ جي اجازت ڏيڻ لاءِ تيار ڪونه هئا. تنهن ڪري هو اسد حڪومت ۾ ڪا وڏي اميد رکي نٿي سگهيا، انڪري "فلسطين جي آزادي" وارو سڏ ڪيئن موثر ٿيندو، البت، بنسبت مسلمانن سان مدد ڪرڻ جي هو تڏهن ڪرسچن کي امداد ڪري ٿو. لبنان تي شام جي چڙهائي ابوندال ۽ هنجي عراقي پوءِ لڳن کي بهتر پئي لڳي، شامي ٽارگيٽ (نشانن) تي ابوندال جا حملا ته رکو بهانو هيا. اهو صاف ظاهر آهي ته شروعاتي منصوبه بندي ۾ جنبش پيدا ڪندڙ قوت، انهن سمورن حملن جي پس منظر ۾ اصلي هٿ بغداد حڪومت جو

هيو. شامي حملا ابوندال کي عملي سرگرميءَ ۾ آدرشي انصاف مهيا ڪن پيا.

جيتري قدر ابوندال جو تعلق آهي تہ جهڙي طرح اردن جي حڪومت 1970ع ۾ فلسطين کي چيپاڻ لاءِ ڪوشش ورتي هئي، ساڳي طرح هاڻي شام عيسائين جي مدد پيو ڪري. ان جي عيوض فتح طرفان ساڳي منطق تحت بليڪ سيپٽمبر تنظيم قائم ڪئي هئي تہ جيئن عرب ديش دروهين کي منهن ڏئي سگهجي ۽ اهو اردن جي بيوفائي ۽ ڍوهہ ڪانپوءِ ڪيو ويو. تنهن ڪري ابوندال بليڪ سيپٽمبر جي بدلي ۾ ساڳي نموني سان بليڪ جون (BLACK JUNE) هڪ نئين تنظيم منظم ڪئي. جنهن کي همعصر دور ۾ "مقصد سان ويساهہ گهاتي" ڪندڙن لاءِ استعمال ڪيو ويو.

حقيقت ۾ ابوندال جي تنظيم نئين نالي هيٺ آئي هئي. البانا اهي سمورا ذريعا، ۽ سڀ جا سڀ ماڻهو بنا ڪنهن تنظيمي جوڙجڪ جي، جيڪي 1973ع کان بغداد ۾ ڪٺي ڪيا هئا. سي سڀ شام تي حملن ۾ ڪم آندائين.

انهيءَ عمل جي نتيجي ۾ سيپٽمبر 1976ع ۾ گروپ جي چئن مسلح ماڻهن دمشق جي دل سيميراميز (SEMIRAMIS) هوٽل تي حملو ڪيو ۽ ڪيترن رهندڙ مهمانن کي يرغمال بنايو جن جي آزاديءَ جي عيوض شامي حڪومت کان مطالبو ڪيو ويو تہ انهن حڪومت جي مخالف ڪيترن سياستدانن، جن کي جيل ۾ بند ڪيو ويو هو آزاد ڪري، جن ۾ ڪيترائي انٽيليجنس جا ايجنٽ هئا مگر اسد جي حڪومت انڪار ڪيو ۽ ان جي بدران فوجي فورس کي آڊر ڏنو ويو تہ هوٽل تي قبضو ڪري يرغمالين کي آزاد ڪرائين. نتيجي ۾ هڪ ڌماڪائيندڙ ۽ ٽي هوٽل جا مهمان قتل ٿيا. ان کان هڪ ماهہ پوءِ پاڪستان ۽ اٽليءَ ۾ شام جي سفارتخاني تي حملا ڪيا ويا.

ڊسمبر 1976ع ۾ ابوندال گروپ جي ميمبرن شامي وزير خارجہ عبدالحليم خدام(ABD AL HALIM KHADDAM) کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن ۾ هڪ مسلح موٽر سائيڪل سوار خدام جي ڪارتي فائر ڪيا جيڪا هاڻ وي تي دمشق ۽ ايئرپورٽ جي وچ ۾ سفر ڪري رهي هئي جنهن ۾ هڪ باڊي گارڊ قتل ٿيو ۽ هڪ وزير زخمي ٿيو هو، ان ڪانپوءِ پوري هڪ سال بعد پيهر خدام کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش

ڪئي ويئي. اهو حملو خدام تي دبئي ايئرپورٽ جي ٽرمينل تي ڪيو ويو جنهن ۾ اتفاقي طور عرب امارات جو وزير خارجه صائف بن سعد الغباش (Saif bin Saad Al Ghubash) قتل ٿيو ۽ عبدالحليم خدام هن ڀيري به خوش قسمتيءَ سان بچي ويو.

انهيءَ دوران شام ڪنهن سببن ڪري فيصلو ڪيو ته هو پوئتي نه هٽي ۽ انهن جي بيان مطابق ته وينيزوئلن (venezuelan) ڏهڪائيندڙ ۽ ڪارلوس (Carlos) جون خدمات حاصل ڪيون ته هو عراقي حڪومت کي سندن حملي جو جواب ڏيئي حساب برابر ڪري. ڪارلوس کي شام جي سڪيورٽي سروس جي سربراهه برگيڊير جنرل علي خادار (Ali Kha-dar) جي ڪمان هيٺ رکيو ويو. ٻئي طرف ابوندال گروپ جنهن کي شام تي حملي جون ذميواريون سونپيون ويو هيون. پنهنجيون رواجي ڪاروايون جاري رکيون هيون ۽ نومبر 1976ع ۾ گروپ جي چئن ڏهڪائندڙن عمان اردن جي انٽرنيشنل هوٽل تي قبضو ڪري رهواسين کي يرغمال بڻايو جنهن کي اردن جي سڪيورٽي فورس پنجن ڪلاڪن کان بعد آزاد ڪرايو. حملي دوران جيڪو اردنين محسوس ڪيو هو ته ان جي منصوبه بندي به نائف روسن ڪئي هئي، انهيءَ ڪاروائي ۾ به اردني سولجر، ٽي هوٽل جا مهمان ۽ ٽي ڏهڪائيندڙ حملو آور قتل ٿيا. جڏهن ته چوٿون ڏهڪائيندڙ زخمي حالت ۾ گرفتار ڪيو ويوَ ۽ هڪ مهيني جي ملٽري ڪورٽ ڪاروائي کان بعد ڦاسيءَ چاڙهيو ويو. ان ڪانپوءِ نومبر 1977ع ۾ اهو ڊراميدار موڙ آيو، جو صدر سادات يروسلم پهتو. جنهن ڪري ريڊيڪل عرب دنيا کيس پهريون نمبر دشمن قرار ڏنو. معمر قذافيءَ سادات جي سر جي هڪ قيمت مقرر ڪئي ۽ اهڙيون حملي آورٽيمون (Hit Teams) قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ته جيئن سادات کي قتل ڪيو وڃي.

اسٽيورٽ اسٽون (Stewert steven) دعوا ڪئي ته موسائد (Mossad) مصر جي سڪيورٽي سروس کي پيغام موڪليو ته سادات کي انهيءَ وقت ئي قتل ڪيو ويندو، تنهن ڪري ان دوري کي ملتوي ڪيو وڃي.

انهيءَ وقت ۾ ابوندال جي تنظيم، سادات کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هنجي رهنمائي بغداد مان ٿيندي هئي، تنهن ڪري هنن (سادات کي) قتل ڪرڻ جا ڪيترا ئي منصوبا جوڙي ورتا، جنهن ۾ عراقي انٽيليجنس جي مڪمل شرڪت هئي ۽ وڏ ۾ وڏ اها متحرڪ هئي. اهي هر طرف کان پنهنجي منصوبن کي مضبوط ڪرڻ لڳا، ڇاڪاڻ ته صدر سادات جا حفاظتي دستا چوڪاري سخت حفاظت رکڻ لڳا ۽ ڪنهن به غير ضروري قدم کڻڻ کان پاسو ڪرڻ لڳا. قتل ٿيڻ جي خوف کان هنن وڏو بندوبست ڪيو، ۽ جڏهن حفاظتي اپائن جو پورو يقين ٿيس، ته تڏهن سادات 1978ع ۾ ڪيمپ ڊيوڊ (Camp David) ويو. انهيءَ وقت صدر جمي ڪارٽر آمريڪا جي جاسوسي اداري کي حڪم ڏنو ته ڪوشش تيز ڪئي وڃي ۽ هر هڪ ماڻهو تي اک رکي وڃي توڙي جو اهي سادات جا ويجها صلاحڪار هجن.

جڏهن ابوندال هيءُ پلان جوڙيو ۽ فيصلو ڪيو ته اهڙا حملي جا ٽارگيٽ رکجن، جتي پهچي سگهجي، مصر هڪ اڪيلو ئي ملڪ آهي، جيڪو هاڻي وڏو دشمن آهي، مصري عوام (سادات) کي ڏسي رهيو هو ته هن کي سياسي زندگيءَ ۾ قتل جون ڌمڪيون مليون آهن ۽ هن جهڳڙو واپس ورائي پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو آهي. "مصري ڪوشش ڪن پيا ته اسانجي تنظيم منتشر (infiltrate) ٿئي." البانا اعلان ڪيو ته "ڪرنل هني عبدالعزيز (Hani Abdul Aziz) سادات جي سيڪريٽ اداري جو انچارج اسانجي تنظيم لاءِ هڪ انتقال نامون جاري ڪيو آهي، ته انهيءَ تنظيم کي منتشر ڪيو وڃي. هن به انتقال نامہ جاري ڪيا، هڪ ته سادات وٽ جيڪو وچ اوپر جي جهڳڙي جو حل هيو، انهيءَ جي مخالفن ۽ خطرناڪ مرڪز کي پاڻي پاڻي ڪيو وڃي، ۽ ٻيو مصر هن مصيبت ۾ صدقي جي ٻڪري ڳولي هٿ ڪري. 1978ع جي پهرئين مهيني ۾ عبدالعزيز عرب دنيا اندر ڪيترا جاسوسيءَ جا مرڪز جوڙيا، جن ۾ به مرڪز ڪويت ۽ بيروت ۾ خاص اهميت جا حامل هئا. تنهن هوندي به اسانجي ويڙهاڪن ٽن مهينن جي اندر سيني جاسوسي مرڪزن جو يا ته مڪمل خاتمو ڪيو يا سندن رابطو روڪي ڇڏيو.

ڪڏهن ڪڏهن طبعي بنيادن تي ڪو لاڳاپو ٿيندو هين. نه ته باقي هميشه لاءِ پڙپڏرو ڪري ڇڏيو هون. جنهن جي نتيجي ۾ سادات کي آخرين ڏڪ لڳو. ۽ انجي ردعمل ۾ اسان ڏٺو ته قبرص ۾ رڳو حيوانيت هئي.

سائپرس ۾ چا ٿيو هو جنهن ابوندال کي پنهنجي مڊل ايسٽ جي انٽرويوءَ ۾ اظهار ڪرڻ ۽ پنهنجي فتوحات جو ذڪر ڪرڻ تي آماده ڪيو هو.

حقيقت اها آهي ته ابوندال جي زندگيءَ جي واحد ڪاميابي اها هئي جنهن ۾ هن مصري اڳواڻيءَ جي هڪ خاص شخصيت تي حملو ڪيو هو. فبروري 1978ع ۾ سادات جي يورسلم کان واپسيءَ جي ٽن مهينن بعد ابوندال جي ماڻهن يوسف صبائي (Yosuf Sibai) چيئرمين مصري نيوز پيپر سنڊيڪيٽ ۽ سادات جي اهم دوست تي حملو ڪيو. جنهن کي سائپرس جي گاديءَ واري شهر نڪوسيا (nicosia) جي هلٽن هوٽل ۾ داخل ٿيڻ وقت گوليءَ سان قتل ڪيو ويو هو.

اها اهڙي ڪاروائي هئي جهڙيون دمشق، عمان ۽ ابوڌبئي ۾ ڪيون ويون هيون. حملي ۾ ناڪاميءَ جي صورت ۾ راه فرار اختيارڪرڻ جي بجاءِ هن دفعي ٻئي طرح منصوبندي ڪئي ويئي هئي. صبائي کي قتل ڪرڻ بعد حملا آورن هوٽل جي ڪيترن مهمانن کي يرغمال بڻايو ۽ سائپرس حڪومت کان مطالبي ۾ هڪ هوائي جهاز حاصل ڪيو ۽ يرغمالين کي آزاد ڪري نامعلوم جڳهه ڏانهن وچ اوڀر طرف پرواز ڪئي. مگر ڪجهه ڪلاڪن ڪانپوءِ وري واپس لارناڪا (Larnaca) ايئرپورٽ تي واپس لٿا ۽ معلوم ٿيو ته ڪين ڪنهن به عرب ملڪ حالانڪ عراق به پنهنجي ملڪ ۾ لهڻ جي اجازت نه ڏني. جڏهن مصري حڪومت کي خبر پيئي ته جهاز کي واپس سائپرس لهڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي تڏهن هڪ ٽرانسپورٽ جهاز ۾ ملٽري ڪمانڊو موڪليا ويا مگر سائپرس جي حڪومت سندن جهاز کي لهڻ ۽ گروپ جي ماڻهن کي گرفتار ڪرڻ يا انهن تي حملي ڪرڻ جي اجازت نه ڏني تنهن هوندي به سائپرس حڪومت انهن کي گرفتار ڪرڻ جي اجازت نه ڏني ۽ سندس نيشنل گارڊن ابوندال جي ماڻهن جو بچاءُ ڪيو. ڇاڪاڻ ته مصري

حڪومت انهن کي گرفتار ڪري قاهره ڪٺي وجي ڪيس هلائڻ پيئي گهري. جنهن کان بعد مصري ڪمانڊوز ۽ سائپرس فوج وچ ۾ وڏي رتو ڇاڻ ٿي جنهن ۾ 15 مصري فوجي هلاڪ ٿيا ۽ 17 زخمي ٿيا. مصري حڪومت اهو ڏک سهي ويئي ۽ ايڏي مخالفت ۽ خطرناڪ حملن جي باوجود سادات اسرائيل سان امن واري ڪوشش جاري رکي. ٻنهي ملڪن جا تعلقات وڌندا ويا ۽ ٻئي طرف مصري ۽ فلسطيني ڪئمپ ۾ جهيڙو وڌي ويو.

دستورالعمل سموريون فلسطيني تنظيمون، انهن سميت جيڪي رجيڪشن فرنٽ سان تعلق نہ رکنديون هيون، ۽ جيڪي انور سعادات جي يروسلم واري دوري سان واسطو نہ رکنديو هيون سي اسرائيل سان امن معاهدي لاءِ هن جي تياريءَ جا اشارا سمجهندا هئا. انهيءَ بنياد تي ڊسمبر 1977ع ۾ لبيا جي شهر ٽريپوليءَ ۾ وڏي پئماني جي هڪ ڪانفرنس گهرائي وئي، جڏهن تہ پي ايل او جي قيادت متفق راءِ سان فيصلو ڪيو تہ رجيڪشن فرنٽ بہ پلي شامل ٿئي. سي لبيا، عراق، شام، ڏکڻ يمن ۽ الجزائر سان گڏجي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا هئا. ڪانفرنس جي سربراهي ڪرنل قذافيءَ ڪئي ۽ سيني حصو وٺندڙن هڪ عام پروگرام کي قبوليو، ۾ جنهن ۾ اندرني طرح "مستقل ويڙهو فرنٽ" (Steadfastness and confrontation Front) قائم ڪيا. "جيڪي صيهونيت، شهنشاهيت ۽ انهن عربن جي، جيڪي يهودين جي ڪم ايندا هئا ۽ تعبيداري ڪندا هئا" انهن جي مخالفت ڪين، اقوام متحده ۾ سڪيورٽي ڪائونسل جي رزوليوشن 242 ۽ 338 کي رد ڪين، بين الاقوامي ڪانفرنس کي رد ڪين، سادات حڪومت جي ڏوڪيبازيءَ کان سياسي بائڪاٽ ڪرڻ. "۽ اهڙا طريقا ڳولڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ ، جنهن سان فلسطيني عوام جو حق فلسطين واپس ٿئي، ۽ سندس حق خود اختياري فلسطيني ڌرتيءَ جي هر هڪ حصي سميت، جنهن کي آزاد ڪرائيندا سين سواءِ انجي جيڪا شعوري طرح بخشش ٿيل هوندي يا جيڪا ڳالهين ذريعي ڌنل هوندي، باقي واپس ڪنداسين." ياسرعرفات هن ڪانفرنس ۾ پنهنجي (الفتح) ۽ پي.ايل.او جي نمائندگي ڪئي، ۽ ان کانپوءِ بہ ٻيون ڪانفرنسون جيڪي 1978ع ۾ الجزائر ۽ بغداد

(عراق) ۾ ٿيون هيون، انهن ۾ به اهي ساڳيا لفظ ورجايا هين. جيڪي ٽرپوليءَ جي رزوليوشن ۾ پاس ڪيا هين.

ان ڪانفرنس جو سڀ کان خاص نتيجو اهو نڪتو جو آمريڪا جي سهائتا هيٺ جيڪو اسرائيل ۽ مصر جي وچ ۾ سياسي ناه ٿئي پيو ان کي نه صرف مڪمل طور رد ڪيو ويو پر ياسر عرفات ۽ رجيڪشنٽ فرنٽ جي وچ ۾ اختلاف به ختم ٿي ويا ۽ " وچايل ٻار" جارج حباش، جبرائيل ۽ حواتمه سيئي واپس هڪ هنڌ جمع ٿيا، ۽ عراق سان به اندروني طور هڪ ناه ٿي ويو ته جيئن عرفات ۽ صابري الباني جي وچ ۾ به ڇڪتاڻ ختم ٿئي. عراقي سياستدانن فتح اڳواڻن تي زور ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ته هو صابري البانا جي موت جي سزا تي ٻيهر غور ڪري ڪيس معاف ڪيو وڃي جنهن لاءِ انهن عرفات ۽ البانا جي وچ ۾ ملاقات جو به بندوبست ڪيو. مگر انهيءَ دوران اچانڪ فتح ۽ عراق جي درميان هڪ ٻيو جهڳڙو پيدا ٿيو. جنهن جي ڪري اهي خوشيءَ جا مختصر ڏينهن فتح ۽ رجيڪشنس فرنٽ جي درميان جلد ئي ختم ٿي ويا.

اهڙو عهدنامو جيڪو عرفات قبول ڪيو هو تنهن لاءِ ريڊيڪل گروپ کي ابوندال سميت يقين هو ته هاڻي ياسرعرفات پي ايل او جو چيئرمين وڏي پيماني تي ڍهڪائيندڙ ڪاروائين جي اجازت ڏيندو ۽ اسرائيل جي خلاف هٿيار بند جدوجهد شروع ڪندو. ڪجهه حالتن جي تحت فتح جي اڳواڻن خود به زير زمين رهي اهڙي ڪاروايُن ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. حالانڪ ياسرعرفات جلدئي ٻيهر مسلح جدوجهد سان گڏ سياسي تحريڪ شروع ڪرڻ جو به فيصلو ڪيو. سندس ترت آرڊر تحت، پي.ايل.او جي سياسي ڊپارٽمينٽ جي سربراه فاروق ال-قدومي (Farooq Al Qadumi) کي اهڙن حڪمن جي چاڻ نه هئڻ ڪري پي.ايل.او جا ڪجهه ايجنٽ امريڪا ۽ مصر جي حڪومتن سان رابطو ڪري چڪا هئا. اهي واسطا ان لاءِ هئا ته فلسطيني ان جي قابل ٿي سگهن ته هو امن جي ڪوششن ۾ شريڪ ٿين. جنهن ۾ هاءِ ليول جي هڪ شخصيت روزلين ڪارٽر (Rosalyn Car-

ter) صدر ڪارٽر جي زال بہ شرڪت ڪري رهي هئي. پي.ايل.او جي طرفان سعد حمامي (Said Hamami)۾ ياسرعرفات جو ويجهو دوست شرڪت ڪري رهيو هو. جيڪو لنڊن ۾ 1973ع کان تنظيم جي اڳواڻي ڪري رهيو هو. حمامي فلسطين ڪئمپ جي ميمبرن مان سيني کان وڌيڪ تڪراري ميمبر هيو. هن پنهنجي هڪ آرٽيڪل (مضمون) ۾ جيڪو لنڊن ٽائيمس ۾ شايع ٿيو هو. جنهن ۾ هن فلسطينن کي سڏ ڏنو هو تہ هو امن مذاڪرات ۾ شريڪ ٿين، جنهن ۾ هن اولهہ ڪناري ۽ غازاپٽيءَ تي مشتمل هڪ مني اسٽيٽ جي قيام جي ڀرپور جدوجهد ڪئي هئي.

ان وقت اڪثر فلسطيني تنظيمون جن ۾ فتح بہ شامل هئي اهڙي اعلان تي متفق ٿي چڪيون هيون تہ پنهنجي مذهب جي گمراهيءَ ۾ سيئي فلسطيني هڪ ٻئي کي ڪيرائڻ جي بجاءِ پنهنجي اصولن تي ملي سڀ مسئلا حل ڪنداسون. مگر حماميءَ جو اهو بيان پڙهي سيني غير معمولي ڪاوڙ ظاهر ڪئي. سندس مخالفن ڪيس اڳتي لاءِ ان عمل کان باز رکڻ لاءِ خبرادار نہ ڪيو. ان کان پنج مهينا پوءِ اپريل 1974ع ۾ هن پنهنجو هڪ خاص انٽرويو لنڊن جيوئش ڪرانيڪل (Jewish Chronicle) کي ڏيندي حماميءَ پنهنجي پراڻي بيان کي دهرايو ۽ اڳتي وڌي مشورو ڏنو تہ فلسطيني ۽ اسرائيلي ٻئي گڏيل رياست قائم ڪئي وڃي.

حماميءَ جي انهيءَ انٽرويو تي فاروق ال قدوميءَ جنهن کي فتح ۾ ٻاهريون سمجهو ويندو آهي. حماميءَ کي تنظيم مان ٻاهر ڪڍڻ جو مطالبو ڪيو. جڏهن تہ ناجي الوش (Naji Alush) مطالبو ڪيو تہ هن کي يونين مان بہ ڪڍيو وڃي ۽ مٿس ڪيس هلايو وڃي. جيتوڻيڪ حماميءَ کي اهڙي ردعمل جو ڪوبہ اندازو ڪونہ هيو، جڏهن ڪيس خبر پئي تہ هن ياسرعرفات کي پنهنجي اعتماد ۾ ورتو ۽ يورپ جي مختلف وڏن سياستدانن سان پنهنجو رابطو جاري رکيو ۽ چيئرمين جي حڪم تحت اسرائيل جي ڪابي ڊر سان رابطي جي ذريعن جي تلاش شروع ڪئي.

اها حقيقت آهي تہ 1974ع کان اهي ڳالهيون گشت ڪرڻ لڳيون هيون

تہ مختلف فلسطيني ۽ اسرائيلي اڳواڻن جي درميان مخفي رابطہ جاري آهن. حالانڪ ٻئي ڌريون ان ڪان انڪاري رهيون هيون. مگر هاڻي اهو راز نہ رهيو آهي. اهڙي رابطي جي پهريئين ميٽنگ يوري اونيري (Uri Avnery) جيڪو هڪ اسرائيلي جرنلسٽ هو ۽ نيسٽ (knesset) جو ميمبر هو- جي خواهش تي ٿي هئي، جنهن ۾ اونيري جي وچڻ ڪان پوءِ آءٌ (ڪتاب جو مصنف) پهريون دفعو 1974ع ۾ حماميءَ سان لنڊن هوٽل ۾ ملاقات ڪئي ۽ تڏهن ڪان وٺي 1978ع تائين ساٺس ڪيترين ملاقاتون لنڊن ۾ ڪيون ۽ ٻيون مغربي يورپ جي ٻين شهرن ۾ بہ ڪيون آهن. اهڙي ڪنهن بہ ملاقات ڪانپوءِ حماميءَ ياسرعرفات کي رپورٽ ڪندو هو. ۽ مان پنهنجي خواهش تي وزيراعظم يزهاڪ رابن (Yitzhak Robin) کي رپورٽ ڏيندو هوس.

انهن مخفي ملاقاتين جو تعداد جلدئي وڌي ويو ۽ تڏهن وڌي اهميت حاصل ڪئي، جڏهن انهن ملاقاتين ۾ وڏا ماڻهو شريڪ ٿيا جهڙوڪ فرانس جو اڳوڻو وزيراعظم پيئري مينڊس فرانس (Pierre Mendes France) ۽ آسٽريا جو وزيراعظم برونو ڪرسڪي (Bruno Krei Sky) ۽ انهن جي مدد سان اهو چاليهن ڏينهن جو روزو ٻڪو هو. مثال طور مينڊس فرانس پنهنجي، ملڪ جو گهر شرڪت ڪندڙن لاءِ سندن حوالي ڪيو هو. اسرائيلن مان آريہ اليوف (Aryeh Eliav) جنرل ماتي پيلڊ (General Matti Peled)، ياڪوف آرنون (Yaakov Arnon) ۽ رين ڪوهن (Ran cohen) ۽ ٻيا جيڪي اسرائيل ۽ فلسطين جي دوستيءَ واري ليگ جاري ڪرڻ ۾ شامل هئا. فلسطيني ڌرمان ڈاڪٽر اسام سارتوي، ابراهيم سوس (Ibrahim Sus) جيڪو جنرل يونين آف پئلستائين استوڊنٽس جو صدر ۽ پي ايل او طرفان پئرس ۾ يونيسڪو (UNESCO) ۾ از الدين قلاق (Izz Al Din Qalaq) عيوضي هيو. پي.ايل. او جو پئرس ۾

نمائيندو، دائود برڪت، جنيوا ۾ نمائيندو، ڊاڪٽر صابري جيراس .Dr)
Sabri Jiras) عبدالله فرانچي (Abdullah Faranji) بون ۾ پي.
ايل.او نمائندا هئا ۽ پيا. انهن ميٽنگن جو مقصد هو تہ اهڙو ڪو امن وارو
حل ڳولجي جيڪو ٻنهي ڌرين فلسطيني ۽ اسرائيلن جي قابل قبول هجي. ان
جي باوجود تہ انهن ملاقاتين کي مخفي رکڻ جو پڪو پهہ ڪيو ويو هو
تنهن هوندي بہ اهي ڳالهيون ٻاهر نڪرڻ شروع ٿي ويون ۽ پيرس ۾ اچڻ
لڳيون جن ريڊيڪل گروپن جو ڌيان ڇڪايو. اهي مخفي لاڳاپا ابوندال
پي.ايل.او جي اڳواڻن جي خلاف استعمال ڪيا. جيئن تہ صابري البانا سواءِ
مسلح جدو جهد جي هر اها ڪوشش رد ڪئي هئي. جن جي سندس
مفروضي ۾ ڪابہ وقعت ڪانہ هئي. جنهن ڪري هن عرفات کي قتل ڪرڻ
چاهيو مگر جڏهن هن ڏٺو تہ رجيڪشنٽ فرنٽ جا اڳواڻ ان جي سخت
مخالفت ۾ آهن ۽ ان کان علاوه عرفات پنهنجي بچاءُ لاءِ سڪيورٽي جا
سخت انتظام ڪيا هئا. جنهن ڪري هن فيصلو ڪيو هو تہ آسان ٽارگٽ تي
حملو ڪجي جنهن جو مطلب هو تہ فتح ۽ پي. ايل. او جي انهن اڳواڻن کي
نشانو بڻايو وڃي جيڪي اسرائيل سان سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح رابطي
۾ آهن. (اسرائيل سان رابطو ڪندڙن مان پهريون ازالدين قلق هيو. هن جي
قتل ۾ ملوس اسد خائد (Asad Khayid) ۽ حسني هاتم (Husni
Hatim) کي 1978ع ۾ فرينچ ڪورٽ پندرهن سالن جي قيد جي سزا جو
حڪم ٻڌايو هو، پر فيبروري 1986ع ۾ انهن کي آزاد ڪيو ويو، جڏهن
فرينچ گاديءَ واري هنڌ بارود جي ڪيترن خاص گدامن مان بمن جا ڳجها
نڪاءَ نڪتا. هفتيوار فرينچ وي.ايس.ڊي (V.S.D) قبول ڪيو هو تہ
ابوندال ۽ فرنچ انٽيليجنس جي خفيہ رابطي تحت انهن نوجوانن کي آزاد ڪيو
ويو هو. اهڙي همخياليءَ ڪري ابوندال کين يقين ڏياريو تہ اسان جا بہ ماڻهو
ڇڏيو تہ توهان جي تيل وارن ذخيرن تي حملن جو تهيل پروگرام ملتوي
ڪيو ويندو. اهڙي ڳڌجاڻي آڪٽوبر 1982ع ۾ ويانا اندر ڪئي وئي، جنهن
۾ فرانس طرفان صدر جو قومي بچاءَ وارو صلاحڪار فرانڪوس ڊي

گراسوئر (Francois de Grossouver) ۽ ابونڊال گروُپ جو عيوضي وليد احواد (Walid Awadah) پيش ٿيو. انهيءَ هم آهنگي ۽ دوستيءَ کي وڌيڪ ٿي سال هلائڻ کان فرانس صاف انڪار ڪيو. جيڪو ابونڊال گروپ پاران پيش ڪيو ويو هو. انهيءَ طرح وقت گهرڻ مان ابونڊال جو مطلب تشدد اختيار ڪرڻ هو. اهو سمجهڻ جوڳو خيال آهي ته نامعلوم تنظيم ڌماڪن جي جوابداري کڻي پنهنجو پاڻ ڳالهين جي دعوت ڏني ته اسان جا ماڻهو عرب قيدي آزاد ڪريو. فرينچ پوليس بمن جي ڌماڪن متعلق بيان ڪيو هو ته اهي استعمال وارا پراڻا ۽ سادا يعني ٻاراڻا هئا. پوليس اهو محسوس ڪيو هو ته اهي ڪنهن ڏندي واري ماڻهوءَ پنهنجي روزگار لاءِ تيار ڪيا هئا. اهي صرف حڪومت کي خبردار ڪرڻ لاءِ هئا، پر انهن جي مرضي ڪنهن کي به ڪو وڏو نقصان رسائڻ ۽ زخمي ڪرڻ مقصد نه هيو.) ابونڊال جي زندگيءَ جي اها پهرين حڪمت عملي هئي جنهن ۾ هن فتح ۽ ياسر عرفات جي ساک کي ختم ڪري پنهنجو مفاد بحال ڪرڻ چاهيو هو. ٻئي طرف ان ۾ عراقي حڪومت ان ڪري شريڪ هئي ته پي.ايل.او جو رجحان شام ڏانهن وڌيڪ هو (ٽوڙي جو لبنان ۾ سول وار هئي) ۽ صدر سادات جون اسرائيل سان صلح واريون ڪوششون بغداد کي ان نتيجي تي پهچايو ته هو فلسطين ۾ پنهنجو اثر وڌائي. انهيءَ ڪري هن عرب لبرشن فرنٽ (A L P) قائم ڪئي، جيڪا پي. ايل. او جي ميمبر هئي. مگر ابونڊال جي معرفت شروعات ٿي هئي. جيڪو بين الاقوامي اثر وڌائڻ لاءِ فتح جي اڳواڻن خاص ڪري ياسر عرفات جي ويجهن اڳواڻن کي قتل ڪرڻ جون ڪارروايون ڪيو ويون.

هڪ مهيني جي اندر پي.ايل.او جي لنڊن، ڪويت ۽ پاڪستان جي آفيسن ۾ حملا ڪيا ويا. سنڌن پهرين قتل جي ڪاروائي جنوري 1978ع ۾ ٿي، جڏهن هڪ اڪيلو گن بردار پي.ايل.او جي لنڊن آفيس ۾ گهڙيو ته سعد حمامي پنهنجي آفيس ۾ موجود هو ۽ ڪيس ويجهي کان مٿي ۾ گولي لڳائي. جڏهن اتي هو ايترو ويجهو هو جو ان جي سيڪاٽپ جو ڪو مسئلو ڪونه هو، ان جو مطلب اهو هو ته ابونڊال پي.ايل.او جي اڳواڻ کي خبردار ڪيو هو ته هو اسرائيل سان امن جون ڳالهيون ختم ڪن. حماميءَ جي قتل

سان ناٽڪ جو مهاڀ شروع ٿيو. آئنده ٻن سالن ۾ انهن پنجن اڳواڻن کي قتل ڪيو ويندو جيڪي عرفات جي ويجهو هوندا ۽ سندس سياسي جدوجهد ۾ شريڪ ٿيندا. ان مان ثابت ٿو ٿئي ته اهڙو فيصلو اڳ جو سوچيل سمجهيل منصوبو هو، ان لاءِ ته اهڙي آب هوا (Atmos phere) پيدا ڪئي وڃي ته ان رڱڪ (سطح) جي اڳواڻن ۾ خوف پيدا ٿئي ۽ اهو ڌهڪاءِ ڏسي ٻيا سبق حاصل ڪندا.

ڇا انهن ڪاروائن پي.ايل.او جي اڳواڻن کي خوفزده ڪيو؟ اتي اهڙا به آهن جيڪي يقين رکن ٿا ته برابر اهو سچو پچو ڪيس (حالت) آهي. يوري اونري (Uri Avnery) جي مطابق ته پي.ايل.او جي اڳواڻن سان ڳالهين ۾ اهو ظاهر ٿيو ته ماضيءَ جي قتلن، پي.ايل.او جي اعتدال پسند نمائندن کي خوفزده ڪيو آهي ۽ ابو ندال جا ماڻهو به اهو سمجهي رهيا آهن ته سندن اهي ڪاروايون پي.ايل.او جي انهن نمائندن تي اثر انداز ٿينديون جيڪي اسرائيل سان رابطي ۾ آهن ۽ ”موت جي خوف“ کان اهي رابطا ختم ڪندا.

هڪ آسترين جرنلسٽ رينيٽ پوزنگ (Renate Posaring) ابوندال گروپ جي ٽن ميمبرن، جن پنهنجا عرفي نالا ابو الياس (Abu Elias)، ابو رحمن (Abu Rehman) ۽ ابو مريم (Abu Mariam) جولاءِ 1981 ۾ انٽرويو ڏيندي ٻڌايو ته ”جيڪڏهن اسان پي.ايل.او جي اڳواڻن کي قتل نه ڪيون ها ته ياسرعرفات به صدر سادات وانگر گهٽو اڳ ۾ يروسلم پهچي وڃي ها.“

انهن حملن جي ڪري فتح عراقي حڪومت ۽ ابوندال تي الزام لڳايو ۽ عراق جي لنڊن، بيروت، پئرس ۽ ترپوليءَ جي سفارت خانن تي حملا ڪيا. ازنسواءِ فلسطيني لبريشن فرنٽ جي بيروت شاخ جي آفيس تي به حملو ڪيو. جتي 13 جولاءِ 1978ع جي ڌماڪي ۾ 200 ماڻهو قتل ٿيا هئا. عرفات ظاهر ڪيو هو ته پي ايل ايف (P.L.F.) پرو عراقي تنظيم آهي.

ڪجهه حالتن تحت صابري البانا فيصلو ڪيو ته نه صرف انهن پي.ايل.او اڳواڻن تي حملا ٿين پر انهن کي به نشانو بنايو وڃي جيڪي ساڻن رابطو

رڪن ٿا. انهيءَ فيصلي تحت ڪجهه اهڙن فردن جي قتل جا احڪامات جاري ڪيا ويا جيڪي وچڙمر پيل هئا. پهريون شڪار هينز نيٽال (Heinz Nit-tal) کي بڻايو ويو جيڪو هڪ مشهور عوامي شخصيت هو. هو ويانا سٽي (شهري) ڪائونسل جو ميمبر هو ۽ سندس ڏوهه اهو هو جو هن اسرائيل ۽ آسٽريا جي وچ ۾ دوستي ڪرائي هئي. هن کي مئي 1981ع ۾ قتل ڪيو ويو. جنهن کان ٻه ڏينهن پوءِ دمشق ۾ آسٽرين سفارتخاني کي هڪ اطلاع پهتو هو جنهن ۾ ابوندال گروپ ان قتل جي ذميواري قبول ڪئي هئي. " جنهن جو ڪارڻ اهو هو ته هن اسرئيلن ۽ پي.ايل.او جي اڳواڻن ۾ رابطو ڪرايو هو."

نيٽال جي موت کان پوءِ آسٽرين جي سيڪريٽ سروس پنهنجي تحقيقات شروع ڪئي هئي جنهن ۾ ياسر عرفات، ڊاڪٽر اسام سارتويءَ جي معرفت معلومات ڏيڻ ۾ مدد ڪئي هئي. ڊاڪٽر اسام سارتوي آسٽرين جي چانسلر جو گهرو دوست هو جنهن ڪري سندن خبرن تي وڏيڪ ڀروسو ڪيو ويو. حالانڪ اڳ ۾ سندن پرڏيهي وزير بغداد ۽ دمشق جو ان قتل جي سلسي ۾ دورو ڪري چڪو هو، جن ڪيس ۾ پڌايو هو ته ابوندال گروپ سان سندن ڪو ٻه واسطو ڪونه آهي. هن هفتيوار پروفائيل (Profile) کي ٻڌايو ته عراق جي فلسطيني ڍهڪائيندڙن جو، جن ائن ميمبرن تي مشتمل گروپ آهي، تن ٻڌايو هو ته اسانکي خبر هئي ته ابوندال جي گروپ جا ڪجهه ميمبر ويانا پهتل آهن، جيڪي چانسيلر برونوڪرسڪيءَ (Bruno Kreisky) کي قتل ڪندا مگر جيئن ته اسان اها ڳالهه ڪورٽ ۾ ثابت ڪري نٿا سگهون ان ڪري اهڙو اطلاع نه ڏيئي سگهياسي.

برونوڪرسڪيءَ سچ پچ ان حملي جو ٽارگيٽ ٿي سگهيو ٿي، ڇاڪاڻ ته هن 1973ع جي يوم ڪپور جنگ (Yom Kippur War) کان بعد اسرائيلي ۽ فلسطيني مذڪرات ڪرائڻ ۾ وڏي دلچسپي ورتي هئي. خاص ڪري ان لاءِ ته هو سوشلسٽ انٽر نيشنل (Socialist international) جو ڊپوٽي چيئرمين پڻ آهي ۽ ان حيثيت ۾ هن جا اسرائيلي ليبر پارٽيءَ سان

تعلقات هئا. سندس فلسطيني حقوق جي فائدي ۾ ڏنل انٽرويوز ۾ بيانات شاهد آهن تہ هو فلسطيني حقوق جو علمبردار هئو ۽ ان حقيقت جي ڪري فلسطيني اڳواڻن ڪيس اعتماد ۾ ورتو هو ۽ سندس دوستانا ناتا ڊاڪٽر سارتويءَ سان گڏو گڏ ياسرعرفات سان بہ وڌي ويا هئا. جنهن ڪري ڪرسڪيءَ اسرائيلن ۽ عرب اڳواڻن جي درميان ڪيترن ملاقاتن جو بندوبست ڪيو هو ۽ اهڙيءَ طرح صدر سادات ۽ پرائيمنسٽر رابن جي درميان ملاقات بہ ڪرايئ هئي. انهيءَ ڪري ان ۾ ڪوبہ تعجب ڪونہ آهي تہ ابوندال، ڪرسڪيءَ جو شڪار منتخب ڪيو هجي. مگر گروپ جي هڪ ميمبر پڌرو ڪيو هو تہ نيتال جو قتل ڪرسڪيءَ لاءِ وارننگ آهي، تہ هو اسان جي مسئلن ۾ ڪاهي نہ پوي. اهو سندس ڏنڌو نہ آهي، جيڪڏهن هو باز نہ آيو تہ ڪيس قتل ڪيو ويندو.

جڏهن آسترين جا لاڳاپا ظاهر ٿيا تہ پوءِ ڪرسڪي جي بچاءَ جا انتظام وڌايا ويا ۽ سندس پويان 24 ڪلاڪ اسپيشل پوليس ۽ ڏهڪائيندڙن خلاف اسڪواڊ مهيا ڪيو ويو ۽ اهڙن انتظامن جي ڪري ابوندال جي گروپ کي جرئت نہ ٿي تہ هوڪرسڪي خلاف ڪاروائي ڪن مگر ان جي بدلي ۾ ويانا ۾ يهودين جي عبادت گاه (Syna gouge) تي حملو ڪيو، ۽ ٻن ماڻهن کي قتل ڪيو، حالانڪ ان ڪاروائي کي ڪابہ اهميت ڪانہ هئي پر تنهن هوندي بہ ابوندال گروپ اها ڪاروائي ڪئي، صرف اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ سندس گروپ جو هي رستو بہ کليل آهي.

# "بين الاقوامي اسٽيج"

شام جي مفادن ۽ وچ وارن عرب ملڪن جي نشانن (Target) تي حملن جي شروعات ڪانپوءِ ابوندال جي گروپ پي.ايل.او جي ميمبرن تي حملن جو رخ موڙيو هو. ۽ هاڻي ٽين اسٽيج ۾ داخل ٿي اسرائيل ۽ يهودي نڪاڻن تي حملا جاري ڪيا. جيئن فتح سان ۽ ٻين فلسطيني تنظيمن وانگر ابوندال گروپ پڻ ڪيترن سالن ڪانپوءِ پنهنجي طريقن سان بين الاقوامي حيثيت حاصل ڪئي هئي. جيتوڻيڪ جيئن ڏنو ويندو تہ فلسطينن جي خلاف ۽ عرب نڪاڻن تي اڃان تائين حملا جاري هئا. ابوندال 1980 جي شروعات ۾ اولهہ يورپ ۾ اسرائيلي ۽ يهودي مفادن کي پنهنجو نشانو بڻايو هو.

گروپ جي طريقڪار ۾ تبديليءَ جي پهرين نشاني رواجي طور 29 جولاءِ 1981ع جي ڏينهن منجهند جو ويانا يهودي عبادت گاهہ (۱) (جڏهن تہ نومبر 1979ع ۾ ابوندال گروپ اسرائيلي سفارتڪار تي لزبن (Lisban) ۾ قاتلانہ حملي جي ڪوشش ڪئي هئي ويانا ۾ شهرين خلاف سندن اهو پهريون ڌمڪائيندڙ حملو حيرت ۾ وجهندڙ ۽ سمجهڻ جوڳو آهي. اهي اسرائيل مفادن تي حملا، يهودي عبادتگاهن، سفارتخانن ۽ ٻين جڳهن تي حملا 1985ع کاشروع ٿيا آهن. جستنبول ۾ يهودي عبادتگاہ جي ڪوس ۽ روم ۽ ويانا ۾ ال آل EL AL ڪائونٽر تي حملا ويچار ڪرڻ لاءِ ڏيان ڇڪائن پيا.) تي حملي سان ظاهر ٿي، انوقت جڏهن شريڪ ڪار عبادت ۾ مشغول هئا، جنهن ۾ هڪ مرد ۽ هڪ غورت کي قتل ڪيو ويو، مگر حملا آورن تي هڪ يهودي واپاريءَ جي خاص باڊي گارڊ گوليون هلايون ۽ ٻن حملا آورن نالي حسام مروان (Hasam Marwan) ۽ حشام حجاح (Hisham Hijah) جن کي گوليون لڳيون هيون، گرفتار ڪيو ويو، جن جاچ دوران قبول ڪيو ، تہ هو ابوندال گروپ مان آهن. سندن گرفتاريءَ ڪانپوءِ سندن سالزبرگ (Salzburg) ۾ اسلح

خاني مان وڏي انداز ۾ هٿيار گولا بارود هٿ ڪيا ويا، جن ۾ پنجاهه ڪان وڌيڪ اسپيني روالور، پولش WZ 63- مشين گنون ۽ روسي بم ۽ بارود شامل هئو. اهي سيئي هٿيار هڪ نوجوان فلسطينيءَ جي نگرانيءَ ۾ هئا، جنهن کي ڪوارٽر ماسٽر سڏيو ويندو هئو. هن جي ليبارٽري ٽيسٽ کانپوءِ ظاهر ٿيو ته اهي ساڳيا هٿيار هينز نيٽال (Heinz Nittal) جي قتل ۾ به استعمال ٿيا هئا.

آسٽريا ۾ هن اسڪواڊ جي مظاهري پي. ايل. او جي بروسلز (Brussls) ۾ نمائندي نعم خدير ( Naim Khadir) جي قتل جي ڪاروائي سمجهڻ ۾ پڻ مدد ڪئي،جنهن کي 1 جون 1981ع صبح جو پنهنجي گهر جي دروازي کان ٻاهر ڇهلقدمي ڪندي گولي ماري قتل ڪيو ويو هو. جنهن جو الزام پي. ايل. او طرفان اسرائيل جي سڪيورٽي ايجنٽن تي لڳايو ويو هو. جنهن جو خاص سبب ناروي ۾ اسرائيلي ايجنٽن طرفان بليڪ سيپٽمبر جي اولهه يورپ ۾ آپريشن ڪمانڊر حسن سلام (Hasan Salama) جي شڪ ۾ هڪ بيگناهه موراڪو جي خدمت گار (Waiter) کي للي هيمار (Lillehammar) ۾ جولاءِ 1973 ۾ قتل ڪيو.

اسرائيل جي ان وقت جي وزير اعظم گولڊاميئر (Golda Meir) طرفان اسرائيلي موساعد (Mossad) کي حڪم ڏنو ويو هو ته هو ميونخ اولمپڪس (Munich Olympics) ۾ يارنهن اسرائيلي رانديگرن جي قتل جي بدلي ۾ بليڪ سيپٽمبر جي انهن ميمبرن کي قتل ڪرڻ جو منصوبو ناهيو وڃي جيڪي انهيءَ ڪاروائي ۾ شامل هجن. للي همار جي واقعي کانپوءِ جيتوڻيڪ اسرائيلن فلسطيني اڳواڻن تي حملا ڪرڻ بند ڪيا هئا، پر تنهن هوندي به هو پي. ايل. او طرفان ڪنهن به فلسطينيءَ تي حملي جو الزام اسرائيلي خفيه ايجنسيءَ موساعد تي لڳائڻ کان روڪي نه سگهيا هئا. جنهن جي نتيجي ۾ موراڪو ويٽر جو قتل اسرائيلي مفادن لاءِ وڏي نقصان ۽

بدناميءَ جو باعث ٿيو هو ۽ پي. ايل. او جي ان الزام "ته هر هڪ فلسطينيءَ جي اولهه يورپ ۾ قتل وارن ڪاروائين ۾ اسرائيلي سڪيورٽي سروس جا ظالم ايجنٽ شامل آهن" کي سچو ثابت ڪيو هو. تنهن هوندي به هو دلي طور (جيئن انهن پنهنجي نجي ڪچهرين ۾ قبول ڪيو هو) هر هڪ فلسطينيءَ کي پوري ڇاڻ هئي ته سندن اهي ساٿي جيڪي لنڊن، پيرس ۽ ڪويت ۾ قتل ٿيا آهن، سي ابوندال جي ٿڌي ٿيل رت وارن حڪمن تحت ڪيا ويا آهن. ان کان علاوه آسٽريا جي حڪومت جيڪي بيلجيم (Belgiam) جون ثابتيون فراهم ڪيون هيون سي به وڏيون اثرائتيون هيون. حشام حجاج جو جيڪو فوٽو بروسلز پوليس جي حوالي ڪيو هو، تنهن کي هڪ اکين ڏٺي شاهد سچائي قبول ڪيو هو ته اهو ساڳيو شخص نعم خدير جو قاتل هو. آسٽريا ۽ بيلجم جي واسطيدارن جيڪا بغداد جي ڪاروائين تي نئين روشني وڌي هئي، تنهن ۾ ويانا جي يهودي عبادت گاهه تي حملا آورن بابت وڏي ڪار آمد ۽ بي بها معلومات کي اولهه يورپ جي سڪيورٽي ادارن تائين پهچايو هو، جيڪي پاڻ ۾ هن بين القوامي ڏهڪاءُ ازم (Terrorism) جي خلاف جدو جهد ۾ سهڪار ڪري رهيا هئا ۽ گهٽ ۾ گهٽ هر سال ۾ هڪ دفعو پوري اولهه يورپ ۽ اتر آمريڪا جي سيڪيورٽي سروس جا نمائندا هڪجهڙ تي گڏجي هڪ ٻئي جي معلومات کان واقف ٿيندا هئا. (۱) (اها معلومات هڪ مخفي گڏجاڻيءَ ۾ ورهائي وئي، جيڪا ڪلوواٽ (Kilowatt) گروپ ڪئي هئي. هن گروپ ۾ 14 اولهه يورپ جي رياستن جي جاسوسي ادارن جي نمائندن، جن ۾ اسرائيل به شامل هو شروعات ڪئي.) سندن خدمات جي عيوض هن پروعراقي تنظيم بابت جيڪا قابل قدر معلومات حاصل ٿي هئي سا مختصر طور روشنيءَ ۾ آڻي نٿي سگهجي. انهيءَ معلومات مان شروعاتي قدمن طور ابوندال گروپ جي طريقڪار تي روشني وجهندي ڏسجي ٿو ته اهي وڏي فهم ۽ شعور جا مالڪ آهن، صورتحال ڏيکاري ٿي ته هو هڪ مستقل بين الاقوامي ڏهڪائيندڙ گوريلا تنظيم آهي، جنهن جا ميمبر سٺا تربيت يافته ۽ سيني قائدن ۽ قانون

جا ڄاڻو تجربيڪار رهيا آهن. جنهن متعلق جيڪا تورڙي معلومات اڳ ڏسي
چڪا آهيون سا لنڊن ڪورٽ ۾ ڪيس جي ڪاروائي دوران رهي هئي. ۽
تنظيم جي شروعاتي بناوٽ (Structure) ظاهر ڪئي هئي. اولهه يورپ
جي سڪيورٽي سروس جي وڏ ۾ وڏ ڪوشش هئي تہ هن تنظيم جي دنيا
جي ٻين ڏهڪائيندڙ تنظيمن سان لاڳاپا تلاش ڪيا وڃن. جيڪي هاٿي
ڏسجن پيا ۽ ڏٺو ويو تہ جهڙي طرح ماضيءَ ۾ طريقڪار رهيو هو. ابوندال
گروپ وچ اوير جي بجاءِ پنهنجي ڪاروائين جو مرڪز اولهہ يورپ ڏانهن
ڪيو هو. ان لاءِ تہ اولهہ يورپ ۾ اسرائيلي ۽ يهودي مفادن کي نشانو بڻايو
وڃي، جنهن جي شروعات ٻين ڏهڪائيندڙ تنظيمن جي سهڪار سان ڪئي.
درحقيقت بين القوامي ڏهڪائيندڙ تنظيمن سان رابطو رکڻ جا طريقا فلسطيني
تنظيمن لاءِ ڪي نوان ڪونہ هئا. دراصل فلسطيني ڏهڪاءِ ازم 1968ع ۾
يورپ جي ڪنارن تي پهتو هو ۽ پهريون شخص جنهن ڏهڪاءِ ازم کي وچ
اوير مان ٻاهر ڪڍيو هو سو جارج حباش هو. جيڪو فلسطيني آزاديءَ جي
پاپولر فرنٽ (P.F.L.P) جو اڳواڻ هو. جنهن ۾ ڪاهي ڏر وارن جهڙوڪ:
اٽليءَ جو پبلشر گياڪومو فيلٽرينلي (Italian Publisher Giacomo
Feltrinelli) سهڪار ڪيو هو. جنهن سندس همت افزائي ڪئي هئي تہ
فلسطيني اسرائيلي جهيڙي کي بين القوامي بڻايو وڃي. ڊاڪٽر حباش فيصلو
ڪيو هو تہ پوري دنيا تي پريشر رکيو وڃي تہ هو اسان ڏانهن ڌيان ڏين ۽
هن مسئلي کي ٽيليويزن ذريعي هر هڪ جي رهائش گاهن تائين پهچائڻ.
ظاهر ۾ فلسطيني ۽ يورپي ڏهڪائيندڙن ۾ سهڪار وڌائڻ لاءِ تمام گهٽ
ارادو شامل هئو. جيتري قدر جارج حباش جو تعلق هو تہ ٻنهي ساڄي توڙي
ڪاهي ڏر وارن کي ويڙهاڪو ڀرتي ڪرڻ لاءِ هڪ جهڙا موقعا حاصل هئا.

جڏهن جارج حباش پنهنجو پهريون ڪمانڊو جٿو روم (Rome)
روانو ڪيو هيو تہ هو 1968ع ۾ اسرائيلي ال آل EI AI ڪمپنيءَ جو
هڪ هوائي جهاز اغواڪري ۽ ظاهر ڪيو تہ هو مارڪس ازم ۽ لينن ازم جو
حامي هو. (سندس مخالف نائيف حواتمہ جنهن حباش کي ڇڏي الڳ گروپ

قائم ڪيو هو. بعد ۾ هن ٻڌايو هو تہ حباش ڪڏهن بہ پنهنجي فاشسٽ ذهنيت کي ڪو نہ لوڏيو هو) تيسٽائين پاڻ کي ڪابہ سوچ جو حامل سڏائيندي بہ هن جديد نازي والنتيئرس ۽ پروفاشسٽ ادارن کي استعمال ڪرڻ جي ڪابہ پيشيماني يا پڇتاءُ نہ ڪيو هو. هن جي لاءِ يهودين جي خلاف لڙائيءَ ۾ سڀ ڪجهہ جائز هو.

صابري البانا جي هميشہ اها ڪوشش رهي هئي تہ جارج حباش جي حيثيت سان ڪلهوڙي ۽ برابري ڪري، جيتوڻيڪ هن تي تهمت هئي تہ هو- فتح جي بنيادي نظرئي سان يقين رکندڙن ۾ شامل هو، پر هو خاص ڪري پاپولر فرنٽ (P.L.F.P) جي ڌمڪائيندڙ عملن کي، جيڪي دنيا کي ڏوڏي ڇڏيندا هئا، تن کي بهتر سمجهندو هو ۽ وڌيڪ پسند ڪندو هو. هي پڻ مقصد لاءِ فائدي کي اهميت ڏيڻ جو سبق سکيو هو، پوءِ چاهي بين القوامي ڌمڪائيندڙ تنظيمن جي سهڪار سان حاصل ٿئي. هن 1978ع ۾ اظهار ڪيو هو تہ اسانجو اصول آهي تہ "اسان ڪنهن رياست جي مسلح جدوجهد يا ڪنهن تنظيم سان شريڪ نہ ٿيون. اسان درحقيقت آمريڪا جي سامراجي نظام جي خلاف ڪاروائين ۾ سهڪار ڪنهن بہ حالت ۾ نٿا چاهيون". انهيءَ وقت ۾ هن مختلف تنظيمن جي وچ ۾ بين القوامي سهڪار قائم ڪرڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ نرم بنيادن تي پنهنجي نظرئي جو بنياد پيش ڪيو هو.

جيئين اڳي ذڪر ڪيو ويو آهي تہ صابري البانا کي فتح جي حيثيت ۾ وڏي پوزيشن حاصل هئي ۽ اترڪوريا ۽ چين ۾ تربيت جي دوران اها بہ سکيا حاصل ڪئي هئي تہ " بين القوامي رابطن جي اهميت کي اوليت ڏئي همدردي رکندڙ ملڪن، تحريڪن ۽ تنظيمن سان لاڳاپا رکجن". جڏهن هن پنهنجي تنظيم قائم ڪئي تہ هن اول اهڙي موقعي جو انتظار ڪيو تہ پنهنجو سهڪار وڌائي. جڏهن هن 1979ع جي آخر ۽ 1980ع جي شروعات ۾ محسوس ڪيو تہ اهو وقت اچي ويو آهي تہ جدوجهد کي بين القوامي رنگ ڏيئي نئين دور ۾ داخل ٿيڻ جو سونهري بنياد وجهجي.شروعاتي قدمن طور پنهنجي خاص ڀرتي ڪيل آفيسرن کي يورپ موڪليو، تہ هو يورپ ۾ ڪابي

ڌرجي رضاڪارن ۽ سهڪار ڪندڙن جي جوڙجڪ ڪن، ازان سواءِ اهڙا هڪ جهڙائيءَ جا مخالف (Anti Semitic) ۽ جديد نازي تحريڪ جا فرد تلاش ڪجن، ساڳي وقت هو اهڙن رابطن حاصل ڪرڻ لاءِ سخت بيچين هو ۽ پڻ خوفزده، خوفزده انهيءَ ڪري تہ انهن سان تمام ويجها تعلقات سندس گروپ ڪي ظاهر ۾ آئي پاهرين ۽ ميزبان ملڪن جي خفيہ ادارن لاءِ نشاندهيءَ جو ڪارڻ بڻبا. ٻي ڊيوٽي جيڪا سندس آفيسرن تي رکي وئي اها هئي تہ اتان جي لوڪل ڏهڪائيندڙ تنظيمن سان لاڳاپا رکڻ جي ڪوشش ڪن، جنهن ۾ هو خاص ڪري فرانس ۾ ڪامياب ٿيا ۽ انهيءَ ملڪ کي بين القوامي شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ پُل طور پسند ڪيو ويو. متراند (Mitterrand) جي سوشلسٽ حڪومت کي اسرائيل سان سٺا تعلقات رکندي بہ فلسطيني ڪاز سان همدردي هئي. اهو هڪ مثال هيو تہ متراند جو ويجهو صلاحڪار خود بہ ڪنهن وقت ڏهڪائيندڙ رهيو هو. ريجر ڊيبريءَ (Regis Debray) 1960ع جي ڏهاڪي ۾ چي گويرا (Che Guevara) سان گڏ جي ڪم ڪيو هو ۽ بوليويا (Bolivia) جي عملي جدوجهد ۾ يا گوريلا ڪاروائين ۾ ڪيس 30سالن جي جيل جي سزا ڏني وئي هئي. سياسي دٻاءَ جي ڪري سندس آزاديءَ ڪانپوءِ ڊيبريءَ هڪ چست ڏهڪائيندڙ جوڪردار ادا ڪيو، پر سندس ذهني قوت قومي تحريڪ لاءِ اجان تائين وڏي طاقتور هئي. اهو چوڻ نهايت ڏکيو آهي تہ متراند جي سوشلسٽ حڪومت حاصل ڪرڻ ۾ سندس ڪو سڌوسنئون تعلق هو ۽ حقيقت ۾ ڪيترا انقلابي اسپين، آرمينا (Armenia) ۽ وچ اوير ڪان آيل، فرانس کي آسان جڳهہ سمجهي پنهنجي عملي ڪاروائين جو مرڪز بڻايو. پر اها بہ حقيقت هئي تہ ان آسانيءَ واري ماحول ۾ ابوندال گروپ جي ميمبرن ڪيترن فرينچ گوريلا تنظيمن سان لاڳاپا رکڻ شروع ڪيا ۽ شروعاتي ڪاروائيءَ ۾ آساني پيدا ڪئي. ڪاٻي سوچ رکندر تنظيمون، جيڪي شهري گوريلا ڪاروائين جو فن ڄاڻنديون هيون، جن 1970ع ۾ آمريڪي سامراجيت خلاف لڙائيءَ جو اعلان ڪيو هو ۽ فرانس ۾ بادشاهت جي

خاتمي لاءِ ڪارروايون ڪيون هيون. انهن سالن ۾ ائڪشن ڊاريڪٽ (Action-Direct) جي ميمبرن هوٽلن، ڊپارٽمينٽل اسٽورن ۽ پيئرس ۾ ملٽري درسگاهن تي حملا ڪيا هئا. ۽ سڀ ڪجهہ بورزوائي قائم ٿيل حڪومت جي اکين اڳيان ڪيو ويو هو. ڇا اهو صرف حادثاتي طور نائف روسن 1981ع ۾ فرانس جو دورو ڪيو هو؟ سندس عراقي پاسپورٽ ڊيڪاريو هو تہ هن مارچ ۾ بغداد کان پيئرس پرواز ڪئي، جتي هو مسلسل چار مهينا رهيو. هن دراصل اتي ڇا ڪيو؟ پراسيڪيوٽر جي سوال جو جواب ڊيندي نائيف روسن ٻڌايو تہ اهو برابر آهي تہ هن اتي وڏي رقم خرچ ڪئي آهي، پر اها منهنجي وٺڪيشن هئي. اولهہ يورپ جي سڪيورٽي سروس جي ادارن کي يقين هو ۽ انهن پنهنجي معلومات فرينچ سڪيورٽي سروس کي فراهم ڪئي تہ سندس اتي رهڻ جو هڪ ٻيو مقصد هو. هن کي گروپ موڪليو هو، جنهن جو بنيادي مقصد اهو هو تہ هو پيرس ۾ نئين قائم ٿيل گروپ جي مرڪز جي اڳواڻي ڪري ۽ ايڪشن ڊاريڪٽ گروپ سان پنهنجو لاڳاپو بحال ڪري. اهڙن لاڳاپن ۽ ان جي اصل مقصد بابت پورو تفصيل عوام جي ڏيان لاءِ صرف هڪ سال کانپوءِ ظاهر ڪيو ويو، جڏهن روسن فرانس جو تخت گاہ ڇڏي چڪو هو.

1982ع جي اونهاري ۾ اسرائيل طرفان لبنان ۾ ڪارروائيءَ پوري دنيا ۾ ڪاوڙ ۽ احتجاج جي لهر پکيڙي ڇڏي. حڪومتن انهيءَ ڪاروائي جي مذمت ڪئي ۽ اسرائيل کان ڇڏي وڃڻ جو مطالبو ڪيو. برطانيہ جي حڪومت ان کان بہ اڳتي وڌي ۽ اسرائيل کي هٿيارن جي سپلاءِ بند ڪئي، لڙائيءَ دوران اولهہ يورپ ۾ غير جانبداريءَ جو تعداد وڏي ويو ۽ برطانيہ ۾ ان کان بہ ٽي حصا وڏي ويو. فرانس ۾ شروعات ۾ جيڪي زباني همدردي رکندڙ هئا سي بہ ڪاوڙ ۾ پرجي فاٽي پيا ۽ پوري طاقت سان ڌمڪائيندڙ ڪارروايون شروع ڪيون. انهيءَ سال جولاءِ ۽ آگسٽ دوران اتي اسرائيلي ۽ يهودي مفادن کي پندرهن کان وڌيڪ حملن جو نشانو بنايو، جيڪي صرف پيرس ۾ ٿيا. ڊسڪائونٽ بينڪ (Discount Bank) جي ويجهو بم فاٽا، جيڪو رٽ

چائلڊ (Roths child) گروپ جو هڪ ميمبر هو ۽ شهر جي اوپر واري حصي ۾ يهودي استور جي پر سان هڪ اسرئيلي سياستدان جي پارڪ ٿيل ڪار ۾ فاٽو هو. 9 آگسٽ 1982ع تي هٿيار بندن يهودي پليٽزل ڪوارٽر (Pletzel Quarter) ۾، جو گولڊن برگ جي ريسٽورنٽ تي گولين جو وسڪارو ڪيو. هڪ ڪالرن سان ڏڪيل ڇهري واري پنهنجي سڃاڻپ ڪري ٻڌايو تہ سندس تعلق ائڪشن ڊاريڪٽ سان آهي، جيڪا ان حملي جي جوابداري قبول ڪري ٿي. ان ريسٽورنٽ تي حملي ۾ ڇهہ ماڻهون قتل ٿيا هئا ۽ پوري دنيا جي احتجاج جو سبب بڻيو هو. نہ صرف يهودين ۽ اسرائيل جي وزيراعظم منهام بيگن (Menahem begin) فرينچ حڪومت تي سندس ڪمزوري، جو الزام هنيو هو، پر مقامي فرينچ سياستدانن ۽ فرينچ ميڊيا حڪومت تي سندس ڪمزوري بزدلي ۽ دهشت گردن جي خلاف ڪاروائي جي خواهش ۾ ناڪاميءَ جا الزام هنيا. قتل جي نتيجي ۾ زبردست احتجاج ۽ حڪومت جي خلاف وڌندڙ تنقيد متران حڪومت کي مجبور ڪيو تہ هو ائڪشن ڊاريڪٽ گروپ کي غير قانوني تنظيم قرار ڏئي متس پابنديءَ جو اعلان ڪري، تنهن اهو ڪيو. ۽ ساڳي وقت حڪومت جي سڪيورٽي پوليس، گروپ جي ميمبرن جي نظرداري ۽ گهرن جي تلاش شروع ڪئي. پهرين آڪٽوبر تي پوليس گروپ جي ٻن ميمبرن فريڊرچ اورياش (Fried rich-Oriash) 29 سالن جو نوجوان ۽ ڪرسچن گودان (Christien-Goudan) 25 سالا کي گرفتار ڪيو، جن کي هڪ سب اسٽيشن اندر پرائيويٽ لاڪر ۾ رکيل ڪاغذات جي جاچ پرتال ڪندي پڪڙيو ويو هو. جيتري قدر پوليس جو تعلق هو تہ جيڪي ڪاغذات انهن هٿ ڪيا هئا، سي نهايت اهم نوعيت جا هئا ۽ بذات خود ليڊرن کان اهم هئا. جن ثابت ڪيو تہ ائڪشن ڊاريڪٽ ۽ ٻين ڏهڪائيندڙ تنظيمن ۾ تعلق هيو. خاص ڪري ابونڊال گروپ سان تعلق جو پورو ثبوت فراهم ٿيو هو. جيتوڻيڪ پوليس کي اهڙي تعلق جو ڪو خيال خواب بہ ڪونہ هيو تہ ريسٽورنٽ جي حملي ۾ بہ ائڪشن ڊاريڪٽ ملوث هوندي.

(حالانڪ اهڙي فون ڪال ملي چڪي هئي) ڪاغذات ۾ گروپ جي اسرائيلي ٽارگيٽن تي ڪيترن ڏهشتگردن ڪاروائين ۾ ملوث هجڻ جو ثبوت مليو هو. ڪاغذات ۾ اهو پڻ ظاهر ٿيو هو ته گروپ جي ڪيترن ميمبرن جي فوجي تربيت حاصل ڪرڻ لاءِ بغداد پرواز ڪرڻ جو پروگرام شامل هو.

پبلڪ سيفٽي افيئرس جي منسٽر جوزف فران چيسي (Joseph-Franchesi) ڊرامائي انداز ۾ هڪ پريس ڪانفرنس ڪئي، جنهن ۾ هن ٻڌايو ته اسانکي پنهنجي حفاظت ۾ اهڙو ثبوت حاصل آهي ته ائڪشن ڊاريڪٽ جي ڏهشتگردن گروپ فلسطيني گروپن سان گڏجي اسرائيل جي خلاف بين القوامي ڪاروائين جي مهم هلائي آهي. اهڙي ڳولا ويانا ۾ سهڪار واري ڪاروائي سمجهڻ ۾ مدد ڏني آهي ۽ ثابت ڪيو آهي ته ابوندال گروپ يورپ جي ڏهشتگردن گروپن سان سهڪار ڪيو آهي.

ائڪشن ڊائريڪٽ جي جن ميمبرن کي گرفتار ڪيو ويو هو، تن پڇا ڳاڇا دوران ۽ پنهنجي بچاءُ لاءِ خاص عدالت ۾ ڏيڪاريو آهي ته ائڪشن ڊائرڪٽ جي ڪيترن ڪاروائين ۾ ابوندال گروپ به شريڪ رهيو آهي. جيتوڻيڪ عوامي راءِ مطابق اهڙو ڪوبه مؤثر ثبوت پنهي گروپن جي تعلق ۾ نٿو ملي، جيڪو اپريل 1982ع ۾ اسرائيلي سياستدان يعڪوف بارسمانتوف (Yaakov-bar- Simantov) جي قتل (3) ۾ رهيو هجي يا وري

(3) اهو قتل مشهور ڏهشتگردن گروپ L.A.R.F. ڪيو هو، جيڪو نهايت عجيب هو.
لبنيز آرمڊ انقلابي فورس (Lebanese Armed Revolutionary Factions) هي لبناني- فلسطيني گروپ آهي. سندن اڳوڻ جارج ابراهيم (George Ibrahim) آهي، جنهن کي 1985 ۾ فرينچ حڪومت گرفتار ڪيو هو. ايل. اي.آر. ايف تي ڊئريڪٽر جنرل ملٽينيشنل فورس سناءِ (Sinai) ، جيڪو ليمن هنٽ (Leaman Hunt) روم جي ٻهراڙيءَ ۾ فيبروري 1984ع قتل ٿيو هو. جو شڪ لبنيز فورس تي آهي. هن گروپ جو ڊئريڪٽ ايڪشن سان گهڻو لاڳاپو هو. ۽ هنکي پاپولر فرنٽ جنرل ڪمانڊ جي شاخ سمجهيو ويندو هو، جنهن جو سربراهه ڊاڪٽر وادي حداد آهي.

جوگولڊن برگ (Jo. Golden Bergs) ريسٽورنٽ ۾ ڇهن ماڻهن جي قتل ۾ معاون ٿئي. جڏهن فرينچ تنظيم تي پابندي وڌي وئي ته ان سان گهٽ ۾ گهٽ عارضي طور ابوندال گروپ جو فرانس ۾ بنياد به تباه ٿي ويو، يا آخرڪار پوليس جو اهو خيال هيو. پر انهيءَ ابوندال گروپ کي ٻين ڏهڪائيندڙ (انقلابي) تنظيمن سان رابطو رکڻ کان پابند نه ڪيو هو جهڙوڪ: اهي اٽليءَ ۾ يا آرميني تنظيمن سان هيو.

سيپٽمبر 1982ع ۾ ٻن مسلح نوجوانن ترڪيءَ ۾ انقره جي بين القوامي ايئر پورٽ تي حملا ڪيو. اهو آپگهاتي حملو انهيءَ گذريل حملي جي ياد ڏياري پيو. جيڪو حملي آورن جولاءِ 1972ع ۾ بن گوريان ايئر پورٽ اسرائيل ۾ ڪيو هو. جنهن ۾ ڏهه ماڻهو قتل ٿيا هئا. انقره هوائي اڏي تي ٻنهي ڏهڪائيندڙن سان چڪرين ۾ هڪ حفاظتي فوجي دستي هٿان قتل ٿيو هو، ۽ ٻئي کي گرفتار ڪيو ويو. هن گرفتار نوجوان ليوين اڪماڪين (Livian Akamkian) کي زخمي حالت ۾ پڪڙيو هو. جنهن کي ملٽري ڪورٽ موت جي سزا ڏني هئي، پر سزا کان اڳ هن قبول ڪيو هو ته هو (Armenian Secret Army for the Liberation of Armenia) A.S.A.L.A. جو ميمبر هيو. هيءَ ڪيترن آرميني تنظيمن مان هڪ تنظيم وڏي ۾ وڏي آهي، جيڪا پنهنجي آزاديءَ جي جدو جهد ڪري رهي آهي ۽ 1915ع ۾ 15 لک آرمينن جي تباهيءَ ۽ قتل عام جو بدلو ترڪن کان وٺڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. آرميني انقلابي ڏهڪائيندڙ انقره جي ڪورٽ ۾ ٻڌايو هو ته ان حملي ۾ جيڪي هٿيار استعمال ڪيا ويا هئا سي ابوندال گروپ مهيا ڪيا هئا. هن پڇا ڪرڻ تي ٻڌايو هو ته هن اهو پاڻ پنهنجي اڳواڻ ايجپ ايجپين (Agip- Agipian) جي زباني ٻڌو هو. جيڪو A.S.A.L.A. جي ليڊرن مان هڪ هو.

ابوندال گروپ ۽ آرميني تنظيم جي وچ ۾ سهڪار پوئين ڏهن مهينن ۾ وڌ ۾ وڌ ان وقت ڏٺو ويو. جڏهن 17 جولاءِ 1983ع تي پيرس ۾ اورلي

ايئرپورٽ (Orly Airport) تي هڪ بوبي ٽريپ سوٽ ڪيس فاٽو. جيڪو ترڪي قومي ايئرلائن ڪائونٽر جي نزديڪ فاٽڻ سبب ست ماڻهو مئا ۽ پنجھٺ ماڻهو زخمي ٿيا هئا. A.S.A.L.A. پنهنجي هڪ پيغام ۾ فرينچ نيوز ايجنسيءَ کي اطلاع ڏيئي ان عمل جي ذميواري قبول ڪئي ۽ اعلان ڪيو تہ هي هڪ ٻي ڪاروائي آهي، جيڪا آرميني ڪوس جي بدلي ۾ انتقام طور ڪئي وئي آهي. پيرس پوليس انهن ماڻهن جي ڳولا ۾ سرگرم ٿي وئي، خاص ڪري فرانس ۾ آرميني برادريءَ جي سؤين گهرن جي تلاشي ورتي وئي، ڪيترن ماڻهن کي نظربند ڪيو ويو ۽ ڪيترن ڪي ملڪ نيڪالي ڏني وئي. انهيءَ جاچ جي ذريعي A.S.A.L.A. تنظيم جي جوڙجڪ متعلق قيمتي معلومات حاصل ٿي ۽ سندس حڪمت عمليءَ بابت معلوم ٿيو. D.S.I. فرينچ انٽرنل سيڪريٽ سروس کي يقين مليو تہ ان آرميني تنظيم جا شامي انٽيليجنس سان 1980ع جي شروعات کان وٺي لاڳاپا رهيا آهن. ثابتي طور فرينچ سيڪريٽ سروس نوٽ ڪيو تہ 10 نوجوان آرميني 1983ع جي شروع ۾ فرانس پهتا هئا، جن مان اڪثريت کي شامي پاسپورٽ هئا. فرينچن جي چوڻ مطابق شام آرميني تنظيم کي هلائي رهي آهي، جنهن جون هدايتون ماسڪو مان ڏنيون وڃن ٿيون. سوويت روس جي خواهش آهي تہ ترڪي حڪومت جو خاتمو ڪيو وڃي، جيڪا سندن اقتدار جي خلاف نيٽو (NATO) مفادن جي هن ڏکڻ اوڀر حصي ۾ نگران آهي. جڏهن کان ايران، پرو- ويسٽرن علائقي ۾ پنهنجو طاقتور موقف اختيار ڪيو آهي، تڏهن کان ترڪي نيٽو لاءِ نهايت اهم ضرورت بنجي ويو آهي. سندس حفاظت لاءِ ڪيتريون مخفي فوجي سهوليتون حاصل آهن، جنهن ۾ روسي نيو ڪليئرميزائلن جي مقابل ميزائيلي اڏا قائم ڪيل آهن. اها حقيقت آهي تہ اهڙيون ڪيتريون سهوليتون آرمينا ۾ استعمال جوڳيون آهن، جنهن جي ڪري روس جو ان علائقي ۾ ڌيان وڌي ويو آهي، ۽ سندسَ مفاد آرميني تحريڪن جي سهڪار ۾ وڌندو وڃي ٿو. جنهن ڪري روسي نظريو ظاهر آهي تہ آرميني انقلابي تنظيمن جي سهڪار سان ترڪي ۽ اولهہ يورپ جي

مفادن کي نقصان رسائي. اها حقيقت آهي تہ اهڙن قدمن لاءِ سخت خبردار رهڻو پوي ٿو. آخر آرميني نيشنل ازم (قومپرستي) ترڪي آرمينيا ۾ پکڙجي روسي آرمينيا ۾ داخل ٿيو، تنهن ڪري براہ راست شموليت جي بجاءِ روسي حڪومت شام جو سهڪار حاصل ڪيو آهي، جيڪا سندس مفادن جي نگراني ڪري ٿي.

A.S.A.L.A. جو بنياد نوجوان ريڊيڪل آرميني گروپ 1970ع جي ڏهاڪي جي شروع ۾ رکيو. سندن اصل مقصد اهو هو تہ ترڪي حڪومت تي ايترو دٻاءُ وجهي قبول ڪرائي تہ آرميني قتلام (MASSACRE) جي هو گناهہ گار آهي. ڌمڪائيندڙ ڪاروايون يا قومي آزادي جي جدوجهد جي ذريعي پنهنجي مادر وطن اناتوليا (Anatolia) کي آزاد ڪرائي آرمينن قوم جي آزاد ۽ خود مختيار جمهوري رياست قائم ڪرڻ جي اميد تي اها تنظيم قائم ڪئي وئي هئي. سندن جدو جهد ۾ پهرين ڌمڪائيندڙ ڪاروائي 1973ع ۾ ڪئي وئي، جڏهن لاس ائينجلس (Los Angeles) ۾ ترڪيءَ جو ڪائونسل جنرل قتل ڪيو ويو. ان وقت ڪانوني هن گروپ آزاديءَ جي انقلاب لاءِ ڌمڪائيندڙ ڪاروايون ذريعي ترڪيءَ جي اناويهہ سياستدانن کي قتل ڪيو آهي، ۽ اهي عمل آمريڪا، يورپ ۽ ايشيا کان علاوه ترڪيءَ جي اندر بہ ڪيا ويا. جنهن ۾ جون 1983ع ۾ استنبول (Istanbul) مارڪيٽ ۾ بمن سان حملو ڪيو ۽ انقره (Ankara) ايئرپورٽ تي حملو بہ شامل هو. سندس بناوٽ ڪانوني تنظيم سان فلسطيني تنظيمن جو سهڪار رهيو آهي، ۽ سندن ميمبرن کي پڻ لبنان ۾ فلسطيني ڪئمپن اندر تربيت جو انتظام ڪيو ويو هو. جنهن جو ظاهر ظهور ثبوت اپريل 1980ع ۾ مليو، جڏهن P.F.L.P. جي جارج حباش لبنان جي سيڊان (Sidon) شهر ۾ هڪ خاص پريس ڪانفرنس جو انتظام ڪيو. جنهن ۾ ڪيترن نقاب پوش گوريلن پاڻ کي آرميني گوريلا لڙاڪو ۽ ڪردش ريبلس (Armenian Guerrilla fighters and

(Kurdish Rebels) سڏايو، جن پاڻ ۾ گڏجي ساڳي مقصد لاءِ ترڪي حڪومت سان جنگ ڪرڻ جو اهتمام ڪيو هو (جنهن وقت قدامت پسند سليمان ڊيمرل وزيراعظم هو.) هڪ سال ڪانپوءِ جڏهن فرينچ سيڪريٽ سروس .A.S.A.L.A ۽ فلسطيني تنظيمن ۾ تعلق کي ظاهر ڪيو تہ لبنان ۾ سندن تعلق ڪمزور ٿيڻ شروع ٿيو. جنهن ڪري گروپ پنهنجي هيڊڪوارٽر کي دمشق تبديل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جتي آرميني ۽ ابوندال گروپ جي وچ ۾ سڌو واسطو قائم ٿيو. آخر ۾ جڏهن ابوندال گروپ پنهنجو هيڊڪوارٽر دمشق ۾ قائم ڪيو تہ ٻنهي گروپن ۾ تعلقات وڌيڪ مستحڪم ٿيا. جنهن جو ثبوت اڪماڪين جي ان بيان مان ملي ٿو تہ ابوندال گروپ کين هٿيار فراهم ڪيا هئا. اهو ڪڏهن بہ يقين سان نہ چيو ويو آهي ۽ پيهر دهرائجي ٿو تہ ابوندال گروپ جو ٻين ڏڪائيندڙ تنظيمن سان منطقي طور سڌوسنئون تعلق رهيو آهي ۽ جيڪو سفري سهوليت تي ٻڌل هو. اهي گولابارود ۽ هٿيار فراهم ڪرڻ ۾ ملوث هئا ۽ ڪنهن بہ طرح نون ميمبرن جي ڀرتيءَ ۾ ڪليل نموني سان شامل نہ رهيا هئا. عام طرح سان ابوندال گروپ پنهنجي ميمبرشپ ۾ حد بندي رکي هئي، ان لاءِ تہ سندن سيڪريسي برقرار رهي. جنهن ڪري ٻاهرين ماڻهن جي بجاءِ پنهنجي فلسطين کي ڀرتي ڪرڻ ۾ ترجيح ڏني ويندي هئي.

جيڪڏهن ابوندال ٻاهرين کي ڀرتي ڪرڻ جي خواهش ڪري ها تہ اڄ هن لاءِ مسئلو پيدا ٿي پوي ها، ڇاڪاڻ تہ 1970ع جي ڏهاڪي ۾ شاگردن لاءِ جيڪي ڪجهہ احتجاج ڪرڻ لاءِ ضروري هو، اهي ساڳيا حالات 1980ع جي ڏهاڪي ۾ شاگردن جي نئين جنريشن لاءِ مفاد جوڳا نہ رهيا. ساڳيءَ طرح بين القوامي ڏهڪاءُ لاءِ اهي والنٽيئر ۽ ڪٽڙ بہ ختم ٿي ويڻ ٿا. جنهن جي ڪري صابري البانا (ابوندال) کي پنهنجن پراڻن اعتماد جوڳن دوستن عراق ۽ شام تي ڀروسو ڪرڻو هيو ۽ ڪيو.

پر انهيءَ بحث جي نتيجي ۾ سوال ٿو اڀري تہ جنهن صورت ۾ بغداد ۽ دمشق جي بنيادي لاڙن ۽ تعلقات ۾ وڏي تبديلي اچي چڪي آهي ۽ هڪ ٻئي

کي ڏاريو سمجهي دشمني جي دور ۾ داخل ٿي ويا آهن. حالانڪ پي ايل او جو صالح خلف (Salah-Khalaf)، جيڪو عربن جي داخلي سياست کان واقف ۽ لاڳاپيل رهيو آهي، سو سخت پريشان هيو تہ ڪهڙي طرح ٻنهي ملڪن سان نمٽي، پوءِ جنهن صورت ۾ عراق ۽ شام ڪنهن بہ مسئلي ۾ هڪ ٻئي سان متفق نہ آهن، پر ٻئي ملڪ ابوندال جي ڌهڪائيندڙ ڪاروائين کي سهڪار ڏيڻ ۽ هدايتون ڏيڻ لاءِ هر طرح پوري شوق سان راضي آهن؟ تہ انهن کي ڪيئن سمجهي سگهجي ٿو. اهو سچائي سان محسوس ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي تہ ساڳيا رستا سمجهي سگهجن، جيڪي غير رواجي آهن يا عراق ۽ شام وچ ۾ بيزاريءَ وارا تعلقات جن ٻنهي ۾ نفرت پيدا ڪئي آهي ۽ پڻ ابوندال جي تنظيم بابت. پر اها حقيقت آهي تہ ابوندال اهڙو بندوبست ڪيو آهي، جو ٻنهي جي خدمت ڪري سگهي ٿو، جيئن پنهنجي بہ خدمت ڪري ۽ پنهنجي گروپ جا مفاد بہ حاصل ڪري. بهترين رستو اهو آهي ۽ ممڪن آهي تہ اهو ٻنهي سان سهڪاري هجي. جيڪو ٻن ماسٽرن جي خدمت ڪري سگهي ٿو ۽ ٻنهي کي سمجهي سگهي ٿو، جيڪي هڪ ٻئي جي اندروني دٻاءَ کي ڄاڻن ٿا پر ڪجهہ ڪري نٿا سگهن، يا خواهشمند ناهن تہ جيڪو سندن خدمت سر انجام ڏئي ٿو تنهن جي اڳيان اچن يا رڪاوٽ بنجن.

اسرائيل ۽ اولهہ يورپ جي انٽيليجنس آفيسرن جو خيال آهي تہ 1979ع ۾ بغداد جي اڳواڻن فيصلو ڪيو هو تہ صابري البانا هاڻي وڌيڪ بار آهي، اهو بلڪل درست هيو ڇاڪاڻ تہ حڪومت جي خواهش هئي تہ هو اولهہ سان پنهنجا تعلقات وڌائن، خاص ڪري آمريڪا سان. اها ڪوشش ان لاءِ هئي تہ هو پنهنجي فوجي، معاشي ۽ سياسي سگهہ جو دارومدار سوويت يونين کان ڇڏائن. عراق ان جي تڏهن شديد ضرورت محسوس ڪئي جڏهن هن ايران سان لڙائي شروع ڪئي. جيئن جيئن لڙائي وڌندي وئي، تيئن سندس قدر گهٽبو پئي ويو. سندس وڏ ۾ وڏ ڪوششون، ڏسجي پيو تہ موت ڏانهن وڌن ٿيون ۽ پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪرڻ لاءِ هن جو وڏو دارومدار وچولي عرب رياستن جي مالي ۽ فوجي امداد تي ٻڌل هو، جهڙوڪ: اردن، سعودي

عرب ۽ ڪويت. عراق کي ڪنهن بہ ممڪن رستي کان مدد جي سخت ضرورت هئي، جن مان پي ايل او بہ شامل هئي. صدام حسين، عراقي سربراه اهڙا رستا ڳوليا جن سان ياسرعرفات سان رابطو بحال ٿئي. جنهن جي بدلي ۾ عراق ابوندال سان پنهنجا خاص تعلقات قربان ڪرڻ تي راضي هو. ان کان وڌيڪ ابوندال جي موجودگي بغداد ۾ ذهني دٻاءُ هيٺ هئي. صدام حسين جي ڪوشش هئي تہ مغربي ملڪن جو سهڪار حاصل ڪجي. عراق جي ڪوشش هئي تہ هو فوجي ۽ مالي امداد حاصل ڪري، جنهن جي بدلي ۾ ابوندال جي قربانيءَ کي ان امداد جي متبادل وڏي قيمت جي ادائيگي پيو سمجهي. واشنگٽن عراق کي صاف صاف پيغام ڏنو هو تہ جيستائين ابوندال عراق جي سرزمين تي موجود آهي، تيستائين ڪيس اهڙي رياست سمجهيو ويندو جيڪا رفيوجي ڌهڪائيندڙن کي امداد ۽ سهڪار فراهم ڪرڻ ۾ شمار ٿيندي.

شروعاتي قدمن طور عراقي انٽيليجنس ابوندال جي چرپر تي پابندي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جڏهن مٿن وڌيڪ دٻاءُ پوندو ويو تڏهن انهن 1979ع جي آخر يا 1980ع جي شروعات ۾ فيصلو ڪيو تہ ابوندال کي چيو وڃي تہ هو بغداد ۾ پنهنجي هيڊڪوارٽر مان نڪري وڃي. اهو ملڪ بدريءَ جو آرڊر نہ هئو ۽ ابوندال بغير محسوس ڪرڻ جي عراق کي ڇڏيو. هن عراق جي پوزيشن کي محسوس ڪيو هو جنهن ڪري سندن عرض قبول ڪيو.

ابوندال فيصلو ڪيو هوتہ هو دمشق روانو ٿئي، جيئن تہ سندن سموري تنظيم تمام ننڍي هئي، تنهن ڪري سندن دمشق تبديلي تمام ٿورو وقت ورتو ۽ تمام آسانيءَ سان شام ۾ پهچي ويو. جيڪا ڳالهہ ظاهر نہ ٿي سا اها هئي تہ شامي حڪومت پنهنجي نون مهمانن کي ڪيئن قبول ڪيو. ڇا جي ڪري شامي صدر حافظ اسد عراقي دوست کي اجازت ڏيڻ لاءِ راضي ٿيو. ڪهڙي طرح شامي اڳواڻن جن ۾ سندن وزير خارجہ عبدالحليم خدام بہ شامل هيو. هڪ ڌهڪائيندڙ کي معاف ڪيو. جيڪو شام جي ڪيترن مفادن تي حملا آور ٿيو هو ۽ خود خدام جي زندگيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ بہ دفعا حملو ڪيو هو. انهن سوالن جا جواب منجهائيندڙ آهن ۽ شڪ

(Complex) پيدا ڪيو آهي. پهريائين تہ اهو پهريون واقعو ناهي جيڪو شامي حڪومت اهڙي تنظيم کي مهمان بنايو هجي ۽ سندس ماضيءَ جا سمورا ڏوهہ گناهہ معاف ڪيا. جيڪي سندن ملڪ جي خلاف هجن. انهيءَ لاءِ شامي حڪومت جا عرفات جي فتح سان تعلقات يقيني طور مثال ڏيئي سگهجن ٿا. عربن جي اندروني سياست ۾ ڪيترن سالن کان دشمنيءَ کي انتهائي غيروٽندڙ حالتن ۾ ملائي پنهنجي بستري جو ساٿي ڪيو ويو آهي: ڪالهہ جي تخت وتاج جو دشمن اڄ جي نهايت قريب دوستن ۾ شامل آهي.

اسانکي اهو بہ ياد ڪرڻ گهرجي تہ شام جي حڪمران ۽ سندس انٽيليجنس سروس جون حالتون ان وقت سخت لوڏي ۾ هيون. 1979ع ۾ ظهير محسن (Zuhir-Muhsin) جي قتل (جيڪو الصائقہ جو سربراهہ هيو) وارو واقعو تنظيم جي لاءِ هاجيڪار هو. الصائقہ بنيادي طور شامي حڪومت جي باٿ پارٽيءَ قائم ڪئي هئي، ان لاءِ تہ فلسطين ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڌائي ۽ تحريڪ ۾ شامل هجي. انکي ڪيترن سالن تائين هڪ قابل قدر بڻائي حڪومت جي مخالفن کي ڪچلڻ، ۽ شامي انٽيليجنس جي نشاندهيءَ تي ڌمڪائيندڙ حملن سان پنهنجي مفادن ۾ وڌو واڌارو ڪيو. پر تنظيم جي سربراهہ جي قتل ڪانوني، تنظيم پنهنجي پوزيشن برقرار نہ رکي سگهي هئي ۽ پنهنجي ڪاروائين کي بند ڪري ڇڏيو هو. شامي انٽيليجنس سروس ۽ خاص ڪري علي دوبا (Ali Duba) ملٽري انٽيليجنس جو ڊائريڪٽر ۽ محمد الخولي ڊئريڪٽر ايئر فورس انٽيليجنس (جنهن کي حڪومت جو طاقتور شخص سمجهيو ويندو هو.) سيني کي نظر انداز ڪري هڪ نئون جاءِ نشين حاصل ڪيو ويو. هو جنهن جي تلاش ۾ هئا سو هڪ نئون ٺيڪيدار هيو، جيڪو سندن خراب ڪمن يا ارادن کي سر انجام ڏيئي سگهي. شروع ۾ سندن ارادو هئو تہ مسلم برادرز جي خلاف ڪاروائين جا ٺيڪا حاصل ڪيا وڃن. جيڪي حافظ الاسد جي حڪومت لاءِ خطرناڪ ٿيندا پيا وڃن.

صابري البانا (ابوندال) جنهن کي مذهبي ڪٽرپڻي ۽ ان جي قيادت کان

سخت نفرت هئي ۽ انهن جي بنسبت پنهنجي ذميواريءَ جو ڪم قبولڻ جو وڌو خواهشمند هئو.

تنهن ڪري شامي حڪومت ۽ هڪ ڌڪائيندڙ انقلابي اڳواڻ جي وچ ۾ معاهدو جوڙيو ويو، جنهن جي موٽ ۾ رفيوجي فلسطينين جي اچڻ وڃڻ جي سهوليت ۽ مالي سهڪار جي ذميواري شامي حڪومت پاڻ تي ڪئي. ابوندال پنهنجو گروپ بغداد کان دمشق گهرايو ۽ دمشق جي پسگردائي ۾ هڪ ٽي منزل عمارت ۾ رهائش اختيار ڪئي. ڪيس انهن سهوليتن جي عيوض جيڪا قيمت ادا ڪرڻي هئي سا ڪا مهانگي ڪو نہ هئي. شامي انٽيليجنس سندس خدمات کي في الحال اردن جي خلاف استعمال ڪيو، ان لاءِ تہ شامي بآٿ (Baath) پارٽيءَ جي حڪومت ۽ هاشمي بادشاهيت (Hashemite Kingdom) ۾ رواجي توارخي نفرت جاري هئي. جيئن تہ سندن تعلقات 1980ع جي شروعات ۾ وڌيڪ خراب ٿي چڪا هئا، جڏهن شاهہ حسين مسلم برادريءَ کي پنهنجي مدد جي دعوت ڏني، جنهن جا ڪيترا ميمبر اردن ۾ داخل ٿيا ۽ پنهنجا مرڪز مستحڪم ڪري شامي بارڊر جي سامهو حملا شروع ڪيا. جن کي بند ڪرڻ لاءِ محمد الخولي ۽ علي دوبا ابوندال جي ڪمانڊوز کي اردن توڙي يورپ ۾ هاشمي مفادن تي حملو ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اها ڌڪائيندڙ لڙائي اٽڪل پنج سال جاري هئي، جنهن جي پڄاڻي 1985ع ۾ ٿي. جڏهن شامي حڪومت ۽ شاهہ حسين جي وچم تعلقات تي ٻيهر غور ڪري پر امن پاليسي وچ اوير ۾ وڌائي جنگ بنديءَ جي ڪوشش ڪئي هئي. جيتوڻيڪ ان جي لاءِ ڪنهن دٻاءَ جي ضرورت نہ هئي. شامين بہ عراقين وانگر ابوندال جي تنظيم کي پنهنجي ڪنٽرول کان ٻاهر پڌرو ڪيو هو ۽ صابري البانا کي سندس مرڪزي ڪمانڊ سميت چيو ويو تہ هو پنهنجا بسترا گول ڪن ۽ ڪنهن ٻئي طرف هيڊ ڪوارٽر کي منتقل ڪري روانا ٿين. ابوندال لبيا کي پسند ڪيو. ڪرنل معمر قذافي هڪ چاتل سڄاتل شخصيت هو ۽ جڏهن ابوندال عراقين ۽ شامين جي خدمت ڪري رهيو هو، تڏهن هن لبيا جي سيڪريٽ انٽيليجنس سان پنهنجا تعلقات خاصا مستحڪم ڪيا هئا. ابوندال ۽ قذافيءَ جي وچم پهريون ڀيرو ملاقات جو بندوبست

ناجي الوش (Naji Alush) جي معرفت ٿيو هو. جيڪو لبيا ۾ رهندڙ هو. ابوندال سندس هڪ قابل اعتماد شفيق ال آريدا (Shafiq Al Arida) کي پنهنجي گروپ ۾ ڀرتي ڪيو هو. شفيق هڪ عمارتي ٺيڪدار فلسطيني هيو ۽ الفتح کي ڇڏي ابوندال جي گروپ ۾ شموليت اختيارڪئي هئي ۽ لبيا جي انٽيليجنس ۾ ٽن ليفٽيننٽ ڪرنلن سان دوستيءَ جو مزو ماڻيو هو. جيڪي عبدالله هجازي، عبدالله سانوسي (Abdullah Sanusi) ۽ سليم ابوشرقائي (Salim Abu Sharukai) هئا. 1985ع جي وچ ڌاري جڏهن ابوندال کي دمشق ڇڏي وڃڻ لاءِ چيو ويو ۽ لبيا جي هيڊ ڪوارٽر ڏانهن روانو ٿيو. سندس تنظيم جلديءَ لبين حڪومت سان پنهنجا تعلقات جوڙي ورتا. جنهن ۾ پاڻ کي لڪائڻ جي ڪا به ضرورت محسوس نه ڪئي. هي هڪڙو وڏو قدم هئو جنهن ۾ ابوندال، ۽ڪرنل قذافيءَ عرب اسرائيل جهيڙي توڙي عربن جي اندروني تعلقات ۾ هم خياليءَ جا حامل هئا. تنظيم جي آفيس ٽريپوليءَ (Tripoli) ۾ کليو ڪلايو ڪم ڪندي هئي ۽ البانا پنهنجو پاڻ گروپ جي انتظامي ۽ سياسي عملن جو بندوبست ڪندو هو. جنهن ۾ ٻين ڌمڪائيندڙ انقلابي تنظيمن سان رابطو ڪرڻ، تعلقات وڌائڻ ۽ ڌمڪائيندڙ ڪاروائين جي حملن جي منصوبا بندي به شامل هئي. ابوندال کي لبيا حڪومت تي ايترو ته ڀروسو هو، جو هو ٽريپوليءَ ۾ پريس ميڊيا کي پنهنجا انٽرويو جاري ڪندو هو. ۽ جڏهن ڪويتي وزير خارجه آڪٽوبر 1985ع ۾ ٽرپوليءَ جو دورو ڪيو هو ته صابري البانا ڪيس وارننگ ڏيڻ ۾ ڪا به جهجهڪ محسوس نه ڪئي ۽ کيس خبردار ڪيو ته جيستائين ڪويت سندس تنظيم سان پنهنجي پاليسي درست نه ڪندي ۽ ڪويت جي حڪومت جيڪي سندس ميمبر قيد ڪيا آهن سي آزاد نه ڪندي، تيستائين هو ڪويت تي پنهنجا حملا جاري رکندو.

انهيءَ کان اڳ 8 سيپٽمبر 1985ع تي عبدالسلام جالود (Abdual Al Salam Jalluc انقلابي ڪمانڊ جو ميمبر ۽ لبيا جو وزيراعظم جنهن کي ملڪ ۾ ٻئي نمبر تي حيثيت حاصل آهي، سو ابوندال سان مليو.

انهيءَ ملاقات ۾ لبيا ۽ تنظيم جي وچ ۾ تعلقات تي ڳالهيون ٿيون، جنهن کان ٽي هفتا پوءِ 28 سيپٽمبر تي ڪرنل قذافي پاڻ خود ابوندال سان ملاقات ڪئي. جنهن جو سرڪاري نيوزايجنسيز هڪ ننڍڙيءَ رپورٽ ۾ ملاقات ٿيڻ جو ذڪر ڪيو هو، ۽ پر، ان ملاقات جو حاصل مطلب ظاهر نہ ڪيو هو. اهو سڀ ڪجهہ ظاهر ڪري پيو تہ لبيا جي حڪومت ۽ هڪ ڌمڪائيندڙ انقلابي تنظيم جي وچ ۾ ڪيڏو نہ ويجهو رشتو قائم ٿي چڪو آهي. ابوندال جي ڪيترن عملي ڪاروائين ۾ لبيا جي سهڪار جو اظهار ٿيو. آمريڪا جي حڪومت سيٽ لائيٽ فوٽو گرافي جي ذريعي لبيا ۾ قائم تربيتي ڪئمپن بابت اسرائيل ۽ مصر کي، اطلاعات موڪليا. جتي ابوندال خود نہ صرف پنهنجي تنظيم جي ميمبرن جي تربيت جو انتظام ڪيو هو، بلڪہ ٻين ڪيترن فلسطيني گوريلن کي بہ تربيت فراهم ڪئي هئي. ابوندال ۽ سندس ميزبان لبين حڪومت جي وچ ۾ ايترا تہ ويجها تعلقات قائم ٿيا هئا، جو جڏهن مصر جي فوجن کي لبيا جي باردر سان لڳايو ويو تہ صابري البانا اعلان ڪيو هو تہ هو پنهنجي تنظيم کي لبيا جي فوجي ڪمان هيٺ ڏيئي ڇڏيندو.

موٽ ۾ جيڪو ابوندال جي تنظيم کي اجهو، سفري سهوليتون ۽ مالي امداد لبيا جي حڪومت کان حاصل هئي، تہ هن پنهنجيون خدمات ڪرنل قذافيءَ جي حوالي ڪيون هيون. نومبر 1985ع ۾ ابوندال پنهنجا ڪجهہ ميمبر مصر جي هوائي جهاز کي ائٿينس کان قاهرہ اڏام دوران اغوا ڪرڻ لاءِ موڪليا. لبيا جي انٽيليجنس جا ايجنٽ ۽ احمد قذافي لبيا جي اڳواڻ جي ڀائٽي چئني هاءِ جيڪرن کي هدايتون ڏنيون تہ هوائي جهاز کي مالٽا جي تخت گاهہ ولٽا (Valletta) ۾ پهچايو وڃي. جنهن کي مصري فوج جي هڪ اسپيشل اسڪواڊ حملو ڪري آزادي ڏياري، ان ڪمانڊو ريڊ جو اختتام هڪ ٽريجڊيءَ تي ٿيو، جنهن ۾ تقريبن 60 مسافر، ٽي هاءِ جيڪر ۽ ڪجهہ جهاز جي اسٽاف جا ميمبر قتل ٿيا ۽ ثابت ٿيو تہ جهاز کي لبيا جي پاران اغوا ڪيو ويو هو، جيڪا مصر ۾ حسني مبارڪ جي حڪومت جو خاتمو گهري ٿي.

ابونڊال طرفان مصري حڪومت جي خلاف عمل ڪرڻ ۾ ڪنهن به خاص هدايتن جي ڪابه ضرورت نه هئي. آخرڪار پنهنجي سيني انٽرويوز ۾ هن ظاهر ڪيو هو ته سڄي دنيا ۾ امن سلامتيءَ جي رستي سان ڪوبه مسئلو حل نه ٿيو آهي. جيڪڏهن اوهان عرب تواريخ پڙهندا ته ڪڏهن به اسانجو ڪوبه مسئلو امن سان حل نه ٿيو آهي، مان قبول ٿو ڪريان ته فلسطين ۾ يهودين جو قيام وڏي عرصي تائين جاري رهندو، پر اسان خواب ڪونه ٿا ڏسون، انور سادات ڪئمپ ڊيود (Camp David peace Treaty) جو امن معاهدو ڪري پنهنجي موت مري ويو. هي صرف وقت جو سوال آهي، جيستائين فاتح اچي حسني مبارڪ (Hosni Mubarak) ڪي به عرب تاريخ ۾ پنهنجي ڪردار جي مهانگي قيمت ادا ڪرڻي پوندي.

جهاز جي اغوا جي ذميواري انقلابي مصر جو نالو وٺڻ واري هڪ تنظيم پاڻ تي ڪنئي هئي. جيڪا تنظيم هڪ اسرائيلي سياستدان البرٽ اتراڪچيءَ (Albert Atrakchi) جي قتل ۾ به ملوث هئي. جيڪو آگسٽ 1985ع ۾ قاهره ۾ ڪار هلائيندي قتل ڪيو ويو هو. انٽيليجنس ذريعن جو اهو خيال آهي ته ٻنهي ڪاروائين جي پويان لبيا جو هٿ هيو ۽ اها لبيائي آهي، جيڪا مصر ۾ حسني مبارڪ جي حڪومت ۽ اسرائيل سان امن معاهدي جي خلاف مصري انتها پسندن جي مدد ڪري رهي آهي. ۽ انهن سان ابونڊال جي رابطي ۾ به سهڪار ڪري رهي آهي. جڏهن ڊسمبر 1985ع ۾ روم ۽ ويانا ۾ اسرائيلي ايئر لائين ال آل EI AI ڪائونٽرس تي حملو ٿيو ته لبيا سان تعلقات ويتر گهٽي پيماني تي پڌرا ٿي پيا. ٻن ڏهڪائيندڙن کي حملي دوران گرفتار ڪري، جڏهن سندن پاسپورٽ چيڪ ڪيا ويا ته اهي ساڳيا تيونسي پاسپورٽ نڪتا. جيڪي لبيا جي حڪومت تيونسي مزورن ڪان ان وقت حاصل ڪيا هئا. جڏهن 1985ع ۾ کين واپس تيونس موڪليو ويو. انهن مزورن گهر پهچي لوڪل پوليس ۾ پنهنجي نقصان جي رپورٽ ڪئي هئي، جنهن ڪانپوءِ اهڙي معلومات پاسپورٽ نمبرن سميت انٽرپول کي پهچائي وئي هئي. تنهن ڪري جيڪي ماٺهو ال آل E I A I تي حملي ۾

شامل هئا، انهن ابونڊال گروپ ۽ لبيا جي لڪل ۽ مخفي تعلق کي اگهاڙو ڪري ڇڏيو هو. جڏهن ته شروع ۾ انٽيليجنس کي صرف اها معلومات هئي ته حملي جي ڪاروائي ابونڊال گروپ ڪئي هئي. پر هاڻي هو ان لائق هئا ته لبيا جي ذميواريءَ جو ثبوت ڏيکارين.

اسرائيل ۽ آمريڪا لبيا کي ڏوهي ٺهرائي سندس خلاف فوجي ڪاروايون ڪيون. ناراض ڪرنل قذافيءَ 1986ع جي شروع ۾ هڪ منصوبو پيش ڪيو، جنهن ۾ هن پنهنجي طرفان ڏهڪائيندڙ انقلابي تنظيم جي سهڪار کي ختم ڪرڻ جي پيشڪش ڪئي، جنهن جي بدلي ۾ اولهه، جن ۾ آمريڪي رياست به شامل آهي، پاڻ کي پابند ڪن ته اهي لبيا جي خلاف طاقت استعمال نه ڪندا. ان منصوبي کي قبول نه ڪيو ويو، ۽ ٽريپوليءَ ۾ ڪرنل اجا تائين ابونڊال سان پنهنجا تعلقات مخفي رکيا آهن. پر لبين آرميءَ جي ڪرنل حسن اشڪال کي ڦاسيءَ جو آرڊر ڏنو. جيڪو مصري هوائي جهاز اغوا ڪرڻ جي منصوبابنديءَ ۾ شامل هئو ۽ پنهنجي هٿ سان ان ڪاروائيءَ لاءِ ابونڊال کي پنج ملين پائونڊ اسٽرلنگ جي ادائگي ڪئي. ان ڪانسواءِ قذافي دير اسپيگل (Der Spiegel) تي به سخت ڪاوڙيو هو، جنهن صابري البانا (ابونڊال) جو انٽرويو اهڙي جڳهه ته ورتو هو، جيڪا ٽريپوليءَ جي نزديڪ پوشيده راز رکندي هئي. (انهيءَ هفتيوار رپورٽ ظاهر ڪيو هو ته فتح نالي تنظيم جو جهنڊو انهيءَ ولا (Villa) (ڀهراڙيءَ جو بنگلو) تي ڦڙڪي رهيو هو، جتي انٽرويو ورتو ويو). جنوري 1986ع ۾ اخبار کي سزا طور اولهه جرمنيءَ جي سيني رپورٽرن جي لبيا ۾ داخلا تي بندش وڌي وئي.

شام جي اڳواڻن پڻ جوابدهيءَ (احتساب) شروع ڪري ڏني، جڏهن مغرب شامي حڪومت کي ابونڊال گروپ سان سهڪار ڪرڻ جو ڏوهي ٺهرايو هو. شامي وزير خارجه فاروق شيريا (Farooq Sharea) مارچ 1986ع ۾ لنڊن جي دوري دوران قبول ڪيو ته اهو سچ آهي، ته ابونڊال گروپ جي دمشق ۾ آفيس هئي، پر ان وضاحت ڪندي وڌاءُ ڪيو ته اها صرف هڪ پريس آفيس هئي. احمد جبرائل، جيڪو فلسطينيءَ آزاديءَ جي پاپولر فرنٽ جو سربراه هو، تنهن شام ۽ لبيا جي بي همتيءَ کي ظاهر ڪيو

۾ مغرب جي اخبارن کي انٽرويوز ڏيڻ لاءِ ڪاهي پيو. ان لاءِ تہ هو ابوندال
سان دمشق ۾ ترپيوليءَ جي تعلقات کي پيو رخ ڏيڻ جي ڪوشش ڪري.
جبرائيل ظاهر ڪيو هو تہ صابري البانا هاڻي تهران جو رخ ڪيو آهي. هن
لبيا ۾ شام ۾ ٿورو وقت بہ نہ گذاريو هو ۾ هو عرب قدامت پسند
(conservative) حڪومتن تي دٻاءُ وجهي رهيو آهي، جهڙوڪ هن
ڪويت کي بليڪ ميل ڪري پنهنجي مدد حاصل ڪرڻ جو ڪردار ادا ڪيو آهي.
پر اهو اهڙو قدم هئو جنهن جي آرپار ڏسي سگهجي ٿو تہ الزام کي
شفٽ ڪري ٻين تي مڙهيو پيو وڃي، جڏهن تہ انٽيليجنس ذريعا هن سلسلي
۾ پر اعتماد آهن، نہ صرف انڪري تہ صابري البانا (ابوندال) هڪ ريڊيڪل
(انتها پسند) سيڪيولرسٽ آهي، جيڪو شيخن (شهنشاهن) جي مسلم
سياست کان سخت بيزار آهي ۽ تهران جي برخلاف آهي، پر ڇاڪاڻ تہ اتي
سندس مفادن وٽان ڪابہ اهڙي ڳالهہ ڪانہ آهي، جنهن لاءِ هو پنهنجو تعلق
پيدا ڪري. اهو ڪڏهن بہ ممڪن ڪونهي تہ هڪ ريڊيڪل ۽ ايراني شيعا
تنظيمن جي وچير ڪو سڌو يا اڻ سڌي طرح تعلق هجي ۽ حذب الله
(Hizballab "God party") جي ڪمزور ڇٽيءَ جي هيٺيان ڪو
ناٽڪ رچي. جيستائين ابوندال ۽ ايران وچير تعلقات جو افواهہ 1986ع
تائين پکڙجڻ شروع ٿيا تہ هڪ رپورٽ جيڪا جيڪ ائيندرسن (Jack
Anderson) طرفان مارچ 1986ع ۾ پڌري ٿي. جنهن مثال طور ٻڌايو
هو تہ ابوندال جي ڪجهہ انقلابين کي ايران ۾ منظاريہ پارڪ (Manzaria
Park) جي هڪ ڪئمپ ۾ تربيت ڏني وئي هئي رپورٽ ۾ اهو بہ چيو ويو
هو تہ ابوندال پاڻ بہ ڪجهہ وقت ان ڪئمپ ۾ گذاريو هو، جتي ساڻس
احمد پٽ آيت الله خميني (Ahmed Ayatallh khomeini) بہ گڏ
هيو. پر اهو سچائيءَ جو ممڪنات کان بہ ٻاهر آهي تہ ابوندال جو ڪو
ايران سان ڪنهن بہ قسم جو تعلق ٿي سگهي ٿو. اهو يقين سان چئي
سگهجي ٿو تہ جيڪڏهن ابوندال کي لبيا يا شام ڇڏڻو پوي، تڏهن بہ هو
ايران ۾ داخل ٿيڻ جي تڙتڪڙ ۾ بہ غلطي نہ ڪندو.

قصوروار ثابت ٿيڻ کانپوءِ آمريڪا ۽ مغرب جون آگريون لبيا ڏانهن سڌيون ٿيون، تڏهن ابوندال کي چيو ويو ته ملڪ ڇڏي وڃي. حالانڪ ظاهر آهي ته هنڪي لبين سرڪار جي رسمي گذارش ڪرڻ کان سواءِ اهو ڪجهه ڪرڻو هيو. اها حقيقت آهي ته اسرائيل، آمريڪا، مصر، الفتح ۽ اولهه جي ڪيترن خفيه ادارن کي ابوندال گهربل هيو، جنهن ڪيس ان نتيجي تي پهچايو ته سندس چوڌرد باهه پئي ٻري ۽ اهو وقت اچي ويو آهي ته هو ڪا نئين جڳهه ڳولي اتي پناهه وٺي، هاڻي ابوندال ڪيڏانهن رخ ڪري؟

جڏهن کان 1973 يا 1974ع ۾ هن خود مختيار بنجي ڪردار ادا ڪيو آهي، تڏهن کان هن موراڪو جا ڇهه جعلي پاسپورٽ استعمال ڪيا آهن انهن پاسپورٽن کي نه صرف ابوندال گروپ استعمال ڪيو آهي، پر ٻين ڏهڪائيندڙ فلسطيني انقلابي تنظيمن پڻ ممڪن آهي ته موراڪو جا اهي پاسپورٽ مالڪ ڪڏهن به ويزا جا ضرورتمند نه ٿيا آهن جو يورپي ملڪن ۾ داخل ٿين، پر اهي تبديل ڪيا ويا.) عراق، ڏکڻ يمن، شام، لبيا ۽ مصر جا شهري هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ڏانهن عارضي تحفظ ۽ رهائش جا خواهشمند رهيا آهن. اٽليءَ ۾ عام طور اهڙن افواهن جو پڙاڏو هيو، ته ابوندال 1970ع جي پڇاڙيءَ تائين ڪڏهن به يورپ ۾ داخل نه ٿيو آهي.

ابوندال انهيءَ حقيقت بابت وڏي واڪي چوندو هو ته هن آمريڪا، برطانيه ۽ جرمنيءَ جا دورا ڪيا آهن. هن هڪ انٽرويو ۾ ظاهر ڪيو هو ته هو جرمنيءَ جي هر هڪ شهر ۽ علائقي کان چڱي طرح واقف آهي. هن شڪار ڪيو پر ڪڏهن به پنهنجو پاڻ تي مڪمل ڀروسو نه ڪيو هو، ابوندال پاسپورٽ تبديل ڪري مسلسل جدوجهد ۾ رهيو. هو خواهشمند هو پر ڪڏهن به پلاسٽڪ سرجري نه ڪرائي ۽ عراق، شام ۽ ڏکڻ يمن ۾ هلندو رهيو، ۽ مخفي ذريعن سان ڪيس مدد ملندي رهي ۽ هن انهن ملڪن جي انٽيليجنس سروس سان رابطو مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو. ابوندال کي پنهنجي گروپ سميت مسلسل عملي ڪاروايون ڪرڻ جي آزادي حاصل هئي، ٻين لفظن ۾ هنکي شام يا عراق جي همت افزائي جي ضرورت ڪانه هئي ته هو اسرائيل، اردن، پي.ايل.او مصر يا ڪويت جي معروضات خلاف

ڪاروايون ڪري. اهو سچ آهي تہ هو مشڪلات کي منهن ڏيڻ لاءِ اهو ڪجهہ ڪندو هو جنهن جي ڪيس هدايت ملندي هئي، پر ڪيترن ئي معاملن ۾ هن پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪاروايون ڪيو هيون، جن ۾ برطانيہ ۾ اسرائيلي سفير شولومو آرگووف تي حملو انهيءَ خود مختيار فلسطيني آزاديءَ واري مقصد ۽ شيخن جي خلاف، عرب دنيا ۾ سوشلسٽ نصب العين جي نشاندهيءَ جوڳو آهي. ڪيترو بہ ابوندال جي جدو جهد ۾ مبالغي کان ڪم ورتو وڃي، تڏهن بہ حقيقت حقيقت رهندي.

# حڪم ڪنهن جاري ڪيا هئا؟

سفير آرگووف جي شوٽنگ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي خاص سوال اڀرن ٿا، جن جو جواب نه ڏنو ويو آهي.

پهريون ته ڪهڙي طرح برطانيه ۾ هٿيار سمگل ڪيا ويا ۽ گروپ حاصل ڪيا؟

ٻيون انقلابي ڏهڪائيندڙن کي ڪيئن معلوم ٿيو ته آرگووف ڊور چيسٽر ۾ هوندو؟

ٽيون آخري سوال جيڪو وڌيڪ اهم آهي ته ڇا جي ڪري ابوندال گروپ اسرائيلي سفير تي حملو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، اهو ڪنهن موڪليو ۽ ان جو مقصد ڪهڙو هو.؟

اسان ان ٽن سوالن جي تجزيو ۽ جواب حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

پهريون ته هٿيار ڪيئن برطانيه پهتا ان لاءِ ٻه ممڪن ذريعا آهن، جيڪي يقينن ميچڻ جوڳا آهن.

پهريون ته هٿيار ڪنهن قاصد ذريعي برطانيه پهتا، جيڪي ڪنهن ٻجهي بيگ ۾ يا ڪنهن ڪار ۾ آندا ويا ۽ برطانيه جي ڪسٽم وارن ڪان تلاشي ڪرڻ کان رهجي ويا جڏهن ته لنڊن پوليس اهو تجزيو ڪيو هو ته اهي هٿيار ڪنهن عرب سفارتخاني جي سياسي ٽپال ذريعي پهچايا ويا. جاچ ڪندڙ پوليس جو لاڙو ٻئي متبادل طريقي تي مستحڪم آهي. انقلابي ڏهڪائيندڙن جي خلاف اسڪواڊ (Anit-Terrorist Squad) جي سربراه ڪمانڊر وليم هڪليسبي (Commander William Hucklesby) چيو هو ته اسان چاڻو ٿا ۽ اهو ڪو راز ۾ رکيل ڪونه آهي ته ملڪن وچم هڪ ٻئي سان پرڏيهي سفارتڪاري رابطن واري سياسي ٽپال ڪيترن سفارتخانن جي سمگلنگ جي لاءِ هڪ ڍڪ آهي، جنهن ۾ هٿيار ۽ ٻيو ايمونيشن به اچي وڃن ٿا. پر بين الاقوامي واسطن واري عهدنامي موجب سفارتڪارن جي ٽپال جي حفاظت لاءِ اسانکي منع ٿيل آهي، جيئن اسان پوليس فورس وارا

چاهيون ٿا تہ ان جي پڙتال ڪئي وڃي.

ڊوگلس هرڊ (Douglas Hurd) ان وقت جيڪو جونيئر منسٽر فارين آفيس ۾ هو تنهن قبول ڪيو هو تہ سنڌس آفيس سيني سفارتخانن کي هڪ نوٽ موڪليو هو، جنهن ۾ چيو ويو هو تہ ڊپلوميٽڪ امانتن ۾ قانون تي پوري طرح عمل ڪيو وڃي. انهيءَ ۾ ڪا تعجب جي ڳالهہ ڪونهي تہ ان قانون جي ورجائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. برٽش پوليس کي انٽيلجينس اطلاع ڏنو هو تہ گذريل ٻن سالن دوران اهڙا ڪيترا واقعا پيش آيا آهن، جو ٻاهرين سفارتڪارن سنڌن آفيسرن کي گاريون ڏنيون آهن، ڇاڪاڻ جو انهن جي امانتن جي تلاش ڪئي وئي. لنڊن پوليس بہ پوري يقين سان نٿي چائي تہ اهي هٿيار ڪيئن پهتا، انهن لاءِ صرف چند نقطہ پيش ڪيا آهن.

روسن (Rosan) جو انن مهينن دوران عراقي سفارتخاني جي ملٽري اتاشيءَ (Attache) سان مسلسل رابطو رهيو هو. سفارتخاني ۾ سيف باڪس ۽ الماڙيون موجود آهن، جن ۾ هٿيار رکي سگهجن ٿا. اسرائيل جي مختلف ذريعن کي يقين آهي تہ اهي هٿيار عراقي سفارتخاني فراهم ڪيا هئا، خاص ڪري پولش سب مشين گنون، جن مان هڪ ان حملي ۾ استعمال ڪئي وئي. اهي بندوقون عراقي فوجن کي ڏنل آهن. ساڳي نموني جا هٿيار مئي 1980 ۾ ايراني سفارتخاني تي حملي ۾ استعمال ٿيا هئا، اهو حملو عراقي انٽيلجنس جي چرچ تي ٿيو هو ۽ حملہ آور ايرانين کي عراق ۾ تربيت ڏني وئي هئي. پوري ثبوت جي باوجود لنڊن فارين آفيس کي اها ڪارروائي نظرانداز ڪرڻي پئي هئي. ڪجهہ مهينن ڪانپوءِ ٻيهر ايراني سفارتخاني تي گهيراءُ ڪيو ويو. جنهن ۾ عراقي سفارتخانو ملوث هئو. 1981 جي شروعات ۾ جڏهن عراقي سفارتخاني ۾ بارود فاٽو هو، جنهن علائقي جي ماڻهن ۾ سنڌن گهرن جي درين جا شيشا ڀڄي پوڻ تي حراس پيدا ٿيو هو ۽ جڏهن لنڊن پوليس سفارتخاني ۾ داخل ٿيڻ چاهيو تہ عراقي سيڪيورٽي گارڊن کين روڪيو هو تہ هو ٻين جي علائقي ۾ ڪنهن جو نڪ جهلڻ جي ڪوشش نہ ڪن، جنهن سان سنڌن ڪوبہ واسطو ڪونہ آهي.

انهيءَ واقعي مان معلوم ٿيو هو تہ عراقي سفارتخاني ۾ هٿيار بارود جو

وڏو زخيرو موجود هو. اسرائيلي سفير آرگوف تي حملي دوران چوٽون حملہ آور پڇي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو. ممڪن آهي تہ اهو سفارتخاني جو ماڻهو هجي ۽ مشين گن نائيف روسن ۽ مروان الباني جي حوالي ڪئي هجي. اهو بہ ممڪن آهي تہ هو اجان تائين سفارتخاني جي اسٽاف ۾ شامل هجي، چاڪاڻ تہ عراقي سفارتخاني ۾ لنڊن اندر ڪنهن بہ سفارتخاني جي عملي ڪان گهٽو اسٽاف شامل آهي.

انهن نتيجن جو تجزيو ڪندي گارجين اخبار هڪ سينيئر فلسطيني آفيسر جي حوالي سان قبول ڪيو هو تہ اسرائيلي سفير تي حملي واري رائيفل عراقي سفارتخاني فراهم ڪئي هئي، اخبار اڳتي لکيو هو تہ اسرائيلي موسائد (Mossad) جو بہ اهو رايو هو. ٻئي سوال جي جواب ۾ تہ حملہ آورن کي اسرائيلي سفير جي هوٽل ۾ اچڻ جي ڪيئن خبر ملي هئي، ٻئي خيال ڪان تہ اها آسان ڳالهہ هئي، پر لنڊن پوليس پنهنجي جاچ جي حوالي سان ٻڌايو هو تہ ان ۾ سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح ڪيترا ماڻهو ملوث هئا. ڊنر جو انتظام ڊيلارو (De-la-Rue) ڪمپنيءَ ۽ هوٽل جي ملازمن جي حوالي هو. تنهنڪري اهو ممڪن هو تہ انهن ماڻهن مان ڪنهن سفير جي شرڪت جو اطلاع ڏنو هجي. ان ڪان علاوه اها سفارتڪارن جي ساليانی ڊنر هئي ۽ اسرائيلي سفير شلوموآرگوف هڪ چست ميمبر هو، جنهن جي شرڪت لازمي هئي. اهو ممڪن هو تہ سفارتڪارن جي ڪنهن بہ هڪ ميمبر اهو راز فاش ڪيو هجي. هي حقيقت وڏيڪ تعجب جوڳي آهي تہ سمورن عرب سفارتڪارن آخري لمحن ۾ ڊنر ۾ شرڪت نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن ۾ يقين سان نٿو چئي سگهجي تہ عرب سفارتڪارن کي اڳيم خبردار ڪيو ويو هجي پر اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ جڏهن عرب سفارتڪارن کي معلوم ٿيو تہ اسرائيلي سفير بہ ڊنر ۾ شرڪت ڪندو تہ انهن پاڻ مرادو بائيڪاٽ ڪيو هجي ۽ اهڙي سڌ ابوندال گروپ کي بہ ملي هجي.

پوليس جا جيڪي بہ ذريعا جاچ ۾ مشغول هئا، انهن کي پورو يقين هو تہ اهو حملو ابوندال گروپ جو ڪيل هو، پر هاڻي اهو اهم سوال اڇي ٿو تہ اهڙو حڪم نامو ڪنهن جاري ڪيو هو ۽ انجو ڪهڙو مقصد هيو. منهنجي

خيال ۾ ان جا ٽي اهم ذريعا ٿي سگھن ٿا.

پهريون تہ حملو عراق جي چوڻ تي ڪيو ويو. ٻيو تہ ان ۾ ابوندال جو پنهنجو سڌو هٿ هو، ۽ ٽيون تہ ان ۾ ڪابہ ٻي پارٽي شامل هئي. اسان پنهنجو بحث ٽئين نمبر جي حوالي سان شروع ڪيون ٿا.

اها حقيقت هئي تہ شامي حڪومت پي- ايل- او کي ڪمزور ڪرڻ جي خواهشمند هئي ۽ اهو درست هجي تہ انهن ان حملي جو انتظام ڪيو هجي، ڇاڪاڻ تہ اهو ضروري هو تہ اسرائيل ان جي بدلي ۾ پي- ايل- او جي خلاف عمل ڪري، ان ڪان علاوه ان وقت دمشق بہ اسرائيل سان لڙائي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو ۽ پي- ايل او جي سٽن اڳواڻن کي يقين هو تہ جيتوڻيڪ اسرائيلي سيڪيورٽي سروس ڪاررواين جي پوريان تيارين ۾ مشغول هئي ۽ ڪين اڳتي قدم لاءِ ڪنهن بهاني جي ضرورت هئي. ڊاڪٽر اسام سارتوي (Dr:Assam Sartawi) جي نتيجي مطابق اسرائيلي لبناني لڙائي جي وچم ڪاهي پوڻڻ لاءِ تيار هيو ۽ جنهن لاءِ زياده درست وقت حال ۾ ٿي سگھي ٿو. آگسٽ 1982ع ۾ پيرس ۾ اسرائيلي جنرل ماٽي پيلڊ (Matti Peled) ۽ سارتويءَ جڏهن هڪ گڏيل پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي هڪ سوال جي جواب ۾ سارتويءَ ٻڌايو تہ سندس خيال ۾ ابوندال اسرائيلي موساعد جو ايجنٽ آهي. سارتوي ۽ پي- ايل-او جا اصل ميمبر يقين سان چون ٿا تہ اسرائيل ڪنهن موقعي جي تلاش ۾ آهي تہ هو لبنان ۾ داخل ٿئي. عرب طرفدار ويڪلي مڊل ايسٽ ظاهر ڪيو هو تہ اسرائيلي سفير تي لنڊن ۾ حملو اهو موقعو هو جنهن جو اسرائيل سبب بنائي لبنان ۾ گھڙڻ جو منتظر هو. اهي جيڪي ان مفروضي جا حامي آهن، سي جواز پيش ڪن ٿا تہ جولاءِ 1981ع کان پي- ايل-او اسرائيلي لبناني بارڊر تي فائربنديءَ تي عمل ڪيو آهي. جنهن جو آمريڪي سفارتڪار فلپ حبيب انتظام ڪيو هو. پي- ايل-او ميمبرن کي ڄاڻ آهي تہ جيستائين ڪو اهڙو سونهري موقعو نٿو ملي تيستائين اسرائيل لبنان ۾ سندن مرڪز تي حملي ۾ تڪڙ نہ ڪندو. جنهن ڪري سندن ڪوشش اها هئي تہ هو اهڙو ڪوبہ موقعو اسرائيل کي نہ ڏين. جيڪي ان نقطي تي يقين رکندڙ هئا انهن جي

شعور ۾ لنڊن واري حملي اهڙو موقعو فراهم ڪيو آهي جنهن جو اسرائيل انتظار ڪري پيو.

اسرائيلي جنرلسٽ يوري اونري (Uri Avnery) لکيو هو ته ابوندال جي هر ڪارروائي هڪ رواجي عمل هو. جنهن ۾ پروفيشن طور تي هميشه ريوالور استعمال ڪيا ويندا آهن. جيڪي هر ملڪ ۾ آسانيءَ سان سمگلنگ ڪيا ويندا آهن. ان کان علاوه سندن ميمبر واردات ڪرڻ کانپوءِ جلد ئي فرار ٿي ويندا آهن. پر لنڊن ڪيس ۾ ابوندال گروپ جي ميمبرن هڪ مختلف عمل ڪيو آهي، جنهن ۾ خماريل ننڊ اکڙا (Sleeper) انقلابي استعمال ڪيا ويا آهن. جن کي برطانيه ۾ ڪنهن ڊگهي مدي وارن منصوبن لاءِ تيار ٿيڻ ڪيو ويو.

اهو سچ آهي ته مروان البانا صابري البانا جو عزيز هو. جنهن کي ان عمل ۾ ڪم آندو ويو. اهو ارادو ظاهر ڪرڻ جو خواهشمند هو ته ڪين ان ڪارروائي جو حڪم اچانڪ ۽ آخري وقت تي ڏنو ويو. اهڙي تڪڙي عمل ۾ ڪوبه متبادل مسو حاضر نه هئڻ ڪري ڪيس ڪمانڊوز آپريشن ۾ استعمال ڪرڻ جو نسو ڪيو ويو، جنهن جو مقصد هو ته گروپ جي اڳواڻ جي عزيز کي موت جي منهن ۾ ڏنو وڃي. ان نقطي جي مدد ثابت (Thabit) ڏانهن لکيل خط مان ملي ٿي. جنهن ۾ لکيو ويو هو ته هو ڪنهن عرب عمارت تي حملي لاءِ تيار رهي ۽ ان ۾ اسرائيل جو ڪوبه ذڪر نه هو.

ٻئي طرف اهو به ممڪن هو ته تڙ تڪڙ ۾ مليل ان حملي جي حڪم جو سبب اهو هو ته تنظيم کي ان ڊنر ۾ اسرائيلي سفير جي شرڪت جو اطلاع دير سان مليو هجي. اسان جيئن ڏنو آهي ته ابوندال گروپ کي انساني زندگي جو ڪوبه قدر ناهي ۽ نه ڪنهن ظلم جو خيال آهي ۽ نه وري پنهنجي ميمبرن جي زندگي جو سندن اڪثر حملن دوران حملہ آورن کي گرفتار ڪيو ويو آهي، چا سندن پٺي وڃڻ يا روپوش ٿيڻ لاءِ ڪابه منصوبابندي نٿي ڪئي وڃي يا ڪين پٺي وڃڻ جو موقعو نه مليو آهي. جيڪڏهن لنڊن ڪيس ۽ گروپ جي ٻين ڪارروائين جو ڪوبه تجزيو ڪندو ته ڪيس وڌو تعجب

ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ اسرائيلي سفير تي حملي کانپوءِ سعد (Said) کي پڪي وچڻ جو پورو موقعو حاصل هو. انهيءَ ڪري معلوم ٿئي ٿو تہ سندن نڪري وڃڻ جو ڪوبہ منصوبو ڪونہ هو ۽ گروپ جي ميمبرن لاءِ ضروري ناهي تہ هو پنهنجي حفاظت جو پورو انتظام ڪن، جيئن هو گرفتاريءَ يا موت جي منهن چڙهڻ کان بچي وڃن.

اهو سچ آهي تہ پي- ايل-او جي ميمبرن جو ان ۾ ڪوبہ فائدو نہ هو تہ اسرائيل کي سندس ضرورت مطابق موقعو فراهم ڪن.

انهيءَ نتيجي تي پهچڻ کان پوءِ اسانکي پهرين ٻن سوالن جو جواب حاصل ڪرڻو آهي. جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ ڇا ان حملي جو آرڊر عراقي حڪومت ڏنو هو ۽ سندس ڪهڙو مقصد هو.

جهڙي طرح اسان گذريل چئپٽرن ۾ ڏسي چڪا آهيون تہ ابوندال گروپ عراقي حڪومت لاءِ سندس اوزار بنجي ڪم ڪيو آهي، يا قيمت تي عراقي انٽيليجنس جون خدمتون سرانجام ڏنيون آهن، پر عراقي حڪومت جو اسرائيلي سفير تي حملي ۾ ڪهڙو مفاد شامل هئو؟

1982ع جي اونهاري جي شروعات ۾ عراق پنهنجي پاڙيسري ايران جي خلاف لڙائي جي وچين دور ۾ داخل ٿي چڪو هو. جيڪا اڄا تائين (ڪتاب مرتب ڪرڻ تائين) جاري هئي. انهيءَ لڙائي جي نتيجي ۾ عراقي حڪومت پنهنجو موت ڏسي رهي هئي. انڪري سندس خواهش هئي تہ ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ڪو باعزت سمجهوتو ٿئي ۽ لڙائي بند ٿئي. جڏهن تہ اڄ تائين سيپٽمبر 1979ع کان وٺي صدر صدام حسين جا سمورا اندازا غلط ٿي چڪا هئا. جڏهن عراق شط-العرب پار ڪئي هئي تہ هر ڪنهن جو اهو قياس هيو تہ ايراني حڪومت ٽورن ڏينهن ۾ پنهنجو اقتدار وڃائي ويهندي، ۽ اهو عراقي صدرَ جو اندازو هيو. جنهن ڪري هن لڙائي شروع ڪئي هئي، تہ ايراني رهنما آيات الله خميني جي سخت پاليسي ڪري پوري دنيا جي سهڪار کان انهن پاڻ کي ڪٽي ڇڏيو هو. اهڙ طرح ايراني حڪومت هڪ پڪل ميوي جيان صدام حسين جي جهوليءَ ۾ پوندي، پر عراقي صدر تمام غلط اندازو لڳايو هو ۽ تهران جي مسلم شيعا قوميت

پنهنجي فوجن کي هٿيارن جي کميءَ جي باوجود اڳتي وڌائڻ جو بندوبست ڪيو، ۽ جارح عراق جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي. ان وقت ڪان وٺي لڙائي هڪ پاسي ٿي ويئي ۽ عراقي حدن اندر پهچي ويئي. عراق پنهنجو سڀ ڪجهه، تيل جي صنعت ۽ معيشت لڙائي ۾ وڃائي چڪو هو، اڄ تائين صرف سعودي عرب، ڪويت ۽ متحده عرب امارات جي سهڪار سان لڙائي جاري رکي سگهيو هو. ان کان علاوه سندس اندروني سياسي دٻاءُ وڌي رهيو هو. اتر ۾ ڪردن جي اقليت شيعا رهنما خمينيءَ جي اثر ۾ اچي بغاوت شروع ڪئي هئي ۽ زير زمين 1982ع کان ڪميونسٽ پارٽي روز بروز صدام حڪومت جي خلاف طاقت وٺي رهي هئي.

ٻئي طرف اسرائيل جي لبنان ۾ ڪارروائيءَ، اسرائيل توڙي دنيا جي ميڊيا ۾ هلچل مچائي ڇڏي هئي ۽ عراقي حڪومت لاءِ لڙائي بند ٿيڻ جو هڪ سونهري موقعو فراهم ڪيو هو ۽ باعزت جنگ بنديءَ جو امڪان پيدا ڪيو هو. جيڪڏهن اسرائيل لبنان ۾ مداخلت وڌائي ٿو ته عراق مسلم اُما جي اقتدار خاطر جنگ بنديءَ جي اپيل ڪري سگهي ٿو، جڏهن ته پوري مسلم ۽ عرب آبادي يهودي (Zionist) دشمن جي خلاف اهڙي ضرورت جي حمايت تي زور ڏيندي ۽ عراق هڪ ڀتر سان ٻه پکي شڪار ڪري سگهندو ۽ سندس بي فائدي جنگ کي شامي حڪومت ڏانهن رخ ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيندو. جيڪا اڄ تائين جنگ ۾ ايران جي مددگار رهي هئي، سا اسرائيل سان جنگ ۾ الجهي ويندي. اهڙي صورتحال ۾ پوري يقين سان چئي سگهجي ٿو ته ابوندال گروپ جي اسرائيلي سفير تي حملي جي ڪارروائي عراقي حڪومت جي منصوبي تحت عمل ۾ آئي، جنهن اسرائيل کي پي- ايل- او خلاف لبنان تي حملي ڪرڻ جو اهو موقعو فراهم ڪيو، جنهن جو گهڻي عرصي کان منتظر هيو.

جنهن وقت اسرائيلي فوجن لبنان تي چڙهائي ڪئي ته يڪدم عراقي حڪومت هڪ طرفو جنگ بنديءَ جو اعلان ڪيو ۽ فلسطيني انقلابي ڪائونسل (Revolutionary Command Council) انهيءَ اعلان تي تبصرو ڪندي ٻڌايو ته اسان اهڙي هنگامي ضرورت تي يقين رکون ٿا ته

سموري مسلم طاقت کي سندن سيني وسيلن سميت صيهوني جارحيت خلاف جدوجهد ۾ شريڪ ٿيڻ گهرجي، جيڪو عرب دنيا- فسلطيني عوام ۽ لبنان لاءِ خطري جو باعث آهي، انهيءَ ڪري اسان سمجهون ٿا تہ عراقي حڪومت جو اهو فيصلو هڪ احسن اقدام آهي.

شام سچ پچ عراقي سرحد کان پنهنجون فوجون هٽائي لبنان جي جنگ ۾ پوريءَ طرح شريڪ ٿيو، پر عراق اهڙو ڪوبہ قدم نہ کنيو ۽ نہ وري ڪو انڪار ڪيو، مگر هو تهران (Tehoran) جي رخ کي ڏسي رهيو هو.

ايران عراقي رٿابندي (Proposal) کي سادن لفظن ۾ رد ڪيو، سندن سرڪاري نيوز ايجنسيءَ پڌريو ڪيو تہ صدر صدام حسين ۽ سندن يهودي نواز بيمار بآٿ (Baathhist) پارٽي جو هي هڪ سوچيل سمجهيل منصوبو آهي تہ کين جنگ کان بچائڻ لاءِ انقلابي تحريڪ کي استعمال ڪيو وڃي. اسرائيل جي ان حملي جو صرف اهو مقصد آهي تہ عراق جي ڊڪٽيٽر حڪومت کي زنده رکيو وڃي، جيڪا آخري پساهہ کڻي رهي هئي. ٻين لفظن ۾ جيڪڏهن اسان ان ايراني پڌرائي جو جائزو وٺون تہ اها حقيقت پڌري ٿئي ٿي تہ اسرائيلي سفير تي حملي جو منصوبو عراقي حڪومت ان لاءِ تيار ڪيو هو تہ ڪيس پنهنجي اقتدار کي بچائڻ لاءِ جنگ بنديءَ جو مانائتو انتظام ڪيو وڃي ۽ مغرب جي سڪيورٽي ادارن جو تجزيو بہ ساڳئي مقصد کي ظاهر ڪري ٿو، ۽ اهائي حقيقت آهي، جيتوڻيڪ نار (Gulf) جي جنگ بنديءَ نہ ٿي هئي، ڇاڪاڻ تہ ايران عراق جي هٿن ۾ ڪيڏڻ کان انڪار ڪيو هو. ٻئي طرف ابوندال جي ياسر عرفات ۽ پي- ايل -او جي خلاف نفرت بہ ان واقعي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. هو بہ سمجهي رهيو هو تہ ان عمل ڪري اسرائيلي پوري طاقت سان لبنان ۾ پي- ايل-او جي طاقت کي مڪمل تباهہ ڪري ڇڏيندو، ان کان علاوه اسرائيل جي خلاف لڙائيءَ ۾ شامي حڪومت ۽ ٻين عرب رياستن ۾ بہ ڇڪتاڻ وڌي ويندي ۽ آخرڪار سندس انقلابي تحريڪ ۾ مخالفن کي وڏي تباهيءَ جو منهن ڏسڻو پوندو ۽ سندس تنظيم کي فلسطيني تحريڪ ۾ وڏو مقام حاصل ٿيندو ۽ اسرائيل جي

خلاف تحريڪ ۾ اڳواٽي جو شرف حاصل ٿيندو.

5 جون 1982ع تي ڇنڇر جي ڏينهن پڊنگٽن گرين (Paddington Green) ۾ پوليس اسٽيشن جي پڇا ڳاڇا واري ڪمري ۾ سارجنٽ مچل (Sergeant Michael) ۽ سپرنٽيڊنٽ جان پائول (John Paul) نائف روسن کان سوال ڪيو تہ، ڇا تون ڄاڻين ٿو تہ توهان جي هن پارڪ لين (Park lane) واري ڪارروائي جي نتيجي ۾ ڪهڙو حادثو ٿيو آهي، ۽ انتقامي ڪارروائي جي لڙهي پوئجي ويئي آهي؟ ڇا اهو توهانجي گروپ جو مقصد هيو؟ روسن جواب ڏنو تہ اسان اهو نہ پيا چاهيون، ۽ منهنجي اها خواهش نہ هئي، پر مونکي وڌيڪ خبر نہ آهي، ممڪن آهي تہ اسان جي اڳواڻن جي اها خواهش ۽ مرضي هجي.

اهو ساڳيو سوال دير اسپيگل اخبار جي نمائندي تنظيم جي اڳواڻ ابونڊال کان ڪيو هو. صابري البانا کان پڇيو ويو تہ توهان اهڙي ڪارروائي ڇو ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ فلسطيني تحريڪ کي وڏو نقصان پهتو؟ هن جواب ڏنو هو تہ يهودي سفير لنڊن ۾ موسائد (Massad) يهودي جاسوس تنظيم جي بنياد وجهندڙن مان هڪ اهم اڳواڻ هئو ۽ ڪيس موسائد طرفان هڪ اهم ذميواري سونپيل هئي. جنهن کي روڪڻ لاءِ مٿس حملو ڪيو ويو. منهنجي حملاآورن ان آرڊر تي سختيءَ سان عمل ڪيو تہ ڪنهن ٻئي سفير کي ڪوبہ نقصان نہ پهچي. اهو موسائد جو خوف هڪ رواجي آهي جنهن جو ذڪر هر اسڪول ۽ تنظيمن ۾ ڪيو وڃي ٿو. ابونڊال هڪ دفعي ٻڌايو هو تہ اهڙا ڪيئي ادارا، جيڪي زمين جي مٿاڇري تي ايرن ٿا، سي بيگناه نہ آهن، پر مخفي طور يهودين ۽ موسائد جي خدمت ڪن ٿا.

توهان کي خبر هوندي تہ اسرائيل پنهنجون فوجون لبناني بارڊر (سرحد) تي پهچايون آهن ۽ صرف اهڙي واقعي جون منتظر آهن، تہ ڪين بيگناه سمجهيو وڃي. انهيءَ هوندي بہ اوهان اسرائيلي سفير تي حملو ڇو ڪيو؟ ابونڊال کان سوال ڪيو ويو.

مونکي چوڻ ڏيو تہ اوهان برابر درست ٿا چئو ۽ انهيءَ جي ڪري

اسرائيل کي لبنان ۾ گھرڻ جو موقعو مليو. هي اهڙو ئي سچ اهي، جهڙوڪ جنهن ۾ اسرائيل کي آمريڪا، فرينچ ماڻهن، برطانيہ ۽ اٽليءَ کين هڪ قومي طاقت ٺاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو.

چا توهان کي خبر هئي تہ اسرائيل لبنان تي ڪاهڻ جو منصوبو تيار ڪيو هو؟ جنهن جي جواب ۾ هن چيو تہ هڪ انڌو ماڻهو بہ يهودي منصوبي کي ڏسي سگهي ٿو تہ هو لبنان ۾ ڪارروائي ڪرڻ لاءِ تيار هو. پر منهنجي نظرن ۾ اهو ثابت نہ ٿيو هو، ۽ اهو سچ ڪونهي تہ اسرائيلي سفير تي حملي، لڙائيءَ لاءِ بارود کي تيلي ڏني هئي.

ياسر عرفات منهنجي لاءِ چيو آهي تہ ان حملي، جنهن جي ڪري لڙائي شروع ٿي هئي، ثابت ٿي ڪري تہ مان اسرائيلي ايجنٽ آهيان. جيڪو ڪجھ عرفات چئي ٿو ان جي مونکي ڪابہ پرواه ڪونہ آهي، نہ صرف هو پر ڪيترن عربن جي لسٽ آهي، ۽ دنيا جا سياستدان ظاهر ڪن ٿا تہ مان يهودين جو ايجنٽ آهيان يا آمريڪي سي آءِ اي جو، ٻيا چون ٿا تہ مان فرينچ سيڪريٽ سروس جو نمائندو آهيان، ۽ ڪي وري ڪي -جي- بيءَ جو سڏين ٿا. هاڻي تازو افواه آهن تہ مان خمينيءَ جو ايجنٽ آهيان، ڪجھ وقت دوران مونکي عراقي حڪومت جو جاسوس سڏيو ويو، هاڻي چون ٿا تہ اسان شام جا ايجنٽ آهيون. ممڪن آهي تہ اڳتي اهو بہ چيو وڃي تہ مان جرمن سيڪريٽ سروس کان پيسا وٺان ٿو يا شاھ فهد کان رقم ملي ٿي.

آخر اوهان ڪنهن جي خدمت انجام ڏيو ٿا؟ سوال ڪيو ويو.

مان اوهان کي جو ڪجھ ٻڌائيندس، پر ڪيترا علم طبيعات ۽ سماجي ماهر روسي بلاڪ جا ابوندال جهڙي ماڻهوءَ لاءِ ڪوجنا جي ڪوشش ڪندا، جيڪي سندس ڪنهن نہ ڪنهن ڪمزوريءَ کي تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا، تہ ڪا اخلاقي ڪمزوري حاصل ٿئي، مگر کين ڪجھ بہ نہ ملندو.

ابوندال جا اهي آخري لفظ صرف تعجب وڌائڻ کان علاوه ڪجھ بہ نہ آهن. ابوندال پنهنجي ڪيترن انٽرويوز ۾ قبول ڪيو آهي تہ سندس ڪارروائن جا ڪجھ قسم آهن، جن جي ان کان علاوه هن ڪا وضاحت نہ ڪئي تہ روسي بلاڪ جي ڪجھ پارٽين تنظيم جي اثرائتي مدد ڪئي آهي.

ڇا هو ان عمل جو حوالو ڏيڻ گهري ٿو. جنهن ۾ اوير بلاڪ جي هڪ ملڪ يا سندس سيڪريٽ سروس پنهنجي مفادن لاءِ پرتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ته هو سندن مقصدن لاءِ ڪارروايون ڪري؟ جنهن جو جواب آسان نه آهي.

ساڳئي وقت ۾ اسرائيلن انٽيليجنس کي ثابتي آهي، جن ڪان ڪجهه حالات تحت آهن ۽ ڪجهه ابوندال گروپ ۽ روسي بلاڪ جي وچ ۾ تعلقات کي ظاهر ڪن ٿا. اسرائيلي پرائيم منسٽر (وزيراعظم) جي ڏهڪا ءازم جي روڪ ٿام لاءِ صلاحڪار اميرا ءنر (AMiran nir) هڪ بند سيشن کي ٻڌايو ته اسانکي شڪ آهي ته ابوندال اوير يورپ جي ملڪن لاءِ ڪم ڪيو آهي، جنهن لاءِ هيٺ ڏنل تفصيلن مان يقين آهي ته پوري ثابتي ملندي.

1980ع ۾ ابوندال گروپ جي ٻن ميمبرن ڪار جي ذريعي بغداد ڇڏيو، جنهن جو رخ اولهه يورپ ڏانهن هيو. انهن پيٽرول ٽئنڪ کي حصن ۾ ورهايو هو، ۽ هتيارن ۽ گولي بارود لاءِ هڪ مخفي استور بڻايو هو، ترڪيءَ جي سرحد پار ڪرڻ ۾ ڪين ڪابه مشڪلات ڪانه ٿي، پر ڪين بلغاريه جي باردر تي روڪيو ويو، پوري تلاشي وٺڻ ڪانپوءِ بلغاريه جي رينجرس (سرحدي پوليس) کي هتيارن جو ذخيرو هٿ آيو، ٻنهي کي گرفتار ڪري جيل اماڻيو ويو ۽ ڪار ضبط ڪئي وئي. هو ٻه هفتا جيل ۾ رهيا، جيستائين ابوندال عراقي انٽيليجنس جي ذريعي ڪن بااختيار شخصن کي صوفيه (Sofia) روانو ڪيو. جيڪا ڳالهه تعجب جوڳي هئي، سا اها هئي ته ڏهڪائيندڙ ميمبرن کي جيل مان ڪڍي تخت گاهه واري شهر ۾ هڪ پرآسائش شاندار هوٽل ۾ ترسايو ويو ۽ سندن ترسڻ واري عرصي ۾ فرسٽ ڪلاس مهمانن وارو برتاءُ ڪيو ويو. بلغاريه جي سڪيورٽي سروس جي ماهرن ڪيترا ڏينهن ان پيٽرول ٽانڪيءَ کي ٻيهر درست ڪرڻ لاءِ محنت ڪئي. ساڳيو سامان بارود ۽ هتيار ٻيهر ان ۾ رکيا ويا ۽ ڪين يوگوسلاويه جي ذريعي اٽليءَ ڏانهن روانو ڪيو ويو. جيڪي هتيار لڪايا ويا هئا، سي آڪٽوبر 1982ع ۾ روم ۾ يهودي عبادتگاه تي حملي دوران استعمال ڪيا ويا.

صوفيہ ۾ وتوشانيو اوتاني (Vitosha-New otani) هوٽل ۾ ابونڊال جا ڏهڪائيندڙ انقلابي رهيا ۽ سرمائيدارن جو روپ اختيار ڪيو ۽ ڪميونسٽ دنيا جي ميل جول ۾ بين الاقوامي ڏهڪاءَ جو شاندار سياسي مظاهر ڪيو.

هوٽل ۾ سنگ مرمر جا هال ڏهڪائيندڙ ۽ سياسي جوڙ توڙ وارن جي لاءِ ميلاپ ۽ مخفي ملاقاتن جون بهترين اقامت گاهون هيا.

جارج حباش (George Habash) جي PFLP جا عرب ترڪيءَ جي سمگلرن سان، بلغاريہ جي ڪرنسي ڊيلرن سان ۽ هٿيارن جي ڪارخانيدارن سان سنا تعلقات هئا. اهڙو واپار مشرقي بلاڪ ڪي ٻاهرين ڪرنسي فراهم ڪندو هو. جنهن جي ڪين وڏي ضرورت هئي. جڏهن تہ اولهہ يورپ ڪي هٿيارن ۽ منشيات جي غير قانوني ۽ ناجائز ڏنڌي جي لهر وڪوڙي ڇڏيو هو.

ترڪي آفيسرن ڪي يقين هو تہ گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ هيروئن جي سمگلنگ جا ٽولا ترڪيءَ ڪان مغربي جرمني ۽ آمريڪا طرف هن وتوشا هوٽل ڪي استعمال ڪندا هئا.

بلغاريہ جي خاص ڏهڪائيندڙ يا ڪرمنل تحريڪن سان ميلاپ يورپ ۽ مڊل ايسٽ ۾ سندن انٽيليجنس ۽ ڪي- جي- بيءَ لاءِ خاصو اهم ميدان فراهم ڪيو آهي. انهيءَ ميلاپ سندن وچ ڪجهہ اختلاف بہ هلايا آهن، جن ۾ دهشتگردي جي سهڪار لاءِ آمادگي ۽ ڪن موقعن تي ڊاڪيومينٽ ۽ هٿيارن سان مدد جي فراهمي بہ شامل آهي، ٿورو شڪ رهجي وڃي ٿو تہ بلغاريہ جا رهواسي مئي 1981ع ۾ پوپ جان پال ٻيو جي قتل جي منصوبي ۾ شامل هئا.

محمت علي اغا (Mehmet Ali Agca) قبول ڪيو هو تہ بلغاريہ جي سيڪريٽ سروس وارن سندس مدد ڪئي هئي، ۽ هو ڪجهہ وقت آرام ڪرڻ لاءِ هوٽل وتوشا (Vitosha) ۾ رهيو هو. بلغارين محمت علي اغا کي هڪ رائيفل ۽ رقم فراهم ڪئي هئي. ازنسواءِ روم ۾ پنهنجي ايجنٽن سان رابطي ۾ سندس مدد ڪئي هئي.

جيڪڏهن بلغارين اغشا جي دوري جي مقصد کان واقف هئا ۽ سندس ساٿ ڏنائون تہ پوءِ ڪي- جي- بي (K.G.B) وڏي دلچسپي سان اهو سڀ ڪجهہ ڪيو هوندو. تنهن هوندي بہ اهڙو ڪو سبب هوندو، جنهن ڪري بلغارين ۽ روس، پوپ کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو ندو. اهو حادثو ڪو اهڙو موثر قدم ڪونهي، جيڪو صلاح ڏئي (مشهور ڪري) تہ اهڙو ڪو ملڪ آهي جيڪو دهشتگردي جي ڪارروائن جي همت افزائي ڪري ٿو، ان لاءِ تہ پوري دنيا ۾ لاتعداد آزاد گروپ جيڪي اهڙيون ڪارروايون ڪري رهيا آهن، تن جو ڏيان ڇڪائجي.

بلغاريہ جي طويل تاريخ آهي، جنهن ڏهڪائيندڙ تنظيمن کي هلائڻ ۽ هٿيار فراهم ڪرڻ ۾ هٿي ڏني آهي. اسرائيلي انٽيليجنس کي يقين آهي تہ 80 سيڪڙو کان وڌيڪ پي- ايل-او کي هٿيار بلغاريہ جي پورٽ وارنا (Port varna) کان پهچن ٿا، پر اهو نهايت عجب جوڳو آهي، جڏهن تہ بلغاريہ ۾ غير قانوني هٿيارن ۽ منشيات جي سمگلنگ جو ساليانو اندازو هڪ ڪرب ڊالر تائين پهچي ٿو.

جنرل احود بارڪ (Ehud Barak) اسرائيل جو اڳوٽو ملٽري انٽيليجنس سربراه يقين سان چوي ٿو تہ ابوندال اڪثر پنهنجي ڪارروايون ڪرڻ لاءِ بلغاريہ کي ڊپارچر مرڪز طور استعمال ڪيو آهي. سواءِ هن هڪڙي ڊاڪيومينٽيڊ (ڪاغذي) حادثي جي اسرائيل کي ڪو بيو مڪمل ثبوت ڪونہ مليو آهي، جنهن ۾ ابوندال ۽ اوڀر يورپ جي ملڪن وچير تعلق کي ظاهر ڪري.

ابوندال جي هڪ اهڙي واحد تنظيم آهي، جنهن پنهنجي اندر اوڀر يورپي ملڪن ۾ پوري طرح راز داري بحال رکڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. ان کان علاوه صرف اها هڪڙي تنظيم آهي، جنهن هن علائقي ۾ پنهنجون ڪارروايون ڪرڻ جي همت ڪئي آهي. اپريل 1980ع ۾ سندس ميمبرن پي- ايل- او جي سربراه ابو اياد (Abu Iyad) کي بلگراد (Belgrade) ۾ قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. آگسٽ 1981ع ۾ ابوندال پنهنجي

اڳوڻي دوست ابو دائود کي وارسا (Warsaw) ۾ قتل ڪرائڻ جو بندوبست ڪيو. سيپٽمبر 1984ع ۾ ابوندال جي ٽن ميمبرن بخارسٽ (Bucharest) ۾ پي-ايل-او جي اڳواڻ کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن ڪان ٽي مهينا پوءِ گروپ جي هڪ ميمبر اردن جي ٻن سفارتڪارن کي ساڳئي شهر ۾ زخمي ڪيو. مختلف موقعن تي گروپ پنهنجا اعلانات ميڊيا کي هڪ ٻئي پٺيان بين الاقوامي نيوز ايجنسي کي پنهنجي بخارسٽ آفيس جي معرفت موڪليا. صابري البانا پنهنجي دل جو خطرناڪ آپريشن به اوڀر جرمنيءَ ۾ جون 1984ع ۾ ڪرايو هو.

حالتن پٽاندڙ ابوندال گروپ ۽ روسي بلاڪ وچ ۾ تعلقات جو ثبوت نهايت فائديمند ٿيندو. ان لاءِ تنظيم جون خاصيتون ڏيکارڻ سولو آهي، بنسبت ان جي ته چند چاڻ ڪري ٻنهي جي درميان تعلق ثابت ڪجي.

اها ثابتي يقين سان گروپ جي ثابت قدمي کي واضح ڪري ٿي، هن کي ٻين فلسطيني گروپن تي اوڀر يورپ جي سرزمين تي حملو ڪرڻ ۾ ڪوبه خوف نه تو ٿئي. صابري البانا خود چيو آهي ته سوويت رشين عربن جا سچا دوست آهن، پر اهو سچ آهي ته هو پنهنجي مفادن کي وڌيڪ اهميت ڏين ٿا. مثال طور انهن فلسطين ۾ يهودي حقن جي برقرار رهڻ کي قبول ڪيو هو پر اسان کي اهو قبول نه آهي.

ابوندال ۽ روسي بلاڪ جي وچ ۾ ممڪن تعلقات پڻ سندن ٻي خوبيءَ کي اجاگر ڪن ٿا. جيڪا آهي آزادي. جهڙي طرح ابوندال گروپ جو عراق، شام ۽ لبيا سان معاهدو هجڻ جي باوجود پنهنجي وقار کي بحال رکيو آهي، جڏهن به هن پنهنجي وچ اوڀر جي پرتي ڪندڙن جي ڪم کي قبول ڪيو آهي ته هن پنهنجي منصوبا بنديءَ جو حق هميشه پاڻ وٽ رکيو آهي. پرتي ڪندڙ صرف پنهنجو عام مقصد ظاهر ڪري، پر ان کان وڌيڪ ڪجهه به نه. مثال طور شامي حڪومت ابوندال کي حڪم ڏنو ته اردني مفادن تي حملو ڪري ۽ ڌمڪائيندڙ ۽ سندس آفيسرن کي فيصلو ڪرڻو آهي ته ان جو مطلب اردني سفارتڪار آهي، يا عاليه ايئر لائين (Alia Airlines) اهائي گروپ

جي آزادي آهي، جنهن ابوندال گروپ لاءِ ممڪن بڻايو تہ هو لنڊن ۾ اسرائيلي سفير تي حملو ڪري. جنهن ڪانسواءِ ضرورت تحت عراق جي مخصوص حڪم تحت عمل ڪيو ويو. ٻين لفظن ۾ اهو ممڪن آهي تہ سازشي نظريو (Conspiratorial Theory) هن گروپ لاءِ مڙهي نہ ٿو سگهجي، هنڪي ڪنهن جي همت افزائي جي ضرورت ڪونهي ۽ نہ وري ڪنهن دماغ جي تہ اسرائيل جي خلاف عمل ڪيا وڃن يا يهودين جي خلاف.

# ابوندال جي مرڻ جي پروپيگنڊا

گذريل ڇهن سالن دوران اهو سوال ابريو آهي ته ڇا اجان تائين صابري البانا (ابوندال) زنده آهي؟ پهريون دفعو، نومبر 1984ع ۾ اهي افواهه پکڙيا هئا، جڏهن برطانيه جي آزاد ٽيليويزن (I TV) اعلان ڪيو هو ته ابوندال ڪن مختلف مرضن ڪري مري ويو آهي، ۽ ڪيس بغداد ۾ دفن ڪيو ويو آهي، جنهن کانپوءِ وڏي تعداد ۾ اخباري رپورٽون شايع ٿيون ته هو هاڻي هن دنيا ۾ نه رهيو آهي. ۽ سندس گروپ ان ڳالهه کي ڇاڻي واڻي قبول ڪرڻ لاءِ بندوبست ڪيو هو. جيڪو دراصل حقيقت نه هيو. پهريون ڀيرو اهڙا افواهه هڪ گمنام دنيا جي سياسي ڏهشتگردن جي موت جا وچ اوير ۽ اولهه يورپ کي ڀهاري چڪا آهن. اهو واقعو ڊاڪٽر جارج حباش جي PFLP جي آپريشنل آفيسر ڊاڪٽر وادي حداد سان ٿيو هو. جڏهن ڊاڪٽر حباش يرغمال ڪرڻ جون ڪارروايون ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو، ۽ ڊاڪٽر حداد 1974ع ۾ ڪيس ڇڏي پنهنجو الڳ گروپ ناهيو هو، هن حباش تي الزام هنيون هو ته هو حد کان وڌيڪ نرم دل آهي، حداد جي گروپ کي عراق ۽ ڏکڻ يمن جي سيڪريٽ سروس کان سهڪار مليو هو ۽ جهازن جي اغوا ۾ خاص عملي قدم کنيا هئا. هي اهو گروپ هو، جنهن ايئر فرانس جي جهاز کي تل ابيت (Tel Aviv) کان پئرس وايا اٿينس واري روٽ تان اغوا ڪيو هو، ۽ جهاز کي عنيب (Entebbe) جي بجاءِ يوگنڊا (Uganda) ۾ لاهڻ تي مجبور ڪيو هو. اهو واقعو جون 1976ع ۾ پيش آيو. 1977ع ۾ موگاديش (Mogadish) صوماليه (Somalia) ۾ لفتانسا (Lufthansa) هوائي جهاز جي اغوا دوران اسرائيل ۽ جرمن فوجن جي گذيل (رسڪي) عملي ڪارروائي کانپوءِ پنهي جا مسافر آزاد ڪرايا ويا. حداد اهڙيون ڪارروايون يورپي ملڪن جي ڏهشتگرد تنظيمن جي سهڪار سان شروع

ڪيون هيون. آخرڪار حداد 28 مارچ 1978ع ۾ ليوڪيميا (Leukemia) جي ڪري گذاري ويو. جنهن کان هفتو پوءِ چار اپريل 1978ع تي بغداد ۾ هن جي لاءِ وڏي پيماني تي روشني وڌي ويئي. ڪجهه عرب اخبارن ظاهر ڪيو تہ هو اوپر جرمن اسپتال ۾ گذاري ويو. هن کان اڳ ڪيترا سال اخبارن ۾ سندس موت جون ڪيتريون من گهڙت ڪهاڻيون ڇپيون هيون. ڪارلوس سان بہ ساڳيو ڪيس رهيو هو. جنهن جو اڳيئي حوالو ڏيئي چڪا آهيون. ڪنهن بہ هڪڙي ڏهڪائيندڙ اهڙو بندوبست نہ ڪيو آهي، جهڙو ڪارلوس ڪيو هو. سمورا خيالي ۽ ڏند ڪٿائي نمونا هن سان لاڳاپيل آهن. نوجوان فلسطينن ۽ دنيا جي سيني ڏهڪائيندڙن ڪيس پنهنجو هيرو تصور ڪيو هو ۽ ان جي تقليد ڪئي. هو وينزويلا (Venezuela) ۾ مڊل ڪلاس جي ڪميونسٽ خاندان ۾ پيدا ٿيو هو. سندس اصل نالو الچ راميريز سانچز (Ilich Ramirez sanchez) هئو. الچ روسي انقلابي ولاديمير لينن جو وچون نالو هو. 1960ع ۾ الچ سانچز پئٽرڪ ليو ممبا انٽرنيشنل يونيورسٽي ماسڪو (Patrice Lumumba International Univarsity) ۾ تعليم ورتي، جيڪا ان دور ۾ ٽين دنيا جي نوجوان شاگردن لاءِ ريڊيڪل ازم (Redicalism-Political) سياست جو گرم بسترو هئي. جتي فلسطيني شاگردن ڪيس سندن جدوجهد ۾ شامل ٿيڻ لاءِ گهڻو متاثر ڪيو هو. PFLP جي مارڪسٽ نظريات جي ڪري الچ سانچز ڪي نظرياتي توڙي ٻاهرئين ڏيک ۾ شامل ٿيڻ لاءِ PFLP وڏيڪ ٿهڪندڙ لڳي انهيءَ ڪري هن PFLP جي اردني تربيتي ڪيمپ ۾ شموليت اختيار ڪئي. 1967ع جي لڙائيءَ کان پوءِ جڏهن پاپولر فرنٽ پنهنجي ڏهڪائيندڙ عملن ڪي اولهہ يورپ ۾ متعارف ڪرائڻ جي شروعات ڪئي تہ هي وينز ويلين ڏهڪائيندڙ سيني کان وڏيڪ ذهين ۽ هوشيار آپريشن آفيسر ظاهر ٿيو. ڪارلوس پنهنجي ڪيترن ڪوڙن پاسپورٽن مان نام دي گيري (Nom de guerre) وڏيڪ پسند ڪيو، ۽ جلد ئي

پنهنجي ڏهڪائيندڙ ڪارروائين سان وڏي مشهوري ۽ عزت حاصل ڪئي. جيڪا پئرس ۾ ٽن پوليس وارن جي قتل ڪانپوءِ ماڻهن جي شڪاريءَ طور بين الاقوامي سطح تي چمڪڻ لڳي هئي.

هن پهرين ڪارروائي ڪرڻ لاءِ لنڊن جي سينٽ جان وڊ (St. Johns wood) جي پاڙيسرائپ حاصل ڪري جوسف سيف Joseph sieff کي شوٽ ڪيو جيڪو مارڪس ۽ اسپينسر اسٽور جو مالڪ هو. 1970ع ۾ هن اسرائيلي بئنڪ لنڊن شهر جي هئپولم شاخ (Hapoalim) ۾ هٿ گرينيڊ اڇلايو. هن هڪ حيرت انگيز ڪارروائي اها ڪئي ته اوپيڪ (O.P.E.C) جي تيل وارن وزيرن کي ويانا جي مرڪز مان اغوا ڪيو. وزيرن کي ٽيهتائين يرغمال رکيو ويو. جيستائين آسٽرين حڪومت ڪارلوس جي چوڻ تي هڪ هوائي جهاز فراهم ڪيو. جنهن ۾ هن پنهن ڪامريڊن سميت الجيريا ڏانهن پرواز ڪئي. جتان هو لبيا ڏانهن روانا ٿيا.

ڪارلوس (Carlos) جي سندس پيڇو ڪندڙن کان آزادي حاصل ڪرڻ جي صلاحيت ۽ اڪيلي بگهڙ وانگر ڪارروايون ڪرڻ جي باعث ڪيترن ڪهاڻين جنم ورتو. انهيءَ وقت کان وٺي سندس ڏهڪائيندڙ ڪارروايون تذڪرن جو موضوع بڻيل آهن.

فيبروري 1986ع ۾ اسرائيلي روزانه اخبار داور (Daily Davar) ۾ هڪ رپورٽ شايع ڪئي وئي، جنهن ۾ يقين سان چيو ويو هو ته ڪارلوس مري ويو آهي ۽ کيس لبيا ۾ دفنايو ويو آهي. داور جي رپورٽ مطابق کيس شايد لبيا جي ايجنٽن قتل ڪيو هجي، ڇاڪاڻ ته ڪارلوس عربن جي انٽيليجنس جي بنيادن کان واقف هو. جيئن جنرل يشوعا (Yehoshua) اسرائيلي ملٽري انٽيليجنس جي اڳوٽي سربراه ٻڌايو هو ته هو تمام گهٽو ڄاڻندو هو ۽ سندس ظاهر ڪرڻ لاءِ عرب اڳواڻن جي شموليت ۽ ڏهڪائيندڙ بين الاقوامي ڪارروائين ۾ سندن سڪيورٽي سروس جي سهڪار کان واقفيت وڏو خطرو پيدا ڪيو هو. انهيءَ ڪري انهن هن کان آزادي حاصل ڪئي. داور جي ان رپورٽ جي سرڪاري طور ڪابه ترديد ڪانه

ڪئي ويئي.

ڪارلوس جي قسمت سيني بين الاقوامي ڌهڪائيندڙ اڳواٽن لاءِ پنهنجي ڪردار کي سمجهڻ ۾ سيني سوالن جو مفهوم ڇڏيو آهي. اها حقيقت جنهن ۾ هو زير زمين رهن ٿا. هاڻي واضح ٿي چڪي آهي، ۽ هو هاڻي پنهنجي پس منظر تي غور ڪري ڪنهن نقطي تائين پهچي ۽ پنهنجي قوم کي ڪارائتا بنياد فراهم ڪري شاندار مستقبل جي راهه ڏيکارين ٿا.

هي اهوئي پس منظر آهي، جيڪو ابوندال جي قسمت بابت مشهور ٿيڻ شروع ٿيو آهي. اڳيئي جون 1984ع ۾ جڏهن هو اوپر جرمني جي هڪ اسپتال ۾ پنهنجي ڪليل دل جي آپريشن لاءِ داخل ٿيو هو ته نيوز ويڪ (News Week) ۾ هڪ رپورٽ شايع ٿي هئي ته هو بغداد ۾ موت جي بستري تي آهي، پنج مهينا پوءِ برطانيه جي آزاد ٽيلويزن جي نشريات ٻڌايو ته هو مري ويو آهي، جنهن ڪان هڪ ڏينهن پوءِ 7 نومبر 1984ع تي فرينچ نيوز ايجنسيءَ اردن مان رپورٽ ڏني ته ابوندال بغداد ۾ 20 آڪٽومبر جي لڳ ڀڳ مري ويو هو.

اهڙي بحث ڪانپوءِ سندس خاندان جي ويجهي ذريعي ٻڌايو ته فرينچ نيوز ايجنسي سندن خاندان سان تعلق رکندڙن مان ڪنهن جو به حوالو نه ڏنو آهي، جنهن ڪري رپورٽ تي ڀروسو نه ٿو ڪري سگهجي. پر اهي خبرون جهنگل جي باهه وانگي پکڙجي ويون هيون. اسرائيلي ٽيلويزن ان رپورٽ کي دهرايو هو ته اڳيئن رات نابلس ۾ ابوندال جي رشتيدارن محمد البانا ۽ سندس خاندان اهي خبرون ميڊيا (نشريات) جي ذريعي ٻڌيون هيون ۽ ٻئي ڏينهن تي انهن اردن ۾ پنهنجي خاندان کان حقيقت جي معلومات لاءِ رابطو ڪيو. پر ڪري نه سگهيا. جنهن کان پوءِ 48 ڪلاڪن بعد 10 نومبر تي ڪين نئين معلومات ميسر ٿي، جنهن پوئين معلومات کي رد ڪري ڇڏيو. اها خبر هئي ته ابوندال زنده آهي. اها خبر نابلس جي رهواسيءَ عمان کان اوله ڪناري واپس ويندي ڏني هئي. پر اوله يورپ ۾ اڃان به ڪنهن کي ان خبر تي ڀروسو نه هئو. مختلف افواه ۽ ڪهاڻيون ڇپجي رهيون هيون ته ڪيئن مئو آهي. آخرڪار ابوندال پاڻ انهن افواهن کي ختم ڪرڻ لاءِ ازخود ۽

گروپ جي پريس اڳواڻ عبدالرحمن عيسيٰ ۽ ٻين ڪمانڊرن فيصلو ڪيو ته هڪڙي مغربي رپورٽر کي خاص انٽرويو لاءِ گهرايو وڃي. رپورٽر لاءِ پوريءَ طرح غور ويچار ڪيو ويو ته ڪنهن کي پسند ڪجي. گهڻي ريسرچ ڪرڻ کانپوءِ، ته هو اعتبار لائق آهي يا نه، ليوسين بٽرلين (Lucien Butterlin) جيڪو مڪمل جرنلسٽ (صحافي) نه هو. پر هو پنهنجي اخلاقي قدرن ڪري ڪيس مغرب جي آزاد صحافت ۾ اهم مقام حاصل هئو ۽ هڪ تنظيم نالي فرانس عربن جو مددگار (France pays Arabs) آهي، جو سربراهه هو.

تنظيم ۽ سندس اشاعت عام طور تي عربن ۽ خاص ڪري فلسطيني جدوجهد جي حامي آهي. جنهن ڪري تنظيم جا فلسطيني ڏهڪائيندڙ گوريلا تنظيمن ۽ شام ۽ لبيا جي حڪومتن سان سٺا تعلقات رهيا آهن. وچ وارن جي معرفت ابوندال بٽرلين کي گذارش ڪئي ته هو سندس انٽرويو لاءِ تيار ٿئي، بٽرلين هر اهي ضروري پابنديون قبول ڪرڻ ۽ انٽرويو ڪرڻ لاءِ راضي هيو. جيڪي ابوندال گروپ رکڻ چاهي پيو.

انٽرويو کي نه رڪارڊ ڪيو ويو ۽ نه وري فوٽو ورتا ويا. سمورا سوال اڳ ۾ ئي صابري البانا کي پهچايا ويا هئا ۽ ڪيس صرف جواب ڏيڻا هوا، چاڪاڻ ته هو تندرست نه هو. انٽرويو فيبروري 1985ع جي پڇاڙيءَ ۾ پئرس مان شايع ڪيو ويو، بٽرلين بعد ۾ اقرار ڪيو هو ته انٽرويو لبنان جي بيڪا واديءَ (Bekaa Vallay) ۾ ڪيو ويو هو. پر اسرائيلي ماهرن ان کي قبول نه ڪيو هو. انهن کي يقين هو ته اهو راز سندن درميان هڪ عهدنامي جو هڪ حصو آهي. جنهن جو مطلب آهي ته حقيقت کي لڪايو وڃي ۽ غير يقيني اطلاع ڦهلايو وڃي. سندن اندازي مطابق انٽرويو يقيني دمشق ۾ ورتو ويو هو. پر جيڪڏهن اهو انٽرويو اتي ورتو ويو آهي ته پوءِ شڪ آهي ته بٽرلين ابوندال سان مليو به نه هجي، ۽ يقين سان چئي سگهجي ٿو ته اهو انٽرويو ڪنهن اسسٽنٽ کان ورتو ويو آهي.

6 مارچ 1985ع تي انٽرويو ڇپجڻ کانپوءِ پئرس مان هڪ جائزي طور رپورٽ آفريڪا- ايشيا (Afrique-Asia) ۾ ڇپيو هو ته ابوندال جو اهو انٽرويو جيڪو فرينچ مئگزين ۾ گذريل مهيني شايع ٿيو هو سو صرف بليڪ

ميلنگ آهي. پر مختصر طور اهو چئي سگهجي ٿو تہ ابوندال زندهہ آهي، جيئن وڏي پيماني تي رپورٽون مليون هيون، پر اهي هڪ اوپر ملڪ جون هيون جتي هو ڪيترن مهينن کان علاج ڪرائي رهيو هو. پر اجان تائين افواهہ جاري هئا ۽ ڏکن جي راند رچيل هئي. جيستائين ابوندال پاڻ دمشق کان 1985ع جي وچ ڌاري تريپولي (Trpoli) ڏانهن روانو ٿيو ۽ اهڙين حالتن ۾ محسوس ڪيو تہ انهن افواهن کي بند ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيو انٽرويو بہ ضروري آهي. پوءِ هن ہہ انٽرويو ڏنا، پهريون هڪ ڪويتي "القباس (Al-Qabas) کي جيڪو سيپٽمبر 1985ع ۾ شايع ٿيو. جنهن کي ٻيهر فلسطين- الثاور (Felastine al-Thawra) ۾ سمورو نقل ڪيو ويو. جنهن جي نتيجن ۾ اهڙا عمل ڪيا ويا جو ابوندال جي زندگيءَ لاءِ وڏو خطرو پيدا ٿي پيو هو. جنهن ڪري البانا يورپ جي ڪنهن مشهور معروف اخبار کي انٽرويو ڏيڻ قبول ڪيو ۽ لبنان جي هڪ فري لانسر (Free lancer) کي استعمال ڪيو ، جيڪو مغربي جرمني ۾ رهندو هو. هو ڪڏهن ڪڏهن دير اسپيگل (Der Spiegel) لاءِ بہ ڪم ڪندو هو. ابوندال سان هڪ ملاقات جو انتظام ڪيو ويو. دير اسپيگل جو نمائندو ڊيٽر اسٽينبائور (Ditter Stein Bauer) ۽ لبناني ٿياڪڙ وچ وارو تريپوليءَ روانا ٿيا ۽ چند ڏينهن گذرڻ کانپوءِ کين ابوندال تائين پهچايو ويو. هو انٽرويو وٺندڙن جي سامهون هڪ ڊيسڪ تي ويٺو هو، پر هن کنهن بہ تصوير ڏيڻ ۽ انٽرويو رڪارڊ ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. جرنلسٽ اهو شڪ دور ڪرڻ لاءِ تہ هو برابر ابوندال آهي يا نہ، هن کان پڇيو. جنهن جي جواب ۾ ابوندال چيو تہ اوهان يقين ڪريو تہ اوهان جي اڳيان ابوندال ويٺو آهي.

اسان ڪهڙي نموني يقين ڪيون- انهن سوال ڪيو.

جواب:- اوهانکي مان جيڪا معلومات ڏيندس ان مان اوهان کي يقين ٿيندو تہ مان ابوندال آهيان.

سوال:- برٽش ٽيليويزن نومبر 1984ع ۾ اهڙو اعلان ڪيو هو ته ابوندال فوت ٿي ويو آهي؟

جواب:- ته اها معلومات ڪيترن سڪيورٽي ادارن ان لاءِ ڏياري هئي ته مان ٻاهر نڪري ميدان تي اچان. منهنجي موت جو نوٽس اردن جي سيڪريٽ سروس جي خواهش تي برطانيه ۾ گلف رياستن ڏنو هو جنهن جي ثبوت ۾ ڏسو ته هاڻي هو ڪيترو پاڻ کي نااميد محسوس ڪن ٿا. جيئن اوهان ڏسي سگهو ٿا ته ڪو مان روحاني ڀوتو نه آهيان ۽ ابوندال آهيان.

سوال:- اسان کي ڪا ثابتي ڏيو؟.

جواب:- مون ڏي نهاريون هن آهسته پنهنجا ٻئڻ ڪوليا ۽ سرجريءَ جا نشان ڏيکاريا.

سوال:- ڪليل دل جي آپريشن آهي؟

جواب:- هائو.

ان انٽرويو ۾ هن ٻڌايو ته منهنجو آپريشن آمريڪا ۾ ڪيو ويو مگر انهن انٽيليجنس آفيسرن جيڪي ابوندال جا پيشو ڪندڙ هئا ٻڌايو ته اهو آپريشن آمريڪا ۾ نه ڪيو ويو آهي، ۽ ابوندال جو اهو ظاهر ڪرڻ سندس رواجي معمول آهي جنهن ۾ حقيقت لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

اهو سچ آهي جيتوڻيڪ ڪيس هارٽ جو مرض هيو ۽ جيڪڏهن ٿي نه ته ڪم از ڪم ٻه آپريشن ضرور ڪرايا هئا. سندس پهريون آپريشن بغداد جي هڪ اسپتال ۾ ڪيو ويو هو. جيڪو 1977ع ۾ ٿيو. ڪن جو رايو آهي ته اهو آپريشن لنڊن جي ولنگٽن اسپتال ۾ ڪيو ويو هو ۽ هو برطانيه ۾ هڪ ڪوڙي اندراج واري پاسپورٽ سان پهتو هو.

ابوندال جيڪو پنهنجي انٽرويو دوران بيان ڏنو هو ته اهو ممڪن آهي ته هن اهڙن غلط اندراج وارن پاسپورٽن سان مختلف ملڪن ۾ داخل ٿيڻ جو انتظام ڪيو هجي. هن دير اسپيگل کي انٽرويو ۾ ٻڌايو هو ته مان آمريڪا ۾ هڪ عرب واپاري جي نالي نڪتل پاسپورٽ تي داخل ٿيو هوس. ڪنهن به طرح سان هن پنهنجو آپريشن چاهي بغداد ۾، يا لنڊن ۾ يا آمريڪا ۾ ڪرايو هو پر اهو ظاهر هئو ته سندس تندرستي پوري طرح بحال نه ٿي هئي

۽ آخرڪار ستن سالن جي عرصي کان پوءِ هن کي آپريشن جي ضرورت محسوس ڪئي. جيڪو مغربي جرمني جي هڪ پرائيويٽ اسپتال ۾ ڪيو ويو ۽ سندس مستقل بيماريءَ جي ڪري سندس موت جا افواهه جاري ٿيا هئا.

جنوري 1986ع ۾ ال آل Elal جي ڪائونٽر تي حملي کان پوءِ لنڊن سنڊي ٽائيمز ۾ (Sunday Tims) پيهر اها رپورٽ شايع ٿي ته ابوندال گذاري ويو آهي. ان کان هڪ مهينو پوءِ فيبروري 1986ع ۾ مغربي جرمني جي ڊائيويلٽ (Diewelt) رپورٽ ڏني هئي ته ابوندال هاڻي اوڀر برلن ۾ موجود آهي ۽ اوڀر جرمني جي سرڪاري اسپتال ۾ علاج لاءِ داخل آهي. ويانا جي سياستدان جن اوڀر جرمني جي سرڪاري ذريعن جي حوالي سان تصديق ڪئي هئي ۽ رپورٽ ۾ ظاهر ڪيو هو ته ابوندال وڏي مشڪل سان هلي سگهي ٿو ۽ هو جيٺري جي ڪينسر مان گذري رهيو آهي. اخبار جي مطابق هي اهڙو مرض آهي جنهن جي لاءِ پروفيسر هيلگاموڪاوٽ براڊٽ (Helgamukkawiet brodt) کي گهرايو ويو آهي. ان جي ٻئي ڏينهن 13 فيبروري 1986ع تي اوڀر جرمني حڪومت اهڙي الزام کان انڪار ڪيو هو.

هاڻي انهن سڀني خبرن، رپورٽن ۽ تجزين جي باوجود ڏسڻو اهو آهي ته ابوندال مري ويو آهي يا اڃا زنده آهي. مون کي يقين آهي ته هو زنده آهي، اهي لفظ اسرائيلي ملٽري انٽيليجينس جي سربراه جنرل اهود (Ehud) فيبروري 1986ع ۾ چيا هئا ۽ اهي لفظ هن پنهنجي رپورٽن جو جائزو وٺي پوءِ چيا هئا. سندس رپورٽ مطابق ابوندال جو قد 5 فٽ ۽ 7 انچ هو. سندس بدن سنهو نهيل آهي، هن جي منهن تي موهيڙن جا داغ آهن. پر اکين ۾ ڪجهه نقص جي ڪري پوري طرح ڏسي نه سگهندو آهي. جنرل بارڪ (Bark) ۽ ٻيا ماهر جهڙوڪ ڊاڪٽر ايرل مراري (Dr: Arial Merari) تل ابيت يونيورسٽي جي اسٽريٽجڪ اسٽڊي سينٽر (حڪمت عملي واري اڀياس گهر)، وارو پوري طرح واقف هئا ته جيتوڻيڪ سندس تندرستي سٺي نه آهي پر هو گهمي ڦري سگهي ٿو ۽ زنده آهي، انهن کي خبر آهي ته اهڙا ذريعا آهن جيڪي افواهه ڦهلائن ٿا.

سڀ کان پهريان سندس دشمن ياسر عرفات ۽ الفتح تنظيم آهي، جن جي خواهش آهي تہ اهڙن افواهن جي ڪري سندس گروپ جي ماڻهن ۾ بد دلي ڦهلجي ۽ ڪوٽ پوي. جنهن جي نتيجي ۾ هو پنهنجي اڳواڻن کي ڇڪي ٻاهر ڪندا تہ گروپ جو نئون سربراہ چونڊيو وڃي. ٻئي نمبر تي شام، عراق ۽ لبيا جون حڪومتون آهن جن جي ابوندال سان دوستي آهي، انهن جي ڪوشش آهي تہ اهڙا افواہ اپرن، خاص ڪري ان لاءِ تہ مغربي ملڪن انهن تي هڪ ڏهڪائيندر گروپ جي همٿ افزائي ڪرڻ جا الزام هنيا آهن. ٻئي طرف سندس دشمن جاسوسي ادارن بہ اهڙا افواهہ اٿاري ڪيس ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ خود ابوندال بہ اهڙو انتظام ڪري سگهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ ڪيس خبر آهي تہ ٻيون فلسطيني ڏهڪائيندڙ سڀ تنظيمون سندس دشمن آهن، جيڪي سندن ڪارروائين خلاف سماجي بنيادن تي لڙائي ڪرڻ جا حامي آهن. انهيءَ ڪري هو پنهنجي ڏهڪائيندڙ ڪارروائين کي ڍڪڻ لاءِ پاڻ تان الزام هٽائڻ لاءِ پنهنجي موت جو ڊرامو ڪري سگهي ٿو. ڊاڪٽر وادي حداد جي بيماريءَ وقت بہ اهڙيون من گهڙت ڪهاڻيون ۽ افواہ هليا هئا. جهڙي طرح ايجپ ايجپين (Agip-agipian) آرمينيا جي ڏهڪائيندڙ (آزاديءَ جي) گروپ A.S.A.L.A جي سربراهہ ڏيڪاريو هو تہ ڪيس جولاءِ 1982ع ۾ اسرائيلي آرٽلري جي بمبارٽمينٽ ۾ بيروت ۾ قتل ڪيو ويو. گروپ جي خواهش هئي تہ پنهنجي اڳواڻ کي مخفي رکن پر ڪجهہ مهينن ڪانپوءِ ظاهر ٿي چڪو هو تہ اهو زنده آهي. ان ڪري هي واقعو ايڏو تہ مشهور ٿيو هو جنهن کي هر ڪو ڏهڪائيندڙ هڪ مثال بڻائي پاڻ کي لڪائڻ خاطر موت جو ڊرامو رچائڻ جو خواهشمند هوندو.

اهڙي طرح جنرل بارڪ ۽ ڊاڪٽر مراري جو بہ اهو خيال آهي تہ افواهہ اهو سڀ ڪجهہ ظاهر ڪن ٿا تہ صابري البانا اڃا تائين زنده آهي، سندن يقين هيٺن بنيادن تي آهي.

پهريون- هن جيڪو انٽرويو ميڊيا کي ڏنو آهي تہ سندس اهو پين ڪيترن انٽرويوز سان پيٽائي ڏسجي ٿو تہ هڪڙو جيڪو پنهنجن ساٿين نعرن

(Slogans)سان چهتيل آهي ۽ ساڳيا جملا استعمال ڪري ٿو. ۽ انٽرويو جي اصل روح کي برقرار رکي ٿو. انهن سيني انٽرويوز جي پيٽ ڪندڙ سمجهي سگهي ٿو تہ پويون انٽرويو بہ ساڳي انسان جو آهي، جنهن اڳيان انٽرويوز ڏنا آهن ۽ ڪوبہ چائي سگهي ٿو تہ هي اهو ساڳيو انسان ابوندال آهي.

2- بيو هڪ ڊگهي پروگرام وارو آرٽيڪل، ڪنهن بہ مدي اندر ڌهڪاءُ واري سياست ۽ مختلف فلسطيني ڌهڪائيندڙ تنظيمن درميان تعلقات تي بحث ڏيکاري ٿو تہ اهي ساڳئي ذهن جي پيداوار ۽ قلم جي تخليق آهن.

3- جيڪڏهن هو مري ويجي ها تہ منطقي طور سندس خاندان نابلس ۽ اردن ۾ آخر ڪڏهن نہ ڪڏهن اڳي پوءِ مختلف جڳهن وارا سندس عزيز ڪنهن هڪ جاءِ تي اهڙي ڏک جو اظهار ضرور ڪن ها.

4- اسرائيلي انٽيليجنس ڪميونٽي جنهن ۾ ڪيترا ايڪسپرٽ شامل آهن ۽ فسلطين جي سيني ڌهڪائيندڙ تنظمن جو وڏو مواد رکن ٿا. تن کي ڄاڻڻ گهرجي تہ ڇا ٿيو آهي. اهو سچ آهي - ڪنهن بہ نامياري ڌهڪائيندڙ ليڊر جي موت کي اسرائيلي انٽيليجنس جي ڪميونٽي ايڏي وڏي اهميت نہ ڏيندي آهي. ڄاڪاڻ تہ پهرين خاص اهميت بچاءَ جي جاسوسيءَ تي آهي. جنهن ڪري سندن هر نظر فلسطيني تنظيمن تي رهي ٿي. انڪري اهڙي معلومات پهريائين ڪين وٽ پهچڻ گهربي هئي. جڏهن تہ ابوندال جي موت بابت ڪين ڪابہ ثابتي واري اطلاع نہ ملي هئي. جنهن ڪري جيستائين اها ڳالهہ ثابت نہ ٿئي ٿي. تيستائين ضروري آهي تہ ابوندال کي زنده سمجهيو وڃي.

5- شايد سڀ کان اهم اشارو آهي تہ ان عرصي دوران تنظيم سڀ کان وڏيڪ ڪارروايون ڪيون هيون. جڏهن تہ ان عرصي ۾، جڏهن اهي افواهہ هليا هئا. ڪارروايون گهٽ تعداد ۾ ٿيڻ گهربيون هيون پر 1984 ۽ 1985 دوران هڪ سال ۾ اهڙا سٺ حملا ڪيا ويا هئا. هي هڪ عام اصول آهي تہ جڏهن ڪنهن تنظيم جو اهم اڳواڻ مري وڃي ٿو تہ سڀ ڳالهيون ۽ عمل ڇڏي ان جي افسوس ۾ ڪجهہ وقت گذري ٿو. ان ڪانپوءِ ٻئي اڳواڻ جي چونڊ لاءِ بہ ڪجهہ عرصو گهرجي. صرف ڪنهن تنظيم جي ٻيهر بحالي لاءِ ڪجهہ مهينن کان وٺي هڪ سال جو عرصو برقرار رهي ٿو، جڏهن تہ

ڪنهن ليڊر جي موت ڪانپوءِ گروپ کي ٻيهر زنده ڪرڻ لاءِ ۽ نئين ليڊر کي پسند ڪرڻ لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن عرب رياست طرفان مهمان نوازيءَ جي ميزباني ڪرڻ ۽ آئينده ڪارروائين جي نئين سر منصوبہ بندي ڪرڻ لاءِ وڏو عرصو کهرجي.

اهو ساڳيو مثال آهي جڏهن وادي حداد فوت ٿيو هو تہ سندس گروپ ڪيتري عرصي تائين خاموش رهيو هو، جنهن ڪانپوءِ ٻن ڏڙن ۾ ورهائجي ويو هو ۽ آخرڪار ٻيهر تڏهن سجاڳ ٿيو هو جڏهن ظهير محسن الصاعقہ جو اڱواڻ قتل ٿيو هو تہ سندس گروپ ڪارروائين نہ ڪرڻ جي دور ۾ داخل ٿيو هو جيڪو سيني عملن سان گذرڻ جي باوجود بہ اڃا تائين خاموش هيو.

انهن سيني مثالن ۽ واقعات جي تجزيي مان ظاهر آهي تہ صابري البانا عرف ابوندال اڃا تائين زنده آهي.

# اميدون ۽ آسرا

ڏهين اپريل 1983ع، آچر جي ڏينهن صبح جو نائين بجي مونٽڪارو هوٽل البوفير (Montcoro Hotel Albufeira) شهر پورچوگال ۾ هڪ اڪيلو ماڻهو ڊارڪ سوٽ ۾ گهنڊيدار وارن سان ۽ وچولي قد جو، جنهن کي ٿورو اڳ هوٽل جي ريسٽورنٽ ۾ ڏٺو ويو هو. تنهن تيزي سان لابيءَ جا چند وال ڪراس ڪيا ۽ ڪنهن مقصد سان آڇن وارن (Gray Hair) واري جينٽل مين سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي. جيڪو اڳ ۾ ئي ڪنهن ٻئي شخص سان ڳالهائڻ ۾ مشغول هيو.

هن لڳاتار پنج گوليون هلايون. جيڪو صرف چند انچن جي مفاصلي تي بيٺو هو. ڊاڪٽر اسام سارتوي ويڙهجي ويو ۽ اڳيان چند حيران پريشان شخصن مان هڪ کي چنبڙي ويو. ان کان چند سيڪنڊ اڳ ڊاڪٽر سارتوي فلسطيني هارٽ سرجن، بين الاقوامي سوشلسٽ ميٽنگ ۾ شرڪت ڪري چڪو هو ۽ فـ ينچ نمائندن جي اڳواڻ جين برنارڊ ڪيورل (Jean Ber-nard Cureil) سان ڳالهائي رهيو هو، ڪيورل هاڻي ڊاڪٽر سارتوي کي مٿي کڻڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن کان گهڻو رت وهي رهيو هو. سارتويءَ جو سهائتا ڪندڙ پهريدار انور ابو هشام (Anwer Abu Hisham) پڻ گولين جي ڏڪن سان زخميل هو، جنهن زخمن ڪري پنهنجي جسم کي ٻي قابو ڏسي پاڻ کي پٽ تي اڇلايو، ۽ ٻنهي کي ڏار ڪرڻ ۾ وڏي مشڪل درپيش آئي. گن بردار حملي آوار ڪليل دروازي کان گن هٿ ۾ ڪري ٻاهر ڀڳو جنهن کي اڃان تائين گن هٿ ۾ هئي. پوليس ۽ سادي لباس ۾ انٽيليجينس ذهني شاڪ لڳڻ ڪري قاتل کي ڀڄندي ڏٺو، پر ڪجهه نه ڪري سگهيا. جيستائين هو هوشيار ٿيا تيستائين رائيفل باز قاتل ٻاهرين ديوار ٽپي فرار ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي چڪو هو.

ڊاڪٽر سارتوي جي قتل ڪانپوءِ جلد ئي پورچوگيز حڪومت قاتل جي گرفتاري لاءِ ناڪابندي ڪئي ۽ ڪجهه ڪلاڪن ڪانپوءِ هڪ ماڻهوءَ کي هڪ ڪار ۾ فرار ٿيندي گرفتار ڪيو. جنهن گرفتاريءَ ڪانپوءِ اقرار ڪيو تہ سندس تعلق ابوندال گروپ سان آهي. هن کي موراڪو جو غلط اندراج وارو پاسپورٽ هيو جيڪو يوسف الاواد (١) (انهيءَ شخص کي پوءِ سزا ڏني وئي، ۽ هن قبول ڪيو تہ منهنجو اصلي نالو محمد حسين راشد آهي، پر هن بئي ڪنهن ڪيس ۾ ملوث هئڻ جو انڪار ڪيو. تڏهن بہ پورچوگيز پوليس ٻڌايو بئي تہ هي واقعي ۾ ضرور ملوث آهي، پر هو پنهنجي انهي حجت کي ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام ويا هئا. ڪورٽ ان شخص کي پورچوگال ۾ غير قانوني داخل ٿيڻ تي ٽي سال قيد جي سزا ڏني، باقي اصلي قتل مان ڪيس آزاد ڪيو ويو.) (Yusuf al-awad) جي نالي نڪتل هيو. ٿوري وقت ڪانپوءِ دمشق مان ابوندال گروپ طرفان پريس رليز جاري ڪئي وئي، جنهن ڊاڪٽر سارتوي جي ذميواري قبول ڪئي ۽ شڪرانو ادا ڪيو ويو تہ هو هڪ غدار دشمن هيو ۽ جنهن گولين ڪيس قتل ڪيو هو. سي فسلطين جون گوليون هيون. ان ڪانپوءِ هڪ وائيٽ پيپر جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ ڊاڪٽر سارتوي کي انقلابي تحريڪ جي ڪائونسل ۾ هڪ مهانگي سي، آءِ، اي اسرائيلي موساعد ۽ برطانيہ جو جاسوس قرار ڏنو ويو هو. ان اعلان تي ڪوبہ تعجب نہ هيو، ڇاڪاڻ تہ ابوندال گروپ ڊاڪٽر سارتويءَ کي جيڪو الفتح طرفان اسرائيل سان امن ڳالهيون ڪرڻ واري اهم ڪردار سبب خاص ٽارگيٽ هيو. ڊاڪٽر سارتوي بہ ان حقيقت کان واقف هيو. هن پنهنجا آخري سالن جا ڏينهن ان يقين سان گذاريا هئا تہ ڪڏهن ۽ ڪنهن بہ وقت ڪيس قتل ٿيڻو آهي. پنهنجي قتل کان ڇهہ مهينا اڳ ڪتاب جي مصنف کي ٻڌايو هو تہ ابوندال جا ماڻهو خطرناڪ آهن ۽ هو سنجيده بنجي ڪارروايون ڪن ٿا ۽ سڀ ڪجهه ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا.

مان ڊاڪٽر سارتويءَ سان آگسٽ 1982ع ۾ ملاقات ڪئي هئي. جيڪو لبناني لڙائي جي وچ ۾ لنڊن اندر هڪ ٻئي کي سمجهڻ واري عرب برطانيہ ڪائونسل (C.A.B.U) جي ميمبرن کي ليڪچر ڏئي رهيو هو جنهن ۾

برطانيه اسيمبليءَ جا ڪيترا ميمبر به شامل هئا. جڏهن ته ان هال ۾ هزارين ماڻهون خاموشيءَ سان سندس تقرير ٻڌي رهيا هئا.

ان وقت ۾ وچولي درجي جي پرامن پاليسيءَ کي مقبول بنائڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هئو ۽ پي ايل او جي هڪ مخلص ۽ سچي سفارتڪار کي اوپر يورپ ۾ برداشت ڪرڻ به وڏي ڳالهه هئي. مختصر طور هو هڪ ريڊيڪل فلسطيني قومپرست جي حيثيت ۾ ظاهر ٿيو ۽ پنهنجي تنظيم جي سيني ميمبرن کي به اهو ڏسڻ جو خواهشمند هئو ۽ اسرائيل جي جاءِ تي فسلطين جي جمهوري سيڪيولر رياست کي ڏسڻ جو آرزو مند هو. جڏهن مان پيو دفعو اناويهين فيبروري 1983ع تي ساٽس ملاقات ڪئي ته ان وقت هو هڪ مختلف انسان نظر آيو. جيڪو هڪ پراڻي آرام ڪرسيءَ تي هڪ اونداهي عاليشان ٿڌي ڪمري ۾ لنڊن ڪائونسل هال اندر اڪيلو ويٺل هو ۽ گڏيل ميٽنگ جي شروعات جو انتظار ڪري رهيو هو. مان اندر گهري پاڻ کي متعارف ڪرايو. سارتوي مسڪرائيندي چيو ته اسرائيلي جرنلسٽ توکي ميٽنگ ڪور ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي. هن سختي سان پڇيو ته ڇا توکي مون کان انٽرويو وٺڻ جي اجازت آهي ۽ اسرائيلي توکي گرفتار نه ڪندا؟ هر ڪو سندس آواز مان محسوس ڪري ها ته هو وڏو مفڪر آهي. هن ٻڌايو ته فلسطين جي حڪومت امن چاهي ٿي جيڪي اسرائيلن ڪان گهٽ نه پر وڌيڪ آهن. سندس چوڻ موجب پي ايل او جي اڳواڻن جي اڪثريت به اسرائيل کي قبول ڪرڻ جي خواهشمند آهي. پر هن خبردار ڪندي وڏي آواز ۾ چيو ته اڳواڻن جو صبر هاڻي انتها تي پهتو آهي ۽ فلسطيني پر امن ڪئمپن مان اڏامي ٻاهر نڪري رهيا آهن. فلسطيني ۽ سندن اڳواڻ هڪ عزت ڀريي امن لاءِ تيار آهن. پر ان لاءِ وڌيڪ قيمت ڏيڻ تي راضي هرگز نه آهن. اهي تڙ تڪڙ ۾ ڪنهن مسلح جدوجهد کي شروع ڪرڻ نه ٿا چاهن. جيڪڏهن انهن پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري سمجهيو ته پوري طاقت سان شروعات ڪئي ويندي.

جڏهن ڳالهه ابوندال گروپ جي ڪاررواين تي پهتي ته هو وڌيڪ پريشان نظر آيو ۽ ڪرسيءَ جي ٻانهن کي سخت گرفت ۾ ورتو. مون

سمجهيو تہ هو ان نڪتي تي ڳالهائڻ لاءِ رضامند نہ آهي، ان لاءِ تہ ممڪن آهي هو ڪنهن ڌاريئي سان ان موضوع ڪان نٽائيندو هجي. ڌاريئو بہ اهو جنهن جو تعلق دشمن ملڪ سان هجي. جڏهن تہ هو اڪثر مغربي ملڪن جي نمائندن سان آزادانہ طور بحث ڪندو هو. ريوٽر جي نمائندن کي انٽرويو دوران هن ٻڌايو هو تہ ابوندال جي ڪارروايون فلسطيني ڪاز کي وڏو نقصان پهچايو آهي. خاص ڪري لنڊن ۾ اسرائيلي سفير تي حملي جي ڪارروائيءَ جڏهن بہ آزاد فلسطين قائمُ ٿيو تہ مان ابوندال جي گروپ تي ڪيس هلائيندس. هن اسرائيلي بچاءَ واري ڪارروائي کي حق بجانب سڏيو، پر ڪين سوچڻ گهربو هو تہ اها هڪ سوچيل سمجهيل منصوبي تحت ڪارروائي ڪيل هئي. مون جڏهن ڪيس يقين ڏياريو تہ اسان جي درميان ڳالهہ ٻولهہ رڪارڊ تي نہ ايندي، تہ هو صابري البانا بابت اهو ڪجهہ ٻڌائڻ لاءِ تيار ٿي ويو هو جنهن جي ڪيس خبر هئي. پر ان وقت ڪيس ڪائونسل جي ڪارروائي شروع ٿيڻ جو اطلاع ڏنو ويو، سندس آخري لفظ منهنجي ان سوال جي جواب ۾ تہ ڇا اوهان ابوندال طرفان پنهنجي قتل ٿيڻ لاءِ خوفزده آهيو، هي هئا تہ خوف!؟ نہ نہ مان خوفزده نہ آهيان، مون کي خبر آهي تہ هو منهنجي قتل لاءِ وڏ ۾ وڏ ڪوشش ڪري رهيا آهن ۽ شايد اهي ڪامياب نہ ٿين، مگر اهو سڀ ڪجهہ خدا جي هٿن ۾ آهي، جيڪا منهنجي قسمت آهي. آخرڪار واضح آهي تہ ڊاڪٽر سارتويءُ چاٿي ٿو تہ پي ايل او طرفان اسرائيل سان امن مذاڪرات شروع ڪرڻ لاءِ عائد ٿيل سفارت جي ذميواري قبول ڪري هن پنهنجي موت جي وارنٽ تي دستخط ڪئي آهي.

لنڊن ۾ ائونري (Avenery) سان هڪ گڏيل ميٽنگ ۾ سارتوي چيو هو تہ "اسرائيل سان جنگ ڪرڻ ۾ منهنجي لاءِ ضروري هئو تہ مان فوجي تربيت حاصل ڪيان مگر هاڻي مون کي خوشي آهي ۽ فخر آهي تہ مان پاڻ کي فسلطيني انقلاب جو جنرل سمجهان ٿو، جيئن مان امن لاءِ وڙهي رهيو آهيان" هن پنهنجي آواز ۾ لفظ ويڙهاڪ (Fighter) کي زور سان ورجايو، ۽ اهو برابر هئو تہ ،سندس قتل کان چند مهينا اڳ هن امن قائم ڪرڻ لاءِ سخت ۽ نهايت سخت جدوجهد ڪئي هئي.

لبنان جي لڙائي مڪمل طور سندس اسرائيل سان اصولن جي بنياد تي ڳالهين واري جدوجهد تي پاڻي ڦيري ڇڏيو هو. سندس موت کان چند هفتا اڳ هو هڪ متنازع شخصيت بنجي چڪو هو. نه صرف پي ايل او ۾ پر پهنجي تنظيم الفتح ۾ به جهيڙي جو ڪارڻ بڻيو هو. ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته سندس نااميديءَ جو ڪارڻ فيبروري 1983ع ۾ ظاهر ٿيو. جڏهن فلسطيني نيشنل ڪانفرنس (P-N-C) پارليامينٽ کي خطاب ڪرڻ کان کيس منع ڪئي وئي. سارتويءَ جي خواهش هئي ته ڪانفرنس ۾ آمريڪي صدر ريگن جي امن منصوبي جي ضرورت جي وضاحت ڪري. جيڪو هن سپٽمبر 1982ع ۾ پيش ڪيو هو ۽ شاهه حسين جي سربراهي ۾ متحده اردن ۽ فلسطيني وفد اسرائيل سان امن مذاڪرات ڪري.

پر سندس نظريي (راءِ) نظرياتي ۽ طبعي بنيادن تي کي ميڙڻ کان نه صرف پر ٻڌڻ کان به انڪار ڪيو ويو هو. حالانڪ ياسر عرفات، جنهن جي اجازت ۽ حڪم سان هن اسرائيل سان امن مذاڪرات جو بندوبست ڪيو هو. تنهن به کيس پٺي ڏني هئي ۽ پيدا ٿيل صورتحال کي منهن ڏنو هو. سارتويءَ ڪانفرنس هال جي ٻاهر پريس ڪانفرنس گهرائي پنهنجي لکيل تقرير ورهائي هئي، جنهن ڪري ڪائونسل جا ميمبر وڌيڪ گرم ٿي ويا، جنهن ۾ نه صرف سندس مخالف پر ياسر عرفات ۽ سندس حامي به شامل هئا.

پي ايل او جي ليڊر پنهنجي روايتي عادت موجب ڀرپور ڪوشش مطابق تنظيم جي ميمبرن کي متحد رکڻ جي ضرورت واري عمل کي وڌيڪ اهميت ڏني هئي ۽ ريگن منصوبي کي ٺڪرائي تحريڪ ۾ ٻڌي برقرار رکڻ کي قبول ڪيو هو. سارتوي به وقت جي نزاڪت کي ڏسي خاموش ٿي ويو هو. ياسر عرفات جو هي اهڙو قدم هئو جيڪو اڳتي نهايت اهم ضرورت ثابت ٿيو. سارتويءَ پنهنجي غلطي محسوس ڪئي هئي ته هن ڪائونسل جي ميمبرن جي اڪثريت جي راءِ جو احترام نه ڪيو هو ۽ سندس خيال جاچڻ ڪانسواءِ پنهنجي مؤقف جي حمايت تي اٽل رهي اهڙو عمل ڪيو هو.

ياسر عرفات ۽ ڊاڪٽر سارتويءَ جي ان اختلاف ايڏا ته افواهه اٿاريا،

جنهن مان اهو خيال پيدا ٿيو ته هاڻي ڪيس پنهنجي ليڊر جي حمايت نه رهي آهي. اهو واقعو اهڙو ثابت ٿيو جنهن ۾ سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح ياسر عرفات پنهنجي دوست ڪي موت جي منهن ۾ ڌڪي ڇڏيو. اهي افواهه مغربي جرمني جي اخبار ڊاءِ ويلٽ (Die Welt) ۾ 1983ع ۾ شايع ٿيا هئا، جيڪي حالانڪ يقيني ثابتي وارانه هئا تڏهن به صابري البانا جي ان عمل سندس مستقبل ڪي وڌيڪ روشني ۾ پهچايو هئو.

صابري البانا آهستي آهستي اڳتي وڌڻ شروع ڪيو هو ۽ هڪ فلسطيني ڪئمپ مان نڪري سياست جي نقشي ۾ قدم رکيو هو، يا اهو وڌيڪ درست چئبو ته مرڪز خود اڳتي وڌي هڪ نعتي ۾ سمايو هو. جڏهن ته ياسر عرفات لبناني لڙائي کان پوءِ نه صرف اسرائيلي سفير تي حملي جي ڪري، جنهن تان لبناني لڙائي شروع ٿي هئي پر مڊل ايسٽ ۾ ريڊيڪل ازم ۾ مقبوليت جي ڪري وڏي مونجهاري ۾ پئجي ويو هو. جنهن جي نتيجي ۾ فلسطين ۽ اسرائيل جي وچ ۾ امن لاءِ ڳالهيون پٺتي پئجي ويون هيون. جيتوڻيڪ يوري اونريءَ ۽ سندس دوستن ڊاڪٽر سارتويءَ جي مرڻ کان پوءِ به اسرائيلي ۽ فلسطيني دوستي جي ڪوشش جاري رکڻ جو اعلان ڪيو هو.

پر اها حقيقت هئي ته اهي رابطا مڪمل طور ختم ٿي چڪا هئا. ڊسمبر 1982ع ۾ پي ايل او پنهنجي فورس ڪي بيروت مان ڪڍي ڇڏيو هو، ٻئي طرف ابوندال پنهنجو هيڊڪوارٽر دمشق پهچايو هو. پر اڃا تائين هو بغداد ۽ دمشق ۾ آزادانه طور حرڪت ڪري رهيو هو. 1982ع جي آخر ۾ اٽليءَ جي جرنلسٽ گروپ ڪي عراقي وزير اطلاعات هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو هو ته ابوندال فسلطيني اڳواڻ آهي، جنهن ڪري بغداد ۾ اچڻ وڃڻ جي ڪيس مڪمل آزادي حاصل آهي ۽ اسان ان جي مسئلن (Affairs) ۾ڪابه دست اندازي نه ٿا ڪري سگهون.

لنڊن ٽائيمس جي بيروت ۾ نمائندي رابرٽ فسق (Robert fisk) پهريون مغربي اخباري نمائندو هو جنهن ڪي دمشق جي ٻهراڙي ۾ هڪ ننڍي ته منزل عمارت اندر دعوت ڏيئي گهرايو ويو، جيڪو ابوندال جو

هيڊڪوارٽر هو. اها ملاقات مارچ 1983ع ۾ ڪئي وئي، جنهن ۾ گروپ جي پريس نمائندي عبدالرحمان عيسيٰ برطانيه کي وارننگ ڏني ته هو سفير آرگوؤف جي حملي ۾ گرفتار ٽن نوجوانن کي آزاد ڪري، انکان علاوه اهڙي وارننگ فرانس ۽ پورچوگال کي به ڏني وئي، جتي به گروپ جا ميمبر نظر بند هئا.

مغربي يورپ ۾ پوليس جي جاچ دوران پورچوگال جي نظر بند ٽيل گروپ جي ميمبرن ۽ سفير آرگووف جي حملا آورن درميان تعلق جو شڪ ظاهر ٿيو هو. ان کان علاوه ٿوري معلومات اها به ميسر ٿي هئي ته ڪلو واٽ گروپ (Kilowatt) ۽ ابوندال گروپ وچ ۾ به ملاقاتون ثابت ٿيون هيون. جن مان اولهه جي ماهرن کي يقين ٿيو هو ته 1982ع جي اونهاري تائين ابوندال جو عراقي انٽيليجنس پوري طرح سهڪار ڪيو آهي، جنهن کانپوءِ شامي انٽيليجنس سندس واسطي ۾ آئي ۽ گروپ جي ڪاررواين ۾ وڏي پيماني تي شامل رهي آهي. جنهن کانپوءِ اولهه يورپ جي پوليس کي غير يقيني ذريعن کان ڪجهه مدد ملي، جيڪا الفتح جي سيڪريٽ اداري فورس 17 (Force-17 17) جي حوالي سان ملي هئي. جنهن فورس 17 اداري وقت به وقت ابوندال جي منصوبن کان اولهه جي انٽيليجنس کي واقف ڪرڻ شروع ڪيو هو، سندن مقصد ظاهر هئو، عرفات ۽ سندن ڊيپوٽن صلاح خلف ۽ خليل ال وزير سيپمبر 1982ع بيروت اندر پنهنجي شڪست کانپوءِ محسوس ڪيو هو ۽ جڏهن کين مجبور ڪيو ويو ته هو لبناني بيروت خالي ڪن، ۽ ٻئي طرف شامي حڪومت ابوندال گروپ کي دمشق ۾ خوش آمديد چئي رهي هئي، ابوندال گروپ جو اهو قدم نه صرف ياسر عرفات ۽ سندن ماڻهن کي بيروت مان ڪڍڻ جو باعث بنيو هو پر سموري فلسطيني ڪاز کي دنيا جي عوام اندر نئين رخ تي سوچڻ جو موقعو فراهم ڪيو هو. ان کانسواءِ الفتح جي ليڊرن جو اهو به خيال هو ته ممڪن آهي ته اسرائيلي موساد ابوندال گروپ کي خبردار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجي ته پنهنجي اصل دشمن کي ڇڙو ڇڙ ڪري، ابوندال جي حملن جو شڪار بڻائي. اهوئي سبب هو جنهن ڪري الفتح جي فورس 17 ابوندال جي منصوبن

کي مغرب اڳيان ظاهر ڪرڻ جو پروگرام ناهيو هو. ڪنهن به نتيجي هيٺ اپريل 1983ع ۾ پئرِيس اندر اعلان ڪيو ويو ته پبلڪ جي حفاظت واري وزير صلاح خلف سان چار مهينا اڳ ملاقات ڪئي وئي هئي. فرانس جي اڪثر اخبارن ظاهر ڪيو هو ته سندن حڪومت کي خوفيه ذريعن کان اطلاع مليا آهن ته ابوندال گروپ جو ارادو آهي ته هو آمريڪا، اٽلي، فرانس، ۽ لبناني ملٽي نيشنل فورس تي پنهنجا ڌماڪائيندڙ حملا جاري ڪري جن جي منصوبه بندي دمشق ۾ ڪئي وئي آهي، جڏهن ته فرينچ نيوز ايجنسيءَ اهڙو اطلاع ڏنو هو ته پي ايل او جي تنظيم اولهه ۽ اوپر جي ڪيترن ملڪن کي خبردار ڪيو آهي ته هو ابوندال جي حملن جي لهر جي مقابلي لاءِ تيار رهن. ٻئي طرف الفتح کي يقين هو ته شامي حڪومت جي صدر حافظ الاسد جي اها خواهش هئي ته اسرائيلي لبنان تي چڙهائي ڪن ۽ انڪري هن سندن مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. شامي حڪومت پي ايل او ۽ الفتح کي خراب ڪرڻ لاءِ انڪري خواهشمند هئي ته هو پيهر سندس اقتدار هيٺ اچن، ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته شامي حڪومت جو ارادو هو ته اهي ڏينهن وري واپس اچن جيڪي 1967ع جي لڙائي کان اڳ جا هئا. جڏهن الفتح مڪمل طور سندن زير اثر هئي.

شام جي منصوبي جو سڀ کان اهم مسئلو ياسر عرفات هو، جنهن سڀ کان اهم سبق جيڪو حاصل ڪيو هو ۽ درست سبق هو ته ڪنهن به هڪ عرب رياست تي نه ياڙجي. اهڙي طرح شام چاهي پيو ته الفتح سندن پيهر ڪنٽرول ۾ اچي، پر عرفات غيرجانبدار رهڻ گهري پيو. هڪ ٻيو به مسئلو هئو جنهن ڪري سندس تعلقات وڌيڪ ترش ٿيا هئا. اسد کي اعتراض هو ته الفتح کي اردن جي شاهه حسين سان گڏجي خوشگوار ماحول ۾ اسرائيل سان گڏ ريل امن مذاڪرات ڪو جڳائڻ پيا. جنهن ڪري صدر اسد، ياسر عرفات جي مخالفن کي گڏڻ شروع ڪيو ۽ انهن لاءِ بيڪا وادي ۾ هڪ مرڪز فراهم ڪيو، جنهن جو سمورو خرچ شامي حڪومت پاڻ تي کنيو. ان کان علاوه به کين وڏي امداد جي پيشڪش ڪئي هئي، جن پي ايل او جي چيئرمين خلاف هڪ محاذ تيار ڪيو.

مئي 1983ع جي هڪ سرد رات ۾ دمشق مان ملتريءَ جون چار گاڏيون نڪتيون، جن جو رخ بيڪا واديءَ طرف هيو ۽ لبنان ۾ اسرائيلي بارڊر سان لڳ فرنٽ لائين تي پهتيون. انهن مان هر هڪ ٽرڪ تي 15 ٽن گولابارود ۽ هٿيار لوڊ ٿيل هئا. سندن وچ ۾ هڪ ڪانوائي (قطار) هئي جنهن ۾ شامي حڪومت جو هڪ يونٽ سوار هيو. جيڪي سڀ شهري ڊريس ۾ هئا. جن جو هڪ ڪلي جڳهه تي منزل جو نشان لڳل هو. هو انهن فلسطيني لڙاڪن سان مليا جن ياسر عرفات جي خلاف پنهنجو محاذ ٺاهيو هو. اهي هٿيار حاصل ڪرڻ جي ڇويهه ڪلاڪن کان پوءِ انهن پي ايل او جي چيئرمين برخلاف تحريڪ ۾ بغاوت جو اعلان ڪيو جنهن جي اڳواڻي ڪين پسند نہ هئي. انهن ڪلي عام ياسر عرفات تي الزام هنيو تہ هو فلسطيني ڪاز جو غدار ثابت ٿيو آهي، جنهن ڪري اسان کي سندس اڳواڻي ۾ ڪوبہ اعتماد نہ رهيو آهي. انهيءَ بغاوت جي مرڪزي شخصيت سعد موسيٰ پي ايل او جو ڪرنل هو، جنهن اڳ اردني فوج ۾ هڪ آفيسر طور 1970 تائين خدمات پيش ڪئي هئي، جيڪو ابو موسيٰ جي نالي سان مشهور هو.

جنوري 1983ع کان ڪجهہ مهينا اڳ ابو موسيٰ کي الفتح جي آپريشن ونگ جو ڊپٽي سربراهہ مقرر ڪيو ويو هو، ۽ بغاوت جي وقت ان عهدي تي فائز هو. 2 جون 1983ع تي بغاوت کان هڪ مهينو پوءِ موسيٰ اواد (ابو اڪبر) ۽ ليفٽيننٽ ڪرنل زياد سوگهايار (Ziyad Sughayar) (ابو خاظم) (Abu Khazim) اعلان ڪيو تہ هو ابو موسيٰ سان شامل ٿيا آهن. جنهن جي ڪري مغربي پريس ان بغاوت کي ڪرنلن جي بغاوت جو نالو ڏنو هو. ٿوري عرصي کانپوءِ انهن سان صلاح نمر (Salah Nimr) (ابو صالح) جنهن ان بغاوت کان اڳ ياسر عرفات تي نقطہ چيني تنقيد ڪئي هئي ۽ کيس الفتح جي مرڪزي ڪاميٽي مان خارج ڪيو ويو هو، سامع ابو قويق (Samih Abu Qawiq) جيڪو اڃا تائين مرڪزي ڪميٽي جو رڪن هيو ۽ ٻئي تنظيم جي سياسي محڪمي جا ميمبر هئا ظاهر ۾ ان بغاوت جو مهرڪ ياسر عرفات جي اڳواڻي هئي. پر اصل بنيادن تي هڪ وڏي

گهري سازش هئي. ابو موسيٰ ۽ سندس ساٿي تنظيم جي ٻين ميمبرن کي زندگي گذارڻ جا اهڙا خواب ڏيکاري رهيا هئا جنهن جو مثال هڪ وفد جو پوري دنيا جو دورو هو. اها اهڙي زندگي هئي جنهن جون رپورٽون گڏ ڪري فائيل رکيا ويا ۽ سندن هم رتبي وارن ۾ هنن لاءِ مخالفت وڌي وئي. اهو سمورو جهڳڙو انهيءَ پراڻي غير ميجوتيءَ جي ڪري ٿيو هو. جيڪو ابوندال الفتح کي ڇڏڻ وقت اختيار ڪيو هو. جنهن جي نتيجي ۾ حمامي سارتوي ۽ ٻيا ڪيترائي فلسطيني ماڊريٽ اڳواڻ قتل ٿيا هئا. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته تنظيم جي رخ ۽ پاليسي خلاف جدوجهد اختيار ڪئي وئي ته جيئن ان پاليسيءَ جي ٻيهر نئين پٺڀرائي ڪئي وڃي. جنهن ۾ سياست سان گڏ ڌمڪائيندڙ ڪارروايون شروع ڪيون وڃن. جيئن عرفات ۽ سندس ساٿين جو نظريو هو يا وري تحريڪ کي مڪمل طور مسلح جدوجهد جو رخ ڏنو وڃي.

ابو موسيٰ جو رجيڪشنزم (Rejectionism) صابري البانا جي طريقڪار سان وڌيڪ ويجهو هو ۽ اهو صاف ظاهر هو ته سندن بغاوت جي پويان شامي حڪومت هئي. دمشق الفتح جي برخلاف ميمبرن کي پڙڪايو. خاص ڪري عرفات کي سندس پوزيشن (مرتبي) تان هٽائڻ لاءِ. انهي ڪري اها تعجب جي ڳالهه نه آهي ته جلد ئي بغاوت جي ايرڻ ڪانپوءِ شام پنهنجي پرو- شامي تنظيم الصاعقہ (Al-Saiqa) کي ٽوڙي ڇڏيو ۽ پي ايف ايل پي (PFLP) جنرل ڪمانڊ به سندن سهڪار جو اعلان ڪيو. بغاوت جي دوران شامي حڪومت باغين کي اسلحه، خوراڪ ۽ ٻي رسد جاري رکي ۽ شامي ٽئنڪون باغين جي مدد ڪن پيون. بيڪا وادي (Bekaa vally) ۽ ترپيوليءَ ۾ سندن چوگرد حفاظت لاءِ فوجون بيهاريون ويون. شامي حڪومت ڪرنل قذافيءَ کي پنهنجي منصوبي ۾ شامل ڪيو هو. عرفات جي ويجهن ذريعن جو چوڻ هيو ته لبيا ابو موسيٰ کي ٽي ڪروڙ چاليهه لک ڊالرن جي رقم حصي طور موڪليا هيا. جڏهن صابري البانا جا ماڻهو بيڪا واديءَ ۾ باغين جي مدد لاءِ پهتا ان کان پوءِ شامي حڪومت جي شموليت ۾ ڪو به شڪ باقي نه رهيو هو. جيتوڻيڪ بغاوت کان اڳ ڪيترن فرينچ اخبارن اها

رپورٽ شايع ڪئي هئي تہ ابوندال هاڻي ان علائقي ۾ پهچي ويو آهي. گروپ جي ميمبرن ليپگارو، ليماٽن ۽ ليڪوٽيڊين (Lefigaro- Lematin and Lequotidien de Paris) ڊي-پئرس اخبارن کي پنهنجا اعلان سمگل ڪيا هئا تہ "ابوندال پاڻ اڻ وٽندڙ ۽ اڇرج ۾ وجهڻ جهڙيون خبرون تيار ڪري اسرائيل ۽ سندس ساٿي ياسر عرفات کي ڏيڻ چاهي پيو." تنهنڪري اهو ڪنهن کي خبرداريءَ سان جاچڻ گهرجي تہ ان وقت شامي انٽيليجنس، ابوندال، ابو موسيٰ ۽ ٻين پرو شامي فلسطيني تنظيمن درميان اڳي ئي ميلاپ ٿيُ تہ نہ ويو هو. پوءِ سچ ڪهڙو بہ هجي پر ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ ياسر عرفات ۽ سندس ساٿي وقت بہ وقت ابوندال کي دمشق طرف وڌندو ڏسي رهيا هئا. ڪين يقين هو تہ 1983ع جي آخر ۽ 1984ع جي شروعات ۾ البانا کي سڌي طرح محمد الخولي (Muhmmad al-Khuli) شامي انٽيليجنس جي هڪ سربراه حڪم ڏنو هو. جڏهن شامي بعث پارٽي عرفات ۽ سندن ساٿين کي هٽائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ فلسطيني تحريڪ ۾ هڪ نئين اتحاد کي قائم ڪرڻ لاءِ ابوموسيٰ گروپ ٺاهيو ويو (انهي خيال سان تہ الفتح تي غالب ٿيندا) ابوندال گروپ ۽ ممڪن آهي تہ جارج حباش ۽ نائف حواتم گڏجي سموري تحريڪ تي ڪنٽرول ڪندا ۽ اهو نئون اتحاد شامي ڪنٽرول هيٺ رهندو.

1985ع جي شروعات ۾ ابوندال گروپ ابوموسيٰ جي باغين سان ڳالهہ ٻولهہ شروع ڪئي هئي. شامي انٽيليجنس ٻنهي جي پٺڀرائي تي ڪئي ۽ مشورو ڏنو تہ ٻئي گروپ پاڻ ۾ متحد ٿين، پر ابوندال پنهنجي گروپ کي ابوموسيٰ جي ڪنٽرول ۾ ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ مطالبو ڪيو تہ هو پنهنجي گروپ کي آزاد رکي گڏيل فريمورڪ تي عمل ڪندو. ڳالهين جي ناڪام ٿيڻ باوجود ٻئي گروپ حڪمت عمليءَ ۾ سهڪار ۽ پنهنجي پنهنجي پوزيشن بحال رکندي هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ تي متفق ٿي ويا. مارچ 1985ع ۾ شام ۽ لبيا جي هٿ هيٺ هڪ نئون فرنٽ وجود ۾ اچي ويو، جنهن جو مقصد هو تہ ياسر عرفات جي مخالف تنظيمن جو پاڻ ۾ اتحاد ڪري گڏيل طاقت بڻائجي. ابوندال بہ ساڻن شامل ٿي ويو ۽ فرنٽ کي

پئلستائين نيشنل سالويشن فرنٽ (PNSF) جو نالو ڏنو ويو جنهن سان گڏ جارج حباش گروپ نائف حواتما، احمد جبرائيل، ابو موسيٰ ۽ طلعت يعقوب، جيڪي PLF کي توڙي ، P.F.L.P فرنٽ جو قيام ۽ سندن ميمبرن جو ابوندال سان گڏجي وڃڻ تي راضي ٿيڻ هڪ اهم ڪاميابي هئي، جيڪا ابوندال کي حاصل ٿي هئي، جڏهن تہ هو وڏو عرصو اڪيلو فلسطيني ڪئمپ کان ٻاهر رهيو هيو ۽ هن ريڊيڪل تنظيم جي حصي طور مقبوليت ۽ سڃاڻپ حاصل ڪئي هئي، ان ڪان بہ وڌيڪ جيڪا اهم ڳالهہ هئي سا ان تنظيم ۾ جارج حباش، نائف هواتما، ۽ احمد جبرائيل (Ahmad Jibril) جهڙن اڳواڻن جي شموليت هئي، جيڪي ڪيترا سال اڳ اِبوندال کي هڪ رت پياڪ، خوني، ۽ پاڳل ماڻهو چوندا هئا.

فيبروري 1986ع ۾ فرنٽ جا اڳواڻ ٽريپولي ۾ مليا، لبيا ان ميٽنگ کي اهم ڪانفرنس قرار ڏنو هو جنهن ۾ ريڊيڪل، ڏهڪائيدڙ ۽ رياستون شامل هيون. سرڪاري اسپانسر (ضمانتي ميزبان) عرب قومي انقلابي فورس جي گڏيل اڳواڻي ڪئي، جنهن ڪانفرنس ۾ ٻاويهہ اڳواڻن تي مشتمل هڪ ايگزيڪيوٽو باڊي جوڙي هئي، جن مان اڪثر کي ڪرنل قذافي جي حمايت حاصل هئي، شموليتِ ڪندڙن ۾ جارج حباش، جبرائيل، هواتما، سامر گوشا (Samir Ghusha) هڪ ننڍي ڏهڪائيدڙ گروپ پئلستائين پيپلز استرگل فرنٽ .P.P.S.F جو اڳواڻ، عبدالغنم (Abdul Ghanim) پرو شامي گروپ جو اڳواڻ، ابوندال گروپ جي اڳواڻي شفيق ال-آريدا (Shafiq al Ar-ida) ڪئي ۽ ٻيا ميمبر شامل هئا. ڪانفرنس هڪ ريزوليوشن (ٺهراءُ) پاس ڪيو تہ سيني ريڊيڪل تظيمن کي (P.N.S.F) سان شامل ڪري انهيءَ فريم ورڪ تي هلايو وڃي، جنهن ۾ لبنان، شام، لبيا، عراق ۽ ڏکڻ يمن جون عرب تنظيمون بہ شامل ٿي ويندیون. سندن فريم ورڪ انقلابي عرب فورس قومي ڪمان (National Command of the Revolutionary Arab Forces) جي حوالي سان ڄاتو ويو هو. سندن مقصد

هو ته هڪ انقلابي اسٽرائيڪ فورس (Revolutionary Strike Force) ۽ ڌمڪائيدڙ آپگهاتي اسڪواڊ (Suicide Squads) قائم ڪري آمريڪي مفادن جي خلاف استعمال ڪيو وڃي، جيڪو لبيا ۽ ٻين عرب رياستن ۾ حملي جون ڌمڪيون ڏيندو رهي. ڪانفرنس اهو به ٺهراءُ پاس ڪيو ته اهڙا رستا سجائي يهودي ۽ سرمائيداريءَ جا منصوبا ڳولهي حملن جو نشانو بڻايو وڃي. اهڙي طرح شامي ۽ لبيا جي حڪومت ابونڊال کي هڪ اهم ڪردار (رول) فراهم ڪيو. ۽ ڪيس سڀ وسيلا ميسر ڪري ڏنا ويا هئا ته عرفات کي هٽائي فلسطيني تنظيم تي پنهنجو اقتدار قائم ڪري. ميٽنگ جي ڪاروائي کي مخفي رکيو ويو هو ۽ سندن فيصلا لڪل رهڻا هئا. جيڪڏهن اسرائيل جي سڪيورٽي سروس هوائي جهاز کي زبردستي لاهڻ جي ڪوشش نه ڪري، جنهن جي مسافرن ۾ ڪانفرنس جي ڪيترن ميمبرن جي موجودگيءَ جو شڪ هو. 4 فيبروري 1986ع تي اسرائيلن F.16 جي چئن جهازن هڪ گلف اسٽريم جي مسافر جهاز تي جيڪو لبيا عرب ايئرلائين جي ملڪيت هُئي کي مجبور ڪري اسرائيلي فوجي هوائي اڏي تي لاٿو . اسرائيلين جي توقع موجب ڪوبه ڌمڪائيدڙ خاص ڪري جارج حباش جهاز ۾ موجود نه هئا. بعد ۾ ڪين معلوم ٿيو ته حباش آخري لمحي ۾ جهاز تي سوار نه ٿيو هو. باقي جهاز ۾ لبنان جي ريڊيڪل پارٽين جا ڪيترا سياستدان سوار هئا. جهڙوڪ ڪميونسٽ تنظيم، سيني ڪان اهم شخص عبدالله ال احمر هيو جيڪو شامي بعث پارٽي جو ڊپٽي چيئرمن هو ۽ صدر حافظ اسد جو خاص اعتماد وارو ۽ پڻ ڪرنل قذافيءَ جو گهرو دوست هيو. هو بين الاقوامي ڌمڪاءُ ازم جو طاقتور مددگار هو. ٿوري تحقيقات ڪرڻ کان پوءِ وڏي پريشر تحت جهاز ۽ سندس مسافرن کي آزاد ڪيو ويو. پر جيڪا ڪانفرنس جي ڪاروائيءَ جي جاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اهو عمل ڪيو ويو هو سو اسرائيلن حاصل ڪري ورتو ۽ ان کي پڌرو ڪيو ويو.

اهڙي سازش خلاف ياسر عرفات پنهنجي بچاءُ لاءِ ۽ انهن جي برخلاف ٿي به قدم کونه کنيا هئا. ان کان اڳ رومانيا جي صدر نڪولائي چائوسسڪو

(Nicolae Ceausescu) وزير آعظم اندرا گاندي (Indira Gandhi) ۽ روس جي اهم رهنمائن کي اپيل ڪئي هئي تہ هو سندس مدد ڪن ۽ شام کي روڪن. جهڙي طرح اڳ ۾ ياسر عرفات کي چيو ويو هو تہ هو پنهنجي فلسطيني تحريڪ ۾ پاڻ کي اڳواڻي جو لائق ثابت ڪري ۽ ماضي ۾ هن ڪريل مرتبي مان پنهنجي قوم کي ڪڍي مسلسل جدو جهد سان تحريڪ جي تحرڪ کي اپاري بين اقوامي سطح تائين پنهنجو وقار بلند ڪري هن ثابت ڪيو هو تہ فلسطيني قوم جي نگهباني ۽ اقتدار جو حامل واحد شخص آهي.

آسٽريا جي چانسلر ڪرسڪيءَ (Chancellor Kreisky) سان ذاتي ملاقات دوران ياسر عرفات ٻڌايو هو تہ هن کي سُڌ آهي تہ هو هڪ ٻئي التالينا جهاز (Altalena) کي منهن ڏيڻو آهي. (1)

ٻين لفظن ۾ فلسطيني تحريڪ کي آئينده سخت مرحلن مان گذرڻو آهي ۽ ڪنهن وقت مستقبل ۾ مختلف نظرين جي درميان گهرو لڙائي بہ ٿي سگهي ٿي، جنهن ڪري ماضيءَ ۾ ياسر عرفات جي هميشہ اها ڪوشش رهي تہ پنهنجي مخالفن کي پنهنجو ڪريءِ مستحڪم طاقت سان فلسطيني تحريڪ کي اڳتي وڌائي. هن ڊاڪٽر سارتوي جهڙن ماڻهن جي صلاحن کي پنهنجي اڳواڻي مضبوط ڪرڻ لاءِ خيال ۾ نہ آندو هو ۽ سچائيءَ جي ضرورت

---

(١) (هي اهو سامونڊي جهاز هو جنهن کي اسرائيلن مئي 1948ع ۾ يهودين جي زير زمين تنظيم ارگن تزوا ليومي (Irgun Tzvai Leumi) اسرائيلي رياست قائم ٿيڻ دوران زيري زمين پهچايو هو ۽ ارگن Irgun زور ڏيئي ٻڌايو تہ جهاز ۾ رکيل هٿيار سندس فوجي استعمال ڪندا. جڏهن تہ اسرائيلي وزيراعظم بن گوريان (Ben Gurion) ارگن جي انڪار ڪرڻ تي حڪم ڏنو هو تہ ارگن جي ماڻهن کي غير مسلح ڪري جهاز کي تل ابيت جي ڪناري ٻوڙيو وڃي، بن گوريان اڳتي وڏي التالينا جهاز تي فائر ڪندڙ ڪئنان (Cannon) کي هڪ پاڪ گن (The Holy Gun) جو لقب ڏنو هو.)

وقت هو اسرائيل ڏانهن ماڊريٽن ويجهو (Moderate Approach) هئڻ
ڪري گهٽو اڳتي وڌيو هو. عرفات ڪڏهن بہ اڪثريت جي فيصلي کي
اقليت جي خواهش تي رد نہ ڪيو آهي ۽ نہ وري آئينده ڪو اهڙو قدم
کڻندو. پر اهو سراسري طور ان وقت ممڪن آهي جڏهن ڪا آئين جي بر
خلافي ٿئي. جيڪو ڪجهہ ظاهر آهي اهو هي آهي تہ اجا تائين فلسطيني
ڪئمپن جي پاڪ گوليءَ کي استعمال نہ ڪيو ويو آهي ۽ عرفات جي
ڪوشس رهي آهي تہ پنهنجي مخالفن کي قتل ڪرڻ لاءِ ڪانہ ڪا وچين
راهہ ڳولهي استعمال ڪري، 1983ع جي اونهاري جي بغاوت، ازان سواءِ
ريڊيڪل تنظيمن جي گڏيل اتحاد سان سندس برخلاف مهم ۽ ان ڪانپوءِ
بہ هن ڪنهن اهڙي منهن توڙ جواب ڏيڻ جي خواهش نہ رکي آهي. سندس
بيروت ۾ شڪست، بيڪاواديءَ لبيا جي واقعات سندس اڳواڻي کي وڏو
ڌچڪو رسايو آهي حالانڪ هو هڪ بنا مقبلي جو اڳواڻ ۽ فلسطيني تحريڪ
۾ جوڏنهن سالن کان وڌيڪ وڏي اهم مشهور تجربيڪار شخصيت رهيو
آهي. 1967 جي ڇهن ڏينهن واري لڙائي کان لبنان جي 1982 واري ويڙهہ
تائين هي پراعتماد شخص هيو. اڳتي مستقبل ۾ بہ جو ڪجهہ ٿيندو سي ان
هڪ ڳالهہ تي متفق آهن تہ جيڪڏهن الفتح کي ياسر عرفات جو بنياد
سمجهي برباد ڪبو وڃي ٿو، جيڪڏهن هن کي شروع وانگر هڪ جهڙن
درميان پهريون شخص رهيو هو، ۽ هاڻي سڀ هڪ جهڙن ۾ انهن جهڙو
ڪيو وڃي ٿو تہ ممڪن آهي تہ انهن جهڙو رهي. پر ان تي ڪنهن کي يقين
نہ آهي تہ ائين ٿيندو.

فلسطيني ڪئمپ سان لاڳاپيل طاقتون. " ڪنهن راند ۾ پڙي" (zero
some game) تائين رهجي ويون آهن، جتي هڪ حصو وئندڙ جو نقصان
(ياسر عرفات) ۽ ٻئي ڌر (مخالفن) جو فائدو رهندو.

اهو ممڪن آهي تہ صابري البانا پنهنجو پاڻ بغداد مان دمشق ۽ پوءِ
ترپيوليءَ ۾ اچڻ تي فلسطيني ڪئمپ ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪيئي
هجي، پر سندس تنظيم ۾، کي هميشہ نقصانڪار سمجهيو ويو آهي. پر
ڪنهن کي اهو وسارڻ نہ گهرجي تہ صابري البانا جو اهم مقصد اهو آهي تہ

هو فلسطيني ڪئمپ ۾ سڀني کان وڏيڪ طاقتور سمجهيو ويو ۽ جنهن جي پوئواري ڪئي وئي.

الفتح جي شڪست ۽ موت جي ڀڃاڙيءَ فلسطيني تحريڪ ۾ مادريتن ڪي وڏي طاقت ڏني ۽ سندن درميان ڪيترن کي يقين هو تہ ڪاميابي جو رستو صرف مسلح جدو جهد ۾ آهي ۽ اهي نشانيون 1983ع جي آخر ۾ ظاهر ٿي 1986ع جي شروعات تائين گهٽو وڌي ويون. فلسطيني تنظيمن جي اڪثريت جنهن ۾ الفتح بہ شامل هئي. پنهنجي 1970ع واري ڏهاڪي جي نظريي کي تبديل ڪيو هو، ٻين لفظن ۾ اسرائيل جي خلاف سندن ملڪ کان ٻاهر ادارن تي ۽ يهودين تي پوري دنيا ۾ مسلح حملا جاري ڪيا وڃن ۽ اهائي ابوندال جي بہ خواهش هئي. سندس اسرار هيو تہ امن ۽ سياست جون ڳالهيون دفن ڪيون وڃن. جيڪي سندس نظريي مطابق عملي قدم کڻڻ ۽ فلسطيني انقلاب ۾ زبردست رڪاوٽ آهن. تنهنڪري انهن کي گهر جي تہ مسلح جدو جهد ڏانهن واپس اچن. ڇاڪاڻ تہ اهو ئي رستو آهي جنهن سان پنهنجو مقصد اسرائيلي رياست جي بجاءِ فلسطيني رياست قائم ڪري سگهجي ٿي.

انهن سڀني تنظيمن جي بنيادي سوچ ۾ تبديلي آئي ۽ واپس ٿي انقلابي رستا اختيار ڪرڻ تي اسرائيل کي بہ منهن ڏيڻ لاءِ نوان رستا ڳولڻ تي مجبور ڪيو. 1986ع جي شروع ۾ اسرائيلن کي اطلاح مليا ها تہ ڪيترن ڏهڪائيندڙن جي صحت خراب آهي، جيئن اسان بہ پڙهيو هو تہ ابوندال پنهنجي سر ٻن ڪليل دل جي آپريشن مان گذريو هو. ابوموسيٰ (Abu Musa) جي ڪمانڊرن مان هڪ جنوري 1986ع ۾ هارٽ اٽيڪ سبب دمشق جي هڪ اسپتال ۾ داخل هيو. ڊاڪٽر شامر گوشا (Dr. Samir P.P.S.F Ghusha) جو هڪ اڳواڻ السر (Ulcer) جي علاج لاءِ سوويت يونين موڪليو ويو هو. طلعت يعقوب (جيڪو پنهنجو گروپ ختم ڪري ڊاڪٽر حباش سان مليو هو) لبنان ۾ ڪار جي حادثي ۾ سخت زخمي ٿيو هو. P.F.L.P. G-C جو ملٽري ڪمانڊر پنهنجي زندگيءَ جي هڪ

حملي ۾ زخمي هيو ۽ پنهنجون ڏهڪائيدڙ ڪارروايون ملتوي ڪيون هيون، ۽ جارج حباش به، پڻ چڱو ڀلو نه هيو.

پر اسرائيلي سيڪريٽ سروس ان جو انتظار نه ڪيو ته قدرت از خود سندن فائدي ۾ فيصلو ڪري. سندن خيال ۾ "بهتر رستو اهو هو ته فلسطيني ڏهڪائيندڙ انقلابي تنظيمن جي اڳواڻن کي قتل ڪيو وڃي." اها آخري صلاح جنرل گديون مهانيمي (Gideon Mahanaymi)اڳوڻي انٽيليجنس آفيسر ۽ اسرائيلي وزير اعظيم جي دهشت گرديءَ جي صلاحڪار ڏني هئي. مهانيمي اولمپڪ رانديگرن جي قتل عام جي سببن کي ظاهر ڪندي ٻڌايو ته موجوده پاليسي کي تبديل ڪيو. تنهن ڪري لبيا جي جهاز کي زبردستي اسرائيل ۾ لاٿو ويو هو. اهڙي طرح اسرائيلي وزير دفاع اسحاق رابن (Yitzhak Rabin) خبردار ڪيو هو ته اسرائيل پنهنجي مرضيءَ سان اهڙا سڀ ذريعا استعمال ڪندو جنهن ۾ هڪ اهڙو قدم شامل آهي جنهن مان سڀني کي سبق حاصل ٿيندو ته آئينده ڇا ٿيندو. حقيقت ۾ فيبروي 1986ع ۾ وزير خارجه يضحاق شمير (۱) (ٻارهين ڊسمبر 1986ع ۾ اسرائيلي ايئر فورس نهر ال برد (Naher al Bard) رفيوجي ڪيمپ تي حملو ڪري ترپولي، لبنان ۾، جنهن حملي ۾ محمد سليم جيڪو ابوماد سان سڃاتو ويندو هو، کي قتل ڪيو، هو ابوندال ۽ ابوموسيٰ وچ ۾ رابطي جو اهڃاڻ هيو.) (Yitzhak shamir) ان ڪان به اڳتي وڌي اعلان ڪيو هو ته اسرائيل ابوندال کي حاصل ڪندو." يصحاق شامير ڏهڪائيندڙ تشدد انقلابي نظريي ۽ عقيدي جو وڳو ڍڪي جڏهن پهريائين ظاهر ٿيا. تڏهن کان وڏي ڊگهي مسافري ڪئي آهي. پر سندس پيڇاڙي هميشه موت سان ٿي آهي. غيرسياسي ۽ انفرادي ڏهڪائيندڙ ڪڏهن به پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نه ٿيو آهي. هن حاڪمن کي قتل ڪيو آهي، طاقت جي نشانين کي تباهه ڪيو آهي. پر ڪڏهن به پنهنجي مقصد کي سڃاڻڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو آهي. ابوندال ڪڏهن به اسرائيلي بنيادن کي پنهنجي هينئان آڻڻ ۾ ڪڏهن ڪامياب نه ٿيندو، پر ڪيس بي آرام ضرور ڪندو، نقصان پهچائيندو ۽

سندس مفادن کي شيهو پهچائيندو رهندو.

صابري البانا کي فلسطيني تحريڪ ۾ سندس اعتبار جوڳي مظهر (روپ) ڪري هڪ حيثيت حاصل آهي. سندس اها لياقت جنهن سان نوجوان شاگردن کي برتي ڪري ٿو، ظاهر ڪري ٿي ته هو باعمل آهي ۽ ڪنهن جو ڏيان چڪائي سگهي ٿو. ڪهڙي به حالتن هيٺ ۽ ڪنهن به قيمت تي مسلح جدو جهد لاءِ تيار رهڻ واري شخصيت جي ڪري فلسطيني نوجوانن ۾ پنهنجو وقار وڌايو آهي. اهو ناممڪن نه آهي ته جڏهن وچ اوڀر ۾ سياست پنهنجي موت مرڻ شروع ٿي هئي ته سندس نظريي فلسطيني تحريڪ ۾ وڏي اهميت حاصل ڪئي ۽ جان پيدا ڪئي هئي. جيڪا 1980ع جي ڏهاڪي جي پوئين اڌ ۽ 1990 جي پهرين دور ۾ مسلح جدوجهد تيار ڪرڻ واري ازم کي وڏي تقويت ملي هئي. ساڳي وقت ۾ اهو به ياد ڪرڻ گهرجي ته سندس ڏهڪائيدڙ ڪاروايئن دوران فلسطيني تحريڪ جي اڳواڻن ياسر عرفات گروپ کيس فلسطين جو ۽ تحريڪ جو دشمن قرار ڏنو هو. سندس اپيلون ريڊيڪل ازم وارن لاءِ هيون. ڪهڙو به سندس دشمن ٿي سگهي پيو، وچ اوڀر وارو يا مغرب وارو ۽ عرب يا يهودي، جنهن به هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي پاليسيءَ ڏانهن رخ ڪيو ۽ علائقي جي مفاد خلاف ويڇڙائپ پيدا ڪئي اهو ابوندال جو دشمن هيو.

لنڊن ۾ پي-ايل-او جي نمائندي ۽ الفتح جي ماڊريٽ سعد هماميءَ جي زال مسٽريس خالده همامي فلسطيني تحريڪ ۾ اعتدال پسندن ۽ انتها پسندن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ ۾ هڪ خاص راءِ پيش ڪئي هئي. هوءَ چوي ٿي ته "اسان کي سخت ضرورت آهي ته اسان پنهنجي نئين نسل کي ابوندال ٽيڻ کان بچايون" مون کي خوف آهي ته جيڪڏهن اها صورت حال رهي ته "منهنجي اولاد پڻ هڪ ڏينهن ڏهڪائيندڙ ازم کي قبول ڪندا." هن اپريل 1980ع ۾ نيوزويڪ کي هڪ انٽرويو ڏيندي قبول ڪيو ته هوءَ خاص ڪري پنهنجي پٽ موصاب (Musab) لاءِ وڏي فڪر مند آهي جيڪو سترهن سالن جي عمر جو هڪ ڳيرو آرٽسٽ آهي. موصاب ٻڌايو هو ته "منهنجي لاءِ روم ۽ ويانا هڪ ڪاسائيءَ جي راند هئي" " پر ڪڏهن

# بين الاقوامي آپريشن

هڪ نوجوان فلسطينيءَ کان پڇيو ويو تہ ڇا تون هن کي سڃاڻين ٿو؟ هن فوٽو گراف پنهنجي اکين آڏو آڻي ڪجهہ سيڪنڊ ڏسندو رهيو. جن ٻين ڌماڪائيڊڙن کان ساڳيو سوال ڪيو ويو، انهن مان هڪ آخر ڏسي چيو تہ هائو مان کيس سڃاڻان ٿو. هن مون سان گڏ بيڪا وادي ۾ تربيت حاصل ڪئي هئي. مان سندس نالو نہ ٿو ڄاڻان باقي سندس عرفيت واري نالي کان واقف آهيان. اسان کيس ابو اظام (Abu Izam) سڏيندا هئا سون. پڇا ڪندڙ ائلر جي پوليس آفيسر مسڪرائندي کيس هيو سگريٽ پيش ڪيو ۽ اجازت ڏني تہ هو سگريٽ ڇڪي پورو ڪري، بعد ۾ کيس ڪوٺڙيءَ ۾ پهچايو ويو. اهي ٽيئي قيدي هئا عتاب حسين (Attab Hussan)۔ جنهن کي سيپٽمبر 1985ع روم ۾ برٽش ايئر ويز جي دفتر ۾ گرنيڊ (دستي بم) اڇلائڻ واري حملي دوران گرفتار ڪري چوڏنهن سال سخت پورهئي واري سزا ڏني ويئي هئي، ٻيو احمدالحسين (Ahmad al Hussain Abu Sarj) جنهن کي انهيءَ سال اپريل ۾ ڪيفي ڊي پئرس (Cafe de Paris) روم ۾ دستي بم اڇلائڻ دوران گرفتار ڪري کيس سزا ڏني ويئي هئي، ۽ ٽيون محمد صرحام (Muhammad Sirham) اڃا تائين کيس جي شروع ٿيڻ جو انتظار ڪري رهيو هو، جيڪو روم ۾ ال ال EIAI ڪائونٽر واري حملي ۾ گرفتار ٿيل هو. ائليءَ جو پوليس آفيسر تڪڙ ڪندي اولهہ يورپ جي پوليس ۽ اسرائيلن کي اطلاح فراهم ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو.

ان کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ آمريڪا ۾ دوري تي آيل اسرائيلن ڊفينس منسٽر يضحاق رابن (Yitzhak Robin) اهو اعلان ڪرڻ جي قابل ٿيو هو تہ اسان وٽ اهڙا ثبوت آهن، جن مان ظاهر آهي تہ استنبول ۾ يهودين

جي عبادت گاھہ تي حملو ابوندال گروپ ڪيو هو، ۽اهو ساڳيو الزام 15ڏينهن پوءِ ترڪي ٽيليوزن تان نشر ڪيو ويو تہ اسان کي اهڙي معلومات جا ڪجهہ اطلاعاتي سلسلا حاصل ٿيا آهن جيڪي ثابت ڪن ٿا تہ اها ڪاروائي ابوندال جي ميمبرن ڪئي هئي، جيستائين اهڙي معلومات روم مان ڏهڪائيندڙن طرفان معلوم ٿئي تيستائين استنبول ۾ حملي جي جاچ ڪندڙ ترڪي پوليس کي معلوم ٿيو هو تہ حملا آورن کي سڃاڻڻ ڏاڍو مشڪل آهي پر جڏهن ڪين اهو اطلاع مليو تہ انهن کي وڏو صدمو رسيو هو. جيڪو ڪجهہ پيش آيو هو سو هي آهي.

ہہ عرب ڏهڪائيدڙ فوٽو گرافرن جي روپ ۾ استمبول جي يهودي پاڙي ۾ يهودين طرفان نئين تعمير ٿيل عبادت گاھہ ۾ 6 سيپٽمبر 1986ع تي ڇنڇر جي ڏينهن صبح واري عبادت دوران اندر داخل ٿيا جيڪا ان حملي کان هڪ مهينو اڳ تيار ڪئي وئي هئي ۽ اها سندن پهرين عبادت هئي، جڏهن کان عمارت تيار ٿي هئي. انهيءَ "امن جي جاءِ" ۾ حملو ڪيو ويو.

استنبول مسلم ترڪيءَ جو هڪ وڏو شهر آهي، جنهن جي آبادي اڄ ڪلهہ 65 لک ٿيندي، جنهن ۾ يهودين جو تعداد 22 هزار ڪن آهي، اهي ترڪي جي قوميت حاصل ڪري چڪا آهن. هو پندرهين صديءَ ۾ فرينچن جي لڙائي دوران ڀڄي ترڪي ۾ پناھہ گذير ٿيا هئا، ۽ اڄ تائين اسپيني ڄاڻندا آهن، جنهن کي لاطيني (Ladino) سڏيو ويو آهي تيهن کان وڌيڪ يهودي عبادت گذار عبادت ۾ شامل ٿي چڪا ها، جڏهن ڏهڪائيدڙ اندر داخل ٿيا. ان وقت صبح جا سوا نو ٿيا هئا. اهو ثابت نہ ٿيو هو تہ ڪيترا حملاً آور شريڪ هئا. ترڪي آفيسرن جو خيال هو تہ صرف ہہ هئا. جڏهن تہ اڳ جي رپورٽن مطابق سندن تعداد پنج هو.

هڪ ڏهڪائيندڙ اندر داخل ٿي مکيہ دروازو بيڪڙايو، جنهن کانپوءِ عربي ۾ هڪلون ڪندي ٿورو پري کان پوزيشن وٺي فائرنگ شروع ڪئي ۽ گرينڊ (بم) اڇلايا، جنهن ۾ عبادت ۾ شامل ماڻهو قتل ۽ زخمي ٿيندا ويا. ڪن پاڻ کي بڇنچن ۽ ڪرسين ۾ لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، انهن مان ايڪيهہ عبادت گذار ۽ ست ربي (Rabbis) (جن کي يهودي عالم سڏيو

ويندو) قتل ٿيا هئا ۽ چار پيا جن ۾ هڪ استنبول جو چيف ربي به شامل هو زخمي ٿيا هئا. اها فائرنگ ۽ بم فاٽڻ جي واردات ٿي ڪان پنج منٽ هلي هئي. گن بردارن جا لاش هڪ ڪارنر مان لڌا ويا هئا صرف هڪڙو بچو هو، جنهن ٻڌايو ته هن رت جي غسل مان پڇي نڪرڻ تي موت کي ترجيح ڏني هئي، سترنهن سالن جي رافي (Rafi Saui) ٻڌايو ته ڌهڪائيندڙن جيڪو آپريشن ڪيو انهن ۾ منهنجو والد موائڊ (Moise) به مري ويو هو. پوءِ لاشن تي ڪئسولين هاري باهه ڏني جڏهن باهه شروع ٿي ته مان جنهن جاءِ تي لڪل هوس اتان ڏٺو ته هنن لاشن کي ساڙڻ شروع ڪيو هو. مون پاڻ کي خوف ۾ محسوس ڪيو ۽ بچي ويس. ٻاهر ڪجهه واپاري گذرندي ڏٺا جيڪي نڪاءُ ٻڌي آيا هئا. هڪ ٻئي شاهد ٻڌايو ته مون بمن فاٽڻ جا آواز ٻڌي پهتس ته ڏٺم ته بم جي طاقتور ڌڪ ننڍڙي عبادت گذار کي دروازي کان ٻاهر اڇلايو هو جيڪو گهٽيءَ ۾ اچي ڪريو. فائرنگ ڪانپوءِ بم ڦاٽا هئا. اول ايسن(Oul Esin) ٻڌايو ته اهو عمل ٽن ڪان پنج منٽ هليو ۽ پوءِ ڌماڪا ٿيا.

استنبول جي پوليس ڊپٽي چيف محمت آغر (Agar Mehmat) ٻڌايو ته پوءِ فائر ڪندڙ پڇي نڪتا. ممڪن آهي ته ڪجهه پڇي ويا هجن پر گهٽ ۾ گهٽ ٻن کي عمارت کان ٻاهر پوليس گهيري ۾ آندو، جنهنجي نتيجي ۾ هو واپس عمارت ۾ پڇي ويا ۽ ان ڪان پوءِ هڪ بم فاٽڻ جو آواز آيو، ٿي سگهي ٿو ته انهن آپگهات ڪئي هجي يا ڪو رهيل بم اوچتو پوءِ فاٽو هجي. بعد ۾ ترڪي جي سيڪيورٽي پوليس به پولش سب مشين گنن، ست اٺ فاٽل روسي دستي بم ۽ هڪ سو ڪان وڌيڪ گوليون عبادتگاه جي اندر هٿ ڪيا هيا.

ڪيترن اسرائيل مخالفت ڌهڪائيندڙ گروپن ان حملي جي ذميواري قبول ڪئي هئي، بيروت ۾ هڪ فون ڪال تي مسلح بنياد پرست گروپ اسلامي مقدس لڙائيءَ (Islamic Holy War) جو نعرو هڻي اعلان ڪيو هو ته اهو حملو اسان ڪيو آهي. ٻئي گروپ نالي اسلامڪ ريزسٽنس (اسلامڪ

مذاهمت گروپ) هڪ پرو ايراني تنظيم اها ذميواري قبول ڪئي هئي.

ترڪي حڪومت حملا آورن جي نشاندگي صرف عربن سان ڪئي هئي باقي وڌيڪ سڃاڻپ انهن فون تي مليل اطلاعن جي باوجود ظاهر ڪونہ ڪئي، جڏهن تہ اسرائيلي ماهرن بغير ڪنهن ثابتيءَ جي صرف طريقيڪار مان اندازو لڳايو هو تہ اها ڪاروائي ابوندال گروپ جي هئي، جنهن جا سبب هي آهن.

"ٽارگيٽ" : ابوندال جي تنظيم سيني ڏهڪائيندڙ گروپن ۾ اها واحد تنظيم آهي، جنهن ڪڏنهن بہ يهودي عبادتگاهن ۽ پاڪ جاين جو احترام نہ ڪيو آهي. 1981ع کان پوءِ بغير ڪنهن خيال جي ويانا (Viena)، بروسلز (Brussels)، ۽ روم(Rome)، ۾ يهودي عبادت گاهن تي حملا ڪندو رهيو آهي. انهيءَ ڪري مختلف اطلاعن جي باوجود ۽ بغير تحقيقات جي اسرائيلي ماهرن کي يقين آهي تہ اها ڪاروائي ابوندال جي هئي.

بي رحمي (Brutals) : اهو ظلم جيڪو بغير ڪنهن رحم جي، خونريزيءَ سان بغير ڪنهن تڪڙ جي ڪيو وڃي تہ اهي نشانيون ابوندال جي بي رحم ڪاروائين جون عڪاسي ڪن ٿيون.

نشاني وارو ملڪ: ترڪي گذريل ڪجهہ سالن کان ابوندال جي ڪاروائين جو مرڪز رهيو آهي. جنهن ۾ ڪيترائي واقعا ٿيا آهن. ابوندال جي ڏهڪائيندڙ حملن ذريعي ترڪيءَ جي ڌرتيءَ تي آمريڪا ۽ اردن جي تڪاڻن کي نشانو بڻايو آهي.2 ان کان علاوه اها حقيقت آهي تہ ترڪي جاگرافيائي طور عراق ۽ شام سان ڳنڍيل آهي، جيڪي ٻئي ملڪ ابوندال جي گروپ لاءِ اجازتي گذر گاهون آهن. ان کان علاوه بلغاريا جو ملڪ آهي جيڪو ابوندال گروپ کي هر هڪ سهولت فراهم ڪري ٿو جتان هن ڪيترين ڪاروايون ڪيو آهن.

هٿيار: اسڪارپين گنس (Scorpion Guns) هٿيار جو استعمال بہ ابوندال گروپ جي ڪاروائيءَ جي خاص نشاني آهي، اهو ننڍڙو پر نهايت موثر هٿيار ابوندال گروپ جي خاص پسند بنجي چڪو آهي ۽ ڪيترن

ڪاروائين ۾ استعمال ٿي چڪو آهي.

آخر انهن سڀني نتيجن مان اسان کي ان يقين تي پهچڻ ۾ پوري مدد ملي ٿي ته استنبول جو اهو حملو ابوندال گروپ جو هو.

پنجين سيپٽمبر 1986ع تي جمعي جي ڏينهن صبح جو ڇهين بجي هڪ ايئرپورٽ سيڪيورٽي وين سان مشابهت رکندڙ گاڏيءَ ۾ چار گن بردار ماڻهو ڪراچي جي ايئر پورٽ تي پهتا ۽ وين پئن آمريڪن ورلڊ ايئرويز جمبو جيٽ (Pan American World Airways Jumbo jet). جيڪو بمبئي کان نيويارڪ رستي پنهنجي اڏام لاءِ تيار هيو. ڏانهن نهايت تيزيءَ سان وڌيا. پارڪ ٿيل بوئنگ 747، جنهن ۾ 389 مسافر سوار هئا. قبضي ۾ ڪري جهاز کي قبرص ڏانهن اڏائڻ جو ان لاءِ مطالبو ڪيو ته پنهنجي هڪ برطانويءَ ۾ فلسطيني ڌهڪائيندڙن کي آزاد ڪرايون. ڌهڪائيندڙن شام جو ڏهين بجي تائين انتظار ڪرڻ ڪانپوءِ فائرنگ شروع ڪئي ۽ جهاز جي نئين انڌهيري واري ڪيبن ۾ بم سيٽ ڪرڻ شروع ڪيا. ڏانهون ڪوڪون ڪندڙ مسافرن مان ڪيترن رت ۾ ٻڏل مسافرن تيزيءَ سان پاڻ کي هيٺ اڇلايو. جڏهن ڪنهن شخص امرجنسيءَ وارو دروازو کولڻ جو بندوبست ڪيو هو. ايئرپورٽ سيڪيورٽي آفيسرن مري ويلن جو تعداد اٽڪل سورنهن ٻڌايو هو. جن ۾ هڪ پين آمريڪن عملي (Crew) جو ميمبر ۽ هڪ زميني ڪريو جو ميمبر شامل هئا. هڪ سو مسافر زخمي ٿيا هئا. جهاز ۾ سوار هڪ پاڪستاني محمد امين ٻڌايو ته ڊرامي جي آخري چند منٽن ۾ هن جهاز اغوا ڪندڙن طرفان ٻئي ساٿي کي مخاطب ٿيندي ٻڌو ته "پاڪ لڙائي جو آخري لمحو اچي ويو اهي."

انهيءَ ۾ ڪيترين اڻ ظاهر ٿيل ڳتيون سلجهائڻ جوڳيون هيون ته آخري لمحن ۾ ڇا ٿيو هو. خورشيد انور مرزا (Kurshid Anwar Mirza) سول ايوئيشن اٿارٽي (CAA) جي پاڪستاني چيئرمين پريس ڪانفرنس ۾ رپورٽ پيش ڪندي ٻڌايو ته جڏهن هوائي جهاز جي جنريٽر مان فيول (تيل) ختم ٿي ويئي ته روشني گهٽجڻ لڳي جنهن هاءِ جيڪرن کي پريشان

ڪيو هو. تنهن ڪانپوءِ انهن سڀني مسافرن کي جهاز جي وچ ۾ گڏ ڪري اونداهيءَ ۾ انتظار ڪرڻ لڳا ۽ آخر بيتابيءَ کان عاجز ٿي انهن گوُلي هلائي.

انهيءَ کان اڳ ايئر مارشل خورشيد انور ٻڌايو هو تہ پاڪستاني اٿارٽيز جي خيال موجب جڏهن جهاز جو پاور گهٽجي آخر بند ٿي ويندو تہ پوءِ پاڪستاني ڪمانڊوز اونداهيءَ جو فائدو وٺي جهاز جي اندر داخل ٿي ڪاٻہ ڪاروائي ڪندا، جنهن سان صورتحال تي قابو حاصل ڪجي. پر هن ٻڌايو تہ جهاز جي روشني ڪجهہ وقت اڳ ختم ٿي وئي. مگر ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ انور مرزا پنهنجي بيان کي بدلائي ڇڏيو. هن ٻڌايو تہ جڏهن جهاز جي روشني ختم ٿي ويئي تہ هو خود ۽ سندس ساٿي حيرت ۾ پئجي ويا هئا، ان کان علاوه سندن ڪمانڊوز ان وقت تيار نہ هئا، انهن کي پهچڻ ۾ ڏهہ پندرنهن منٽ لڳي ويا جنهن ڪانپوءِ تياري ڪري جهاز تي غلبو حاصل ڪيو.

پر انهيءَ کان ڪجهہ ڪلاڪ پوءِ ٻن پاڪستاني برگيڊيئر جنرلن جيڪي ڪمانڊو ڪاروائي ۾ شريڪ هئا، مرزان جي بيان کي منجهائي ڇڏيو هو. انهن مان اسڪواڊ ليڊر طارق محمود ٻڌايو تہ اسان جهاز جي اندر جڏهن دونهون ڏٺو تہ ٻن منٽن ۾ اتي پهچي وياسين. بهرحال جنرل محمود ۽ برگيڊيئر جنرل طارق رفيع ، جن بعد ۾ ايئرپورٽ جي سيڪيورٽي جي چارج ورتي هئي. انهن اعلان ڪيو تہ چارئي هاءِ جيڪر زنده آهن جن کي گرفتار ڪيو ويو آهي. ائين محسوس ٿئي ٿو تہ پاڪستاني آفيسرن کي اميد هئي تہ هو پڪ ڪن تہ عوام تي اهڙو امپريشن نہ پوي تہ ڪمانڊوز پنهنجي ڪاروائيءَ سان هاءِ جيڪرن کي مجبور ڪيو هو تہ هو مسافرن تي گولي هلائين. اهو بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ پاڪستاني اٿارٽيءَ وارا پشيمان آهن تہ هو ان مسئلي کي احسن طريقي سان منهن ڏيئي نہ سگهيا ۽ سندس سيڪيورٽي ناڪام ٿي هئي. اهو وڏيڪ تڏهن ظاهر ٿيو جڏهن چار ئي هاءِ جيڪر گرفتار ڪيا ويا تہ انهن ٻڌايو تہ ڪاروائي ۾ ڏهڪائيندڙن خلاف ڪمانڊوز اسڪواڊ کونہ استعمال ڪيو ويو هو ۽ نہ ئي هو ڪو اوسي پاسي ۾ هئا. جنهن ۾ پاڪستان جي خواهش هئي تہ اهڙو پنهنجي ناڪاميءَ جو جواز پيش ڪري جيئن مسافرن کي بغير ڪنهن نقصان پهچائي ڇڏائي

سگهن. گهٽ ۾ گهٽ ڇهه سيڪيورٽي اسٽاف جا ميمبر سسپينڊ ڪيا ويا. ان لاءِ ته انهن ڇئني هاءِ جيڪرن کي سندن غفلت سبب ايئر پورٽ رن وي تائين پهچڻ جو موقعو مليو. ٽن هاءِ جيڪرن پاڪستاني سيڪيورٽي وارن جون ورديون پاتيون هيون- شولڊرن تي انهن جهڙا تارا ۽ پلا ڪراچي مارڪيٽ مان حاصل ڪري لڳايا ها ۽ سوزوڪي وين جيڪا ڪرائي تي حاصل ڪئي وئي هئي. ان کي سيڪيورٽي اسٽاف وين جهڙو رنگ ڪرايو ويو هو ۽ ظاهر ۾ پري کان سيڪيورٽيءَ جي گاڏي نظر اچي رهي هئي ان کان علاوه ڇت تي لائيٽ ۽ سائرن جو به ساڳيو بندوبست ڪيو ويو هو.

پوليس جاچ ڪندڙن اندازو لڳايو هو ته هاءِ جيڪرن ڪراچيءَ ۾ ڪافي وقت گذاريو هو. هڪ هاءِ جيڪر 17 آگسٽ تي ڪراچي پهتو هو. ڪيس بحرين جو پاسپورٽ هيو ۽ تاج محل هوٽل ۾ وڏو خرچ ڪندي ڏٺو ويو هو. جتي رهي هن جهاز اغوا ڪرڻ جو منصوبو تيار ڪيو هو. ڪيس سندس اصل نالي گومر حسين (Gomer Hussain) سان شناخت ڪيو ويو. جڏهن ته ڪيس هوٽل جي ملازمن بومر (Bomer) جي نالي سان ڏٺو هو.

جاچ ڪندڙن اهو به پڌايو هو ته حسين اها وين ڪراچيءَ ۾ هڪ رينٽل ايجنسي کان ڪرائي تي حاصل ڪئي هئي. ان مصطفيٰ جي نالي سان هاءِ جيڪرن جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ جهاز جي اغوا واري واقعي ڪانپوءِ پاڪستاني حڪومت جي اٿارٽي وارن سان ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي.

حملي کانپوءِ پوليس پنجويهه ٻين فلسطيني شاگردن کي شڪ ۾ گرفتار ڪيو هو. مگر پوءِ سليمان تاريڪي (Tariki Sulaman) کان سواءِ سڀني کي آزاد ڪيو هو. سليمان کي اسلام آباد ايئرپورٽ تي روڪيو ويو هو. جنهن کي لبيا جو پاسپورٽ هيو ۽ پوليس ٻن ٻين جي تلاش ۾ آهي جيڪي سليمان سان گڏجي اسلام آباد پهتا هئا. پر اهي اتي غائب ٿي ويا هئا. ان کانپوءِ جلدئي خبر پئي هئي ته انهن ٽنهي گڏجي ڪيترا ڀيرا ڪراچي کان اسلام آباد جو هوائي سفر ڪيو هو ۽ سڀني هاءِ جيڪرن ظاهر ڪيو هو ته هو شتيلا (Shatilla) ۽ صابره (Sabra) فلسطيني مهاجر ڪئمپن ۾

چاوا هئا يا رهيا هئا. شروعات ۾ پاڪستاني جاچ ڪندڙن جي رهنمائي F-
B.I ۽ CIA ڪري رهي هئي جن کي اهو معلوم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو لڳو هو
تہ دراصل ڇا ٿيو هو ڇاڪاڻ تہ هاءِ جيڪرن ساڻن سهڪار ڪرڻ کان
انڪار ڪيو هو ۽ اهو بہ سندن لاءِ ڏکيو هو تہ هو انهن کان سچ قبول
ڪرائن. هاءِ جيڪنگ کان چار ڏينهن پوءِ آمريڪي ڊفينس سيڪريٽري
ڪاسپر وائين برگر (Caspar Weinberger) ٻڌايو تہ انٽيليجنس
ذريعن کان مليل اطلاعن مان وڏا اشارا ملن ٿا تہ اها ڪاروائي ابوندال گروپ
جي آهي. ان جو مقصد اهو ضروري نہ آهي تہ ان ۾ صرف ابوندال جو عمل
آهي پر ان ۾ ٻيا بہ هٿ آهن جن کي اسان چڱي طرح سمجهون ٿا. جنهن
لاءِ جيڪي اشارا وائين برگر ڏناسي ڪيترائي آهن.

**وقت : (Timings):**

اهو اسان کي واپس استنبول جي ڪاروائي ڏانهن پهچائي ٿو. اها حقيقت
تہ اهي ٻئي واقعا هڪ ڏينهن تي ٿيا هئا جيڪا هڪ ئي پوائنٽ آهي، جيڪا
ابوندال ڏانهن اشارو ڪري ٿي. اها هڪ واحد تنظيم آهي جنهن ساڳي وقت
تي يا لڳ ڀڳ يا مختلف جڳهن ۽ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ حملن جو
انتظام ڪيو آهي. جهڙي طرح 11 آڪٽوبر 1976ع تي شام، اسلام آباد،
۽ روم جي سفارت خانن تي حملا ڪيا، 17 ڊسمبر 1985ع تي ال ال
EIAI جي ڪائونٽرن روم ۽ ويانا تي حملو ڪيو هو.

**مهارت:-** ابوندال گروپ پنهنجي حملن ۽ ڌهڪائيندڙ واقعن ۾ اهڙي تہ
هنرمندي ۽ قابليت رکي ٿو جو هو منجهيل يعني سمجهہ ۾ نہ اچڻ جهڙيون
ڪاروايون ڪاميابي سان ڪري ٿو؟

**خبرداري:-** گروپ جي ڪاروائين کي انهي ڪري خاص اهميت حاصل
آهي جو هو وڏي خبرداري سان پنهنجي منصوبہ بندي ڪن ٿا پوءِ چاهي ان ۾
ڪيترو بہ وقت لڳي. گروپ جو اصول آهي تہ اهو منصوبي کي الڳ
ڪارڪردگي جي بنياد تي ورهائين ٿا. هر ڪنهن ڪاروائي لاءِ جدا جدا
خاص اسڪواڊ تيارڪري موڪليا وڃن ٿا. ڪجهہ افراد موقعي واري جڳهہ

تي پنهنجي سروي ڪري منصوبو ٺاهين ٿا. ڪجهہ هٿيار سمگلنگ ڪري پهچائين ٿا ۽ آخر ۾ شڪار ڪندڙ (Hitmen) پهچي پنهنجي ڪاروائي ڪن ٿا. انهن سيني مرحلن ۾ سيڪريسي يا رازداريءَ کي وڏي اهميت ڏني وڃي ٿي، ايتري قدر جو سيني ٽيمن کي هڪ ٻئي سان ملڻ به نہ ٿو ڏنو وڃي.

اثر پذير اسٽرڪچر ابوندال کي سالن کان هر جڳهہ تي جوڙجڪ ۾ بنيادي سهڪار حاصل رهيو آهي، ڪيس هندستان ۽ پاڪستان ۾ به اهڙا مددگار آهن جنهن ڪري گذريل ڏهن سالن دوران هندستان ۾ ٿيندڙ ڏهن ڪاروايون ۾ ساٿ مليو آهي. جنهن ۾ ڪويت، يونائيٽڊ، عرب امارات، شام، عراق ۽ برطانيہ جي سفارت خانن ۾ سندن سفارتڪار ساٿ ڏيندا رهيا آهن. اهڙيون چار ڪاروايون پاڪستان ۾ بہ ڪيون ويو آهن جنهن ۾ مقامي ريڊيڪل تنظيمون ۽ ذوالفقار علي ڀٽو خاندان جو سهڪار رهيو آهي. پاڪستان ۾ ان وقت جي وزيراعظم کي فوجي جنرل صدر ضياءُ الحق ڪيس هلائي قتل ڪرايو هو، جنهن ڪري لبيا جي حڪومت ڀٽو خاندان ڪري حڪومت جي خلاف رهي آهي، جنهن ڪري انهن ۽ ابوندال گروپ جي وچ ۾ تعلقات آهن. 1981ع ۾ خاندان جو هڪ فرد پاڪستاني هوائي جهاز اغوا ڪرڻ ۾ شامل سمجهيو وڃي ٿو. انهيءَ جهاز کي ڪراچيءَ کان اسلام آباد ويندي هائيجيڪ ڪري افغانستان لاٿو ويو هو جنهن کي بعد ۾ دمشق کڻي ويا هئا ۽ مطالبي ۾ ڪيئي سياسي قيدي ڇڏرايا هئا.

اهو هڪ سوال آهي تہ ابوندال گروپ ڇاجي ڪري آمريڪي هوائي جهاز کي اغوا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ استنبول ۾ يهودي عبادت گاهہ کي نشانو بڻايو.

ابوندال گروپ اهڙن عرب ريڊيڪل حڪومتن سان سهڪاري آهي، جن ۾ لبيا بہ سري فهرست آهي جيئن تہ هو پنهنجي سر خطرناڪ ڌمڪائيندڙ ڪاروايون ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيو هو تڏهن هن لبيا جي اڳواڻ ڪرنل ڪذافيءَ جو سهڪار حاصل ڪري ورتو، آمريڪا جي هوائي جهاز جي اغوا جي ڪاروائي ابوندال گروپ جي ميمبرن لبيا جي خواهش تي سر انجام ڏني هئي.

ابوندال کي آمريڪا کان سخت نفرت هئي تنهن ڪري هن پاڪستاني هاء جيڪنگ واري واقعي ۾ لبيا سان سهڪار ۾ هٿ ونڊايو هو.

لبيا ابوندال جو ڊونيٽر هو. تنهن ڪري هو وقت بہ وقت اهڙا عمل ڪندو رهندو هو جنهن سان لبيا جو آشيرواد يقيني رهي. لبيا جي امداد ڪانسواءِ باقي انتظام هو پاڻ ڪندو هو. لبيا اهڙي قسم جون ذميواريون ٻين يورپي تنظيمن کي بہ سونپيندو هو. پر اهي ڪاروايون سندس سياسي مخالفن کي قتل ڪرڻ تائين محدود هيون.

ابوندال پنهنجي ميمبرن کي اهڙين ڪاروائين ۾ استعمال نہ ڪندو آهي. پر هو بہ اسرائيلي انٽيليجنس مطابق اڪثر يورپ، آمريڪا جي ڌمڪائيندڙ گروپن، ابو موسيٰ ۽ احمد جبرائيل جي گروپن مان آپريشن لاءِ ماڻهو حاصل ڪري پنهنجون ڪاروائيون سر انجام ڏيندو آهي. اسان کي اها بہ خبر آهي تہ هن ڪجھہ حملن ۾ لبنان جي ۽ مسلم ڌمڪائيندڙ گروپن کي استعمال ڪيو آهي، جنهن جو ثبوت استنبول ۾ يهودي عبادتگاھہ تي حملو آهي. اهڙو ڌمڪائيندڙ گروپن جو هڪ ٻئي سان سهڪار ڌمڪائيندڙن حملن ۾ هڪ نئين رستي جو اضافو ڪيو آهي. رابرٽ اوڪلي (Robert Oak-ley) جيڪو آمريڪا ۾ ڌمڪاءَ وارن گروپن جي خلاف محڪمي جو انچارج آهي، تنهن قبول ڪيو آهي تہ هڪ ڌمڪاءَ تي ڪانفرنس آگسٽ 1986ع ۾ تحران (Tehran) ۾ منعقد ڪئي وئي هئي، جنهن ۾ ابوندال، ابوموسيٰ ۽ لبناني شيعا گروپ جي نمائندن شرڪت ڪئي هئي. اهڙو تعلق حزب الله قائم ڪيو هو جنهن جي مدد ۽ ڪنٽرول شامي ۽ ايراني حڪومت ڪيو هو. اوڪلي بين الاقوامي ڌمڪاءَ جي سهڪار لاءِ مغربي طاقت خلاف ان سمت کي نئون موڙ ۽ حڪمت عملي قرار ڏني هئي. جهڙي طرح اولھہ يورپ ۽ اسرائيل جي جاسوسي ادارن پاڻ ۾ سهڪار بحال رکيو آهي تنهن جو انهن توڙ پيدا ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اوڪلي اولھہ يورپن جي ملڪن کي چتاءُ ڏنو هو تہ جهڙي نموني آمريڪا ۽ برطانيہ ارادو ڪيو آهي تہ ان ڏس ۾ وڏي سرمائي ڪاري ڪري سياسي، سماجي، فوجي، ٽيڪنيڪل ۽ معاشي بنيادن تي اهڙا ذريعا قائم ڪيا وڃن جيئن بين القوامي ڌمڪائيندڙ قوتن ۾ وڌندڙ سهڪار کي آسانيءَ سان منهن ڏيئي سگهجي.

# ڌھڪاءَ ازم جو مستقبل

ڌمڪاءَ ازم ڇا آهي؟ اھا ھڪ اھم ضرورت آهي جيڪڏھن ڌمڪاءَ ازم تي سڀ بحث سندس اصولن ۽ تشريح، سندس خاص ڪردار، سندن ڪاروائين ۽ حملن جا طريقا ۽ سندن وڏي مدي وارا مقصد (ظاھري ۽ پورن بنيادن تي مشتمل آهن)جنھنجي تعريف دراصل اھا آهي تہ ڌمڪاءَ ازم ڇا آهي. ڪنھن نظريي تحت جيئن اھو قبول ڪري سگھجي تہ عام طرح سان ڌمڪاءَ ازم صرف گوڙ پيدا ڪرڻ لاءِ آهي يا گوڙ ۽ انتشار پيدا ڪرڻ جو ڪو خاص نمونو آهي.

افسوس آهي تہ سندس وضاحت تي اعتبار نہ ٿوڪري سگھجي ۽ اھڙو ڪوبہ سبب نہ آهي جو مستقبل ۾ ان جي اھڙي ضرورت پوي جنھن ڪري ڪيس قابل وقبول سمجي سگھجي. ھاڻوڪي دؤر ۾ ڪجھہ ماڻھو ڌمڪائيندڙ عملن کي آزاديءَ جو ھڪ روما نوي روپ ڏئي ڌمڪاءَ کي آزاديءَ جو پيو لڙاڪو تسليم ڪن ٿا. اڪثر ماھر قبول ڪن ٿا تہ ڌمڪاءَ ازم ھڪ استعمال آهي يا ڪنھن ڪار گذاري کي روڪي گوڙ فساد برپاءَ ڪرڻ جو طريقو آهي جنھن سان دٻاءُ وجھي پنھنجو مقصد حاصل ڪري سگھجي جنھن جو مقصد آهي تہ ڪنھن رياست ۾ تشدد ذريعي خوف پيدا ڪيو وڃي. ان ڪري ھي بي فائدو يا نقصانده ٿئي ٿو جو انساني اقتدار مستحڪم نہ ٿو ٿئي ٻئي طرف ڌمڪاءَ ازم جي ڪاميابيءَ لاءِ پبلسٽي نھايت ضروري آهي.

اھو اچا تائين گھٽ نظر پيو اچي تہ ابوندال ۽ اڻويھي صديءَ جي ريڊيڪل ڌمڪائيندڙن ۾ ڪابہ ڳالھہ ھڪ جھڙي آهي. اھڙي تشريح جنھن ۾ ٻنھي قسمن جي ٽيررازم کي سمجھيو وڃي. توڙي جو ٻنھي کي ھن جديد دؤر ۾ مبھم ڏنو ويو آهي يا گمراھيءَ طرف مائل ڏنو آهي. پر مڪمل پوري تشريح جي غير موجودگيءَ جو اھو مطلب نہ آهي تہ اسان عام طرح سان ٽيررازم جو مطلب نہ ٿا سمجھون. اھو چيو وڃي ٿو تہ ھو

گھرو تاثر قائم ڪري ٿو تنهن هوندي بہ ڪيس بيان ڪرڻ ۽ واضع ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. جيڪڏهن ڪو ان ڪي ڏسي ٿو تہ پوءِ سمجهڻ آسان ٿي پوي ٿو، پر جيڪو ڪجهہ اڄوڪي دؤر ۾ ڏٺو وڃي ٿو سو ماضيءَ کان گهڻو مختلف آهي پيو تہ ٽيررازم جي تاريخ هڪ نئين دؤر ۾ داخل ٿي چڪي آهي. لبناني لڙائيءَ کان پوءِ اسان ڏٺو آهي تہ فلسطيني ڌهڪائيندڙ تنظيمن نئون مظاهرو ڪيو آهي، PLO ٽٽي چڪي آهي. ۽ سندس مرڪزي قيادت وکرجي وئي آهي. سندس جڳهہ تي ڪيترن مختلف ننڍن تنظيمن جنم ورتو آهي. جن جي آدرشن بابت ڪابہ ڄاڻ سڃاڻ ڪونہ ٿي آهي، جهڙوڪ ابوندال، L.A.R.F ۽ يا فيملي ٽيرراسٽ گروپ جيئن نظرهنداوي (Nezar Hindawi) انهن تنظيمن وڏي سيڪريسي رکي پنهنجي خاص ڪردار جو مظاهرو ڪيو آهي ۽ ڪاميابيءَ سان ڪاروايون ڪرڻ جي قابل آهن ۽ هر ڪاروائي ۾ حصيداري بحال ڪري اهڙو انتظام ڪيو آهي جو سندن پٺيان ڪاروائي جي نشاندگي ڪرڻ وارن کي ڪوبہ رستو ملي نہ سگهي.

جديد دؤر جا ڌهڪائيندڙ گروپ پنهنجا "پيٽي ڪانٽريڪٽر" (Sub-contractors) حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن ۽ مختلف رياستن جي سيڪيورٽي سروس پاران لاڳاپي واريون ڪاروايون ڪرڻ قبول ڪيون آهن، جنهنجي موٽ ۾ گروپن کي ماليات جي مدد، سامان پهچائڻ جي سپورٽ ۽ سفري سهوليتون، حرفت بازي وارا ڪوڙا پاسپورٽ، محفوظ جڳهون ۽ هٿيار بارودي ڌماڪيدار شيون آسانيءَ سان مهيا ٿين ٿيون، موجوده دؤر ۾ ڌهڪاءَ گذريل دؤر کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ طابناڪ آهي هو ابتدا کان پنهنجي مفاد ۾ ايترا تہ سبب مهيا ڪرڻ گهرن ٿا ، جو، جيئن وڌ ۾ وڌ عمل ڪري سگهن.

اڄوڪي دؤر ۾ ڌهڪائيندڙن جي ڪنهن ڊگهي عرصي لاءِ اڪيلي سر يا ننڍڙن گروپن جي صورت ۾ ڪنهن هڪ ملڪ ۾ ضرورت نٿي پوي جيڪڏهن اضافي دولت آهي تہ ضرورت مطابق ڪيتري بہ قوت حاصل ڪري

سگهجي ٿي، هر جڳهه تي تنظيمن جا ڪيترا ميمبر تحريڪ ۾ آهن جيڪي دنيا جي هر ملڪ ۾ قومي سرحدون پار ڪري ڪنهن به وقت ڪاروائيءَ ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن. اڄوڪي دنيا ۾ هٿيار، ۽ ٻيو سامان ٽيڪنيڪل ڄاڻ ۽ تربيت حاصل ڪرڻ ڪوبه مسئلو نه رهيو آهي هن دؤر ۾ هٿيارن جي چٽاڀيٽي سان گڏوگڏ سڄي دنيا ۾ اصلحي جا واپاري موجود آهن جيڪي هر قسم جو اصلو فراهم ڪن ٿا. مواصلات جا وافر ذريعا پبلسٽي لاءِ موجود آهن ۽ مختلف ملڪن جي وچ ۾ آمدرفت جون وڌ ۾ وڌ آسانيون ۽ سهولتون ميسر آهن ۽ بارڊرن جو مفاصلو گهٽجي چڪو آهي ۽ ڪنٽرول لائين جو رڪاوٽون ضرورتمندن لاءِ ڪافي گهٽ آهن. تنظيمي ۽ سفري سهولتن جي ڪري اڪثر اڄ وچ بغير ڪنهن خطري جي صاف سٿري رهي آهي، ميسر ٽيڪنيڪل سهولتون ملي سگهن ٿيون. ڌهڪائيندڙن جو هٿيار بارود ۽ پيغام رسائيندڙ وڏيڪ آسانيءَ سان سرحدون پار ڪري سگهن ٿا، جنهن لاءِ رياستي حڪومتون ۽ سفارت خانه استعمال ڪيا وڃن ٿا.

هڪ ٻيو رواجي عنصر جيڪو ڌهڪائيندڙ ڪاروائن ۾ گذريل چند سالن کان ظاهر ٿيو آهي، سو اهو آهي ته ساڳي ڪاروائيءَ جي ڪيترن تنظيمن ۽ گروپن جي ذميواري قبول ڪرڻ، جڏهن ته 1970ع جي ڏهاڪي ۾ اهڙو رواج ڪونه هيو، جنهن ڪري اڪثر ڪاروايون پڌري ٿيڻ کان رهجي وڃن ٿيون. ان کان علاوه ذميواري بغير ڄاتل سڃاتل تنظيمن يا گروپن طرفان قبول ڪئي وڃي ٿي، ان لاءِ ته مونجهارو پيدا ڪيو وڃي. ڌهڪائيندڙ چاهن ٿا ته انهن ملڪن جي سڪيورٽي سروس رڳو ڏڪا هڻديون رهن ۽ ساڳئي وقت عوام ۾ وقت جي حڪومت خلاف وڌ ۾ وڌ تنقيدي عمل ۽ چميگويون پيدا ٿين ۽ فطرتي طور ماڻهو خوف جو شڪار ٿين. جڏهن ته ڌهڪائيندڙن جي هر هڪ ڪاروائي جو مقصد اهو آهي ته پروپيگنڊا ڪي وڏيڪ ڦهلايو وڃي. جيتري قدر ڌهڪائيندڙ جو تعلق آهي ته اهو ضروري آهي ته ڌهڪائندڙن کان ڪاروايون ڪرائيندڙن کي ڄاتو سڃاتو وڃي گذريل ڪجهه سالن کان اڄ تائين پروپيگنڊا جي مفروضي پنهنجو ملهه ڪيرائي ڇڏيو آهي. خاص ڪري ان لاءِ ته ڌهڪاءُ گهٽو يا ٿورو دنيا ۾

ڦهلجي ويو آهي ۽ اهڙيون تنظيمون ۽ رياستون، جيڪي ٽيررازم لاءِ جوابدار آهن، پوري طرح منظر عام تي اچي چڪيون آهن، پوءِ جيڪڏهن اهي عوام ۾ پنهنجي ڪاروائيءَ جي ذميواري قبول نٿيون ڪن، تڏهن بہ سندن ڪاروائيءَ جي نوعيت مان اندازو ملي وڃي ٿو تہ اها ڪاروائي ڪنهن ڪئي يا ڪرائي آهي.

اهو ممڪن آهي تہ ڏهڪاءُ ازم جي طاقت جو دارومدار سندن عمل تي آهي، جيڪڏهن ڏهڪائيندڙ ڪاروائي ڪنهن رياست جي فوجي طاقت جي خلاف آهي تہ ان ڪاروائيءَ جو ڏاڪو سماجي بنيادن تي سماج کي ڏوڏڻ ۽ لوڏڻ لاءِ ڪافي اثر انداز ٿئي ٿو. پر جيڪڏهن اها ڪاروائي غير مسلح افراد جي خلاف آهي تہ ان ۾ هٿيارن جي جديد ٽيڪنالاجيءَ جي مهرباني آهي ۽ ريڊيو ٽيلويزن ۽ ڳالهہ مان ڳالهوڙو پيدا ڪرڻ وارن جي نوازش ٿيندي جيڪي ڏهڪاءُ ازم کي ڦهلائن ٿا. نہ تہ اهڙي ڏهڪاءُ جي هڪ وڏي طاقت ۾ بدلجڻ ناممڪن آهي. 19 صديءَ جي انارڪزم جي وراثن طرفان پنهنجي طاقت جو مظاهرو، جيڪو صرف پروپيگنڊا تي مشتمل آهي، اجوڪي جديد دور ۾ صرف هڪ خواب ۾ گهمڻ ۽ ڪاروايون ڪرڻ ۽ پوءِ جاڳي اکثر پنهنجي وطن لاءِ ڏڪار (Guessing) هاڻي خواهش ڪندا آهن ۽ بيقراري ڏيکاريندا آهن تہ وڃايل وطن واپس ملي.

اسان هاڻي نون لاڙن تي شروع ٿيل ڏهڪاءُ ازم جي تبديليءَ تي غور ڪنداسين. اها ابتدائي تبديلي ان ڪري وڏي وڃي وڏي مقام تي پهتي آهي تہ ان ۾ ڪجهہ رياستون ملوث ٿي ويون آهي. جيڪڏهن گذريل ڪجهہ دور ۾ ان شاندار ترقي ڪئي آهي تہ انهيءَ ڪري جو ڪن رياستن ڏهڪاءُ کي نظريو ڪري ورتو آهي. تنهن ڪري ڪجهہ جديد خاصيتون (ڏيکاءُ) اهڙيون ملن ٿيون، جيڪي نهايت خطرناڪ صورت پيدا ڪري چڪيون آهن. ۽ ماضيءَ کان ڪيئي درجا وڌيڪ اڳتي وڌيون آهن ۽ ڏهڪاءُ ازم وڏي پئماني تي پکڙجي ويو آهي. انهيءَ جو پهريون سبب اهو آهي تہ ان ڏهڪاءُ کي برداشت ڪيو وڃي يا خيال ۾ نہ آندو وڃي، خاص ڪري ان لاءِ تہ اهو سندن لاءِ آخري ۽ سهپ جوڳو نہ هجي. پيو، اها حقيقت آهي تہ ڪنهن

رياست طرفان اپنايل (Sponsored) ڏمڪاءُ گهٽو ڪمزور رهي تو ۽ بي سرتو رهي ٿو.

اسان ڪي اهو بہ سمجهڻ گهرجي تہ وڏي تباهيءَ لاءِ گهربل هٿيار، ڪنهن رياست لاءِ فوجي اعتبار ڪان وڏي قميت ادا ڪرڻ جو باعث بنجن ٿا، تنهن ڪري ڏمڪائيڊڙ ڪاروائن ڪي ڪيتريون رياستون پنهنجي دشمن جي تقصان ڪان وڏيڪ مهانگو سمجهن ٿيون.

ڏمڪاءُ جو رياستي نظريو خاص ڪري ڊڪٽيٽرن جي ضرورت رهي ٿو. جيڪي پنهنجي اقتدار جي بحاليءَ ڪي هر ڪنهن ضرورت ڪان وڏي اهميت ڏين ٿا ۽ اڄوڪي دور ۾ ايشيا، آفريڪا ۽ آمريڪا ۾ ڪيترا ڊڪٽيٽر آهن، جيڪي ننڍين قومن ۽ ڪمزور ملڪن تي راڄ ڪن ٿا. جن جا دنيا ۾ ڪيترائي مثال آهن تہ اهي فوجي آمريتن ذريعي بي هٿيار ننڍين قومن ڪي چيپاڻن ۽ چٿن ٿا.




Tribes, *c.* 1200 B.C.




The Kingdom of David




The Kingdoms of Israel and Judah




Palestine in the time of Christ

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ به مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نه آهي.

ڪوشش اها هوندي ته پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي ته ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي به ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو به مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو ته ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو به لاڳاپو نه هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جٿ جٿ جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻَ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)